# ڪلياتِ فيض



غالبِ سند حضرت فيض بخشاپوري رح

"ان من الشعر لحكمته و ان من البيان لسحراً"

بيشڪ شعر ۾ حڪمت آهي ۽ بيان ۾ جادو.

# ڪُلياتِ فيضؔ

**تصنيف لطيف**

ماهر علوم عقلي ونقلي، واقف رموز فقر وولايت

شاعرِ شعلہ بيان، شهنشاهِ تغزل غالبِ سنڌ حضرت فيضؔ بخشاپوري

❖

**مرتب و مقدمہ نگار**

شاعرِ اهلبيت سيد اظهرؔ حسني گيلاني گهوٽڪي

صدر جمعيت الشعراء سنڌ

❖

**نگران**

شاعرِ سنڌ ڊاڪٽر عبدالجبار عابدؔ لغاري

❖

**مهتمم**

نواز علي نوازؔ ڏومڪي

نائب صدر

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي سنڌ

# سناسنامہ ڪتاب



| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | ڪلياتِ فيض |
| ڪلام | : | غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشا پوري |
| ٻار اول | : | سال 2010 ع |
| ڇپائيندڙ | : | نواز علي نوَاز ٻومڪي نائب صدر<br>غالبِ سنڌ فيض بخشا پوري اڪيڊمي سنڌ<br>قصر الادب فيض منزل اسٽيڊيم روڊ، جيڪب آباد<br>0308-8327600 / 072-2655100 |
| پروف ريڊنگ | : | سيد اظهر حسني گيلاني، مرادعلي نور،<br>قطب الدين تاب ، ڊاڪٽر عبدالجبار عابدلغاري |
| مددگار | : | پروفيسر سيد قلندر شاهہ لڪياري ۽ ڊاڪٽر اسد جمال پلي |
| ڪمپوزنگ سنڌي | : | منظور احمد جوڻيجو ۽ شاهد شاهہ |
| | : | الرزاق ڪمپوزنگ سينٽر رابعہ اسڪوائر حيدرآباد<br>0333-2634650 |
| ڪمپوزنگ اردو | : | پٺاڻي ڪمپوزنگ سينٽر، ڪوڪر محلو حيدرآباد<br>رفيق احمد ۽ مرتضيٰ، |
| لي آئوٽ | : | مور ساگر ۽ افتخار احمد خان (شاني خان) |
| ڇپيندڙ | : | لطيف پرنٽرز، گاڏي کاتو حيدرآباد<br>0333-2628301 |
| قيمت | : | Rs. 800/- |

## ملڻ جا هنڌ

قصر الادب فيض منزل اسٽيڊيم روڊ جيڪب آباد

۽ سنڌ جا مشهور سمورا بڪ اسٽال

## انتساب

پنهنجي جدِ امجد عاشق رسول غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري رحہ جو مجموعو ڪلام جنهن ۾ حمد، نعت، سلام، قصيده، غزل ۽ شاعريءَ جون مختلف اصناف تہ هن ڪي داناءِ سبل، ختم الرسل ۽ مولاءِ ڪل حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي نام نامي اسم گرامي سان منسوب ڪيان ٿو.

طالب دعا

**نواز علي نواز ٻومڪي**

وائيس پريزيڊنٽ

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي

جيڪب آباد.

# فهرست



## حمد، نعت ۽ قصيده

## نظميات

## تـــاثـــرات

# حصہ اُردو



## نعتیہ کلام

# غزلیات

## حصہ نظم



## گذشتہ تاثرات

# تحميد و لمحيه

حمد و ثنا جي لائق اها ذات ولاصفات آهي، جنهن صرف "كلمه كُنَ" سان، ڌرتي ۽ آسمان، باغ ۽ بيابان، جبل ۽ واديون، درياهہ ۽ سمنڊ، الغرض هي كائنات پيدا كئي، پنهنجي محبوب من مرغوب محمد مصطفيٰ، ختم الانبياءَ كي پرده حقيقت مان ظاهر فرمايو. حضرت هارون جي مثال علي ولي كي سندن تائيد ۽ تصديق، مدد ۽ خدمت لاءِ نمودار كيو. امامين، كريمن كي هادي ۽ رهبر، طاهر ۽ اطهر بنائي مرشد و هدايت جو احسن كم سونپي ڇڏيو.

شعر:

فن معاني ۽ بيان جو امام ابن رشيق قيرواني هجي، يا ادبيات، ايران جَو عالم پروفيسر برائون، يا شعرالعجم جو مايہ ناز مصنف علامہ شبلي، يا شعر و شاعري جو فاضل "مقدمه" نگار مولانا حالي، يا "تذكره شعرا" جو قلمكار زبان شاعر و اديب، تارك الدنيا علامه تارك رحہ، سيني پنهنجي وجدان ۽ كيفيت مطابق "شعر" جي تعريف ۽ توصيف كئي آهي. انهيءَ نازك ۽ نفيس، دلكش ۽ بسيط موضوع تي، پنهنجي گرانقدر خيال جو اظهار كيو آهي. اهڙن جملہ "تنقيد" مضمونن جو بشوق مطالع كندي "شعر" جو هڪ اجمالي تصور تہ ذهن و ذكا ۾ جاءِ تہ والاري ٿو، مگر وجداني ۽ ذوق جي خلش محسوس ٿئي ٿي. عرض كرڻ جو مقصد صرف هي آهي تہ شعر جي جامع تعريف Defination

كنهن بہ نہ كئي آهي. جو شعر جا جملہ داخلي ۽ خارجي پهلو خصوصي طور تي حاوي هجن "نفس كيفيت" ۾ "اصل حقيقت" جي صحيح ترجماني لفظن ۾ نہ ٿي سگهندي آهي، جڏهن حقائق ۽ كيفيات لفظن جي بندش ۾ بند ٿيندي، تڏهن اها نہ رهندي جيكا اصل صورت ۾ هوندي آهي.

في الحقيقت "شعر" اهڙي حقيقت ۽ كيفيت جو ترجمان آهي، جيكا سمجهڻ كان وڌيك محسوس كرڻ واري چيز آهي.

جيكڏهن مون كان "شعر" جي شرح ۽ تعريف كرائي وڃي تہ آئون اُن كي "آتم كهاڻي" كوٺيندس. شاعر جي زبان مان نكرڻ بعد اِها "جڳ بيتي" بڻجي ويندي آهي.

هر انسان رنج ۽ غم، مصائب ۽ آلام جي تيرن جو نشانو رهي ٿو، هونءَ بہ غم آدم ۽ ابن آدم جي ورثي ۾ آيل آهي. جڏهن كنهن شاعر جو جاذب ۽ دلكش شعر پڙهجي ٿو، تڏهن انهيءَ كي پنهنجا حالات ۽ واقعات اكين آڏو ڦري اچن ٿا. ذي حس انسان غم جو شعر پڙهي ڳوڙها ڳاڙي ٿو ۽ شاد ٿيڻ جي حالت ۾ اچانك مُرك ان جي چپن تي ناچ كندي نظرايندي آهي. دراصل شعر جي صحيح تصوير دلپذير اها آهي، جو انسان پڙڻ سان چوي تہ آئون اهڙو شعر چئي ٿو سگهان، مگر كوشش كندي بہ ناكاميءَ جو منهن ڏسڻو پويس. "شعر" اهڙو اُجرو آئينو آهي، جنهن ۾ انساني جذبات جون گوناگون جهلكيون نظر اينديون آهن.

## شاعري:

اهڙو عالمگير قانون آهي، جنهن تحت فطرت جو نظام هلي ٿو، شاعرانہ جذبات كان كوبہ بستر خالي نہ آهي. اوهان ڏٺو هوندو تہ غسل كرڻ وقت غسل خانہ، يا اكيلائي جي عالم ۾، پنهنجي

حسب حال ماڻهو ڪنهن نه ڪنهن شاعر جو شعر جهونگاريندو آهي. انهيءَ عمل مان ثابت ٿئي ٿو ته انسان جو ازل کان شعر جي فن سان فطرتي لاڳاپو رهيو آهي. اعليٰ ۽ مڪمل اهو شاعر آهي، جيڪو پنهنجي تخيل ۾ توانائي ۽ اظهار جي قوت رکي، هو خوشي ۽ غم جي جذبن جي پيش ڪرڻ ۾ پيش پيش رهي. "شاعري" فنون لطيفه ۾ اعليٰ ۽ افضل مقام حاصل ڪيو آهي، انهيءَ لحاظ سان شاعر هڪ زبردست فنڪار چترڪار جي حيثيت رکي ٿو. اُن جو فن مصور ۽ فوٽوگرافر، ٻنهين کان اُتم ۽ اعليٰ آهي. مصور پنهنجي قلم ۽ جدا جدا رنگن جي مدد سان منظرڪشي ڪندو آهي.

فوٽوگرافر پنهنجي ڪئميرا جي وسيلي جو محتاج آهي. مگر شاعر وٽ الفاظ جي سرمايه ڪانسواءِ ٻيو ڇا رکيو آهي؟

شاعر کي صرف ذهن ۽ دماغ تي ڀروسو ۽ اعتماد ڪرڻو پوندو آهي. مصور ۽ فوٽوگرافر مادي چيزن جي تصوير ڪڍي سگهن ٿا. انهن جي برعڪس شاعر، انسان جي قلب جي عميق ترين گهراين ۾ غواص بڻجي دل جي ڪيفيت ۽ ڌڙڪن جي به تصوير ڪڍي سگهي ٿو. اهڙيءَ صورت ۾ هر ڪس و ناڪس کي شاعر جو اعليٰ خطاب نٿو ڏئي سگهجي. خصوصاً انهن ماڻهن کي، جن جو "فن ۽ فڪر" سان تر برابر به تعلق نه آهي، جيڪي صحيح الفاظ کان نفرت ۽ پاسو ڪندي، پنهنجي شاعريءَ جو اعليٰ نمونو پيش ڪرڻ کان مجبور ۽ قاصر آهن.

قادرالڪلام شاعر فطرت جي معمولي منظر کي الفاظ جو موزون جامون پهرائي، اُن کي اعليٰ علمن تائين پهچائي سگهي ٿو.

شاعر هڪ هلڪي ڦلڪي ڳالهه کي شاعرانه رنگ ۾ رڱي عالم کي سبق ڏيڻ سان گڏ، خود داد و تحسين حاصل ڪري ٿو. شاعر جي تخيل جي سامهون فلسفي گنگ ۽ لاجواب آهي.

اعليٰ حضرت غالب سنڌ جناب فيض بخشاپوري انهن جملہ خصوصيتن سان مزين، هڪ لافاني شاعر جي حيثيت سان هن سنڌ جي ڌرتي تي جنم ورتو آهي.

هزارون سال نرگس اپني بي نوري پہ روتي هي،
بڑي مشکل سي هوتا هي چمن ۾ ديدور پيدا.
(علامہ اقبال)

## غزليہ شاعري:

قديم و جديد شعرا و ادبا متفق فيصلہ سان "غزل" جي تعريف ۽ توصيف، معنيٰ ۽ مطلب اهو مقرر ڪيو آهي تہ "خواتين سان رازن ۽ رمزن، جون ڳالهيون ڪرڻ".

غزل ۽ غزليہ شاعري تي شاعرن ۽ اديبن، محققن ۽ دانشورن، بصيرت افروز ڪتاب لکيا آهن. دور جديد ۾ غزل جي لاءِ هڪ نئون سانچو "ڪالب" مقرر ٿيو آهي، جنهن ۾، اخلاقي، ادبي، سياسي، الغرض فلسفيانہ مضمون ۽ دنيا جا جملہ مسائل موجود هجڻ گهرجن. فيض صاحب پنهنجي غزليہ شاعريءَ ۾، وقت جي تقاضائن ۽ مطالبن کي ڌاڍي حسن ۽ خوبيءَ سان نڀائڻ جي حتيالمقدور ڪوشش ڪري، ڪاميابي حاصل ڪئي آهي.

## غــزل:

غزل گوئي کي جيترو آسان سمجهيو وڃي ٿو، اهو اوترو ئي مشڪل آهي. دراصل غزل جا موضوع انساني جذبات، قلبي واردات تي مدار رکن ٿا. گونا گون جذبات ۽ دائمي ڪيفيات جو اظهار موثر الفاظ ۽ دلڪش انداز ۾ اهو ماڻهو ڪري سگهي ٿو، جنهن کي ابتدا ۽ ازل کان شاعريءَ جو ملڪو، دل ۽ درد، زبان کي قدرت

حاصل هجي. قديم خواه جديد دؤر ۾ صوبہ سنڌ باڪمال شعرا پيدا ڪيا ۽ ادب ۾ اضافو آندو. چند اسماگرامي پيش خدمت آهن: غلام محمد شاهہ گدا، مير عبدالحسين خانس سانگي، علامہ محمد هدايت الله تارڪ رحہ، بسمل ٽکڙائي، محمد بخش واصف، جناب غلام سرور مغل، شيخ مراد علي ڪاظم، مولانا عبدالله اثر چانڊيہ، ڪشن چند عزيز وغيره.

پوئين دور ۾ غزل جيڪو پيڪر پساهہ پورا ڪري چڪو هو، جناب غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري، غالب جي تخيل ۽ تتبع تي غزل ۾ نئون روح ڦوڪي اهڙا اشعار آبدار چيا، جيڪي غزل جو طره امتياز بڻجي ويا. غزل ۾ بندشون نراليون، تخيل توانو، تشبيهون عمديون، انداز بيان انوکو آهي. ان جي ڪلام ۾ قديم خواه جديد غزل جا لوازمات ۽ رنگ ملن ٿا.

غزل جي لغوي معنيٰ آهي جنس لطيف سان راز ۽ نياز، عشق ۽ محبت جون ڳالهيون ڪرڻ وغيره.

سنڌي شاعريءَ جا ترڪيبي جُزا جيتري تائين صرف گل ۽ بلبل، شمع ۽ پروانو، سرو ۽ قمري، زلف ۽ ڦڻي، جام ۽ شراب، وصل ۽ هجر سان وابستہ رهيا، ايتري تائين شاعريءَ "غزل" صرف تفريح ۽ تازگيءَ، جو ذريعہ سمجهيو ويو ٿي.

حقيقت ۾ غزل جو روح واردات ۽ جذبات آهي، جيڪا ڪيفيت دل تي طاري ٿي، جيڪي واقعات مطالعي ۽ مشاهدي ۾ اچن، اُهي غزل جا وڻندڙ موضوعات آهن. انهيءَ ڪري طرز پُراثر، اسلوب خوب صورت، طريقو نئون اختيار ڪرڻ گهرجي. غزل ۾ نہ بي تڪي زبان، نہ وري بازاري الفاظ هجن. محاوره بر محل، ترڪيب چست، الفاظ بي ساختہ. حرف ڊپيل نہ مگر ڪليل، زبان صاف نہ الجهيل، زمين لتاڙيل ڪان لاڙو ڪجي. چپن مان اها صدا نڪري، جيڪا دل جي

ترجمان هجي. فيض صاحب جو غزل اهڙين صفتن ۽ خوبين جو ترجمان آهي. طوالت کي ترڪ ڪندي، غزليات جا چند اشعار آبدار پيش ڪري رهيو آهيان ملاحظه فرمايو:

اڄ ميڪده ۾ پير خرابات کي چيم،
جز جام ڇا علاج آ، غم جي اسير جو؟

❊

بي وضو آ نماز اي زاهد،
خونِ دل سان نہ آ، وضو ڇاهي؟

❊

بندگي بہ نہ ٿي سگهي جنهن کان،
اهو بندو خدا ٿيو آهي.

❊

محو آرائش و سينگار خدا خير ڪري،
جنگ جا تو ٻڌين هٿيار خدا خير ڪري.

❊

دل کي اسيرِ ڪاڪلِ پيچان ڪري ڇڏيم،
زندان گزينِ يوسفِ ڪنعان ڪري ڇڏيم.

❊

شراب و شاهد و مطرب مون کي نصيب ڪٿي،
قبا کي تار ڪري، حرمتِ بهار ڪيم.

❊

ملڪ مولا جو نہ آ تنگ خدا خير ڪري،
پاءِ درويش نہ آ لنگ خدا خير ڪري.

❊

دل ۾ شررفشان ٿي رهي، آه آتشين،
رندن ڪان دور اي خدا دوزخ جيَ باه ڪر.

❊

يا رب متاعِ درد جو، جنت معاوضو!
تڪرار ڇا ڪري، هي گدا، بادشاهہ سان؟

## فيض جي مطلع نگاري:

فيض صاحب جي غزليات جو مطالع ڪندي، ان جي مطلع نگاري مون کي ڏاڍو متوجه ڪيو. آءٌ چاهيان ٿو تہ پنهنجي قلم کان ڪم وٺندي، ان جي ڪمال لازوال کي اهلِ نظر جي نظرن آڏو پيش ڪريان.

اها حقيقت آهي تہ مطلع غزل جو روح پر فتوح آهي. غزل جي مطلع پڙهڻ سان صاحب غزل جي ڄاڻ ۽ بلند خياليءَ جو پتو پوندو آهي. مطلع جي ٻن مصَراعن کي جدا قافيہ جي جڪڙبندي سان، معنوي حيثيت کي برقرار رکندي پيش ڪرڻو پوي ٿو. گويا غزل گو غزل ۾ بلندي ۽ برتري حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي تغزل جي آرٽ ۽ جملہ سحر طرازين جي دريا کي ڪوزي ۾ بند ڪندو آهي. ڪنهن کي جو صدر دروازه، جيترو عاليشان، عمده ۽ بلند هوندو، ايترو ڏسڻ واري جي دل ۾ گهر جي عظمت جو خيال پيدا ٿيندو. اهڙي طرح مطلع بمنزلہ صدر دروازه جي انهيءَ حساب سان فيض صاحب جا مطلعات، ان جي تغزل جي ڪمال جا نمايان آئينہ دار آهن. اچو تہ انهيءَ روشنيءَ ۾ گڏجي فيض صاحب جي چند مطلعن جو مطالع ڪريون:

كنيو جو مهروش رخ تان نقاب آهستہ آهستہ.
اُفق کان جلوه گر ٿيو آفتاب آهستہ آهستہ.

بجاءِ كعبه، طوافِ نگارخانہ كيم.
ادا نماز بہ اندازِ عاشقانہ كيم.

جز تنهنجي حور و كوثر و غلمان كي ڇا كيان؟
باغِ بهشت و روضۂ رضوان كي ڇا كيان؟

مطرب و ماه پيي آ، مئي گلزار پيي آ.
جلوه يار پيي آ، موسمِ بهار پيي آ.

هو جو جلوه نما ٿيو آهي.
گويا محشر بپا ٿيو آهي.

منكر مئي، محفلِ ساقي ۾ شامل ٿي ويو.
آدميَ ناقص هيو، انسان كامل ٿي ويو.

عشق طوفان و بلا، امن و امان کان گذريو.
خوفِ دوزخ ۽ تمناءِ جنان کان گذريو.

خانۂ دل ۾ لامكان آهي.
عرش تي منهنجو آستان آهي.

آ قيامت هك اداءِ ناز سرو ناز جو.
شورِ شبِ عالم كرشمو آ كرشمہ ساز جو.

خيالِ ڪاڪلِ پيچان ۾ پيچ و تاب هجي،
شبِ فراق ۾ تا سحر اضطراب هجي.

ڪمالِ ظلم سان بيدادگر ڪمال ڪيو،
پڇو نہ حال زماني جو، منهنجو حال ڪيو.

فرازِ طور تي، ڪوئي آ بيقرار ڏسو،
بساطِ عرش تي، ڪنهن جو آ انتظار ڏسو.

جمالِ نازِ پرور آ، نمايان ناز وارن ۾،
تيو جلوه نما گويا، مهِ ڪامل ستارن ۾.

دست ۾ گيسوءِ شب رنگ خدا خير ڪري،
نانگ ڪارو نہ هڻي ڏنگ خدا خير ڪري.

وقت جنون جي يار جو، ديوار و در ملي،
هرگز نہ منهنجو صفحهءِ هستي تي سر ملي.

سرِ لاغر نہ آهي، ابروءِ شمشير جي قابل،
نہ پاءِ خستہ آهي، گيسوءِ زنجير جي قابل.

دلِ وحشي نہ آهي، دلربا جي پيار جي قابل،
نہ چشمِ نارسا آهي، رخ انوار جي قابل.

ڪيم جو بيان، داستان روئي روئي،
رئاريو مون سارو جهان روئي روئي.

خودي ڪي، خواب غفلت ڪان، جڏهن بيدار ڏسنداسون،
تڏهن روشن، ايَ همدم، ظلمتِ ڪردار ڏسنداسون.

## فيض صاحب جو انداز غزل خواني:

قدرت فيض صاحب کي جنهن نموني انداز سخن گوئي ۾ پنهنجي معاصرين شعرا ڪرام ۾ ممتاز ڪيو آهي، اهڙيءَ طرح طرزِ غزل خواني ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

صاحب موصوف دلڪش انداز ۽ موثر لب ولهجہ سان شعر پڙهندو رهندو هو، گويا سامعين ۽ ناظرين ڪرام تي هڪ نئين ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي، ۽ محفل تي رعب ڇانئجي ويندو هو.

آواز ۾ وزن ۽ وقار، عالمانہ لب ولهجہ، اتار ۽ چڙهاءُ، الفاظ جو اچار درست ۽ دلڪش، تلفظ ۾ توانائي ۽ خوبصورتي، مخرج جو مزو ۽ لطف، آهنگ ۾ موسيقي جي ڪشش ۽ جاذبيت جا سامعين ڪرام جي دل ۽ دماغ، سماعت ۽ ڪنن کي راحت رسائيندي رهندي هئي.

## تقابل پيٽ:

مون سنڌ جي دور قديم، خواہ دور جديد هجي سورهن باڪمال شعرا ڪرام جو غالب سنڌ جناب فيض بخشاپوري سان هيٺين ريت تقابلي جائزہ ورتو آهي. اهلِ ذوق، اهل بصيرت، اهل علم، اهل دل، اهل درد، پيش ڪيل ڪلام جو فهم و فراست ۽ ناقدانہ نظر سان مطالع ڪرڻ فرمائين.

دل لڳي توسان سڄڻ، اُن کي ڇڏائڻ مشڪل،
جان ٿي توتان فدا، تنهن کي ورائڻ مشڪل.
(شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ)

نالان آهه دل تنهنجي بيدادگري ڪان،
پُرنم ٿي منهنجي چشم تنهنجي تنگ نظري ڪان.
(فيض صاحب)

فڪر ۾ ره فنا، فدا "فاضل"،
موت جو ڏس سدا گهڙي تو گهنڊ.
(فاضل شاهه)

قرار ايندو ڪٿي، خلدِ برين ۽ باغِ جنت ۾،
هي لاشهءِ "فيض" آهي، ڪوچهءِ دلدار جي قابل.
(فيض صاحب)

پرتو حسنِ رخ دلدار سان ڪيئن مٽ ڪريان؟
شمع کي، يا ماهه کي، يا مهرِ عالمتاب کي.
(غلام محمد شاهه گدا)

چهره ڏٺو وچي مون رخ لالہ فام جو،
رنگِ طلوعِ، صبح هو، يا مهرِ شام جو.
(فيض صاحب)

ملڪ سخن جي شاهي، معنيٰ جو گنج ٿي،
ہي کھڙي توکي اي دل درڪار آ سدا.
(علامه تارڪ نجفي (مرحوم))

مان فن غزل ۾ ڪوئي همسر نہ رکان ٿو،
آ ناز مونکي همنشين شيرين سخني جو.
(فيض صاحب)

زلف جي ڏنگ جو وڃي، جيئن حال جوڳيءَ ڪان پڇيم،
اُن چيو "ٿيندو اسان ڪان ڪين اڙدر جو علاج؟
(رئيس شمس الدين بلبل)

آهي مطب ۾ ڪونہ معالج، ڏسو مٿان،
بازارِ حسن ۾ منهنجي دل جي دوا ملي.
(فيض صاحب)

ڪَسي دل ناز نيڻن جي سان، اُن آ غمزه بازي ۾،
تبسم لعَل لب، دلبر جو بس آ دل نوازي ۾.
(قادري)

هڪ نگاهءِ سان ٿي ڪري، حيران هزارين حوصلہ،
همنشين غمزه هٽڙ ڏس، چشمِ غمزه باز جو.
(فيض صاحب)

هڪ طرف وار ہي طرف رخسار،
ڪيئن مقابل ٿيا صبح و شام ہئي.
(مير عبدالحسين سانگي)

جڏي ڏي، چهرهءِ تابان تي زلف شام ٿئي،
بدورِ صبحِ ضَيا بار، دورِ جام ٿئي.
(فيض صاحب)

محفل ۾، زيبِ محفل، آيو جڏهن هلي،
نغمہ سرائي ۾ ٿي ويو، نغمہ خوان شروع.
(حافظ احسن چنہ)

ٿيو حسنِ جهان شرمند و حيران خدا شاهد،
جڏهن هو خوش جمال و خوبرو، حسنِ نگار آيو.
(فيض صاحب)

سخن گوئي، سخن فهمي جو چرچو چؤطرف آهي،
ملڻ جي "نور" سان چاهيو، تہ ملندو لاڙڪاڻہ ۾.
(مولانا نورالدين نور)

جهان ساري ۾ چرچو آ، هن جي خوش بياني جو،
جنابِ "فيض" کي همدم، وجي هکوار ڏسنداسون.
(فيض صاحب)

پوڄا بہ ڪري "حامي"، سجده بہ ڏئي "حامي"،
باطن ۾ ٿيو ڪافر، ظاهر ۾ مسلمان آ.
(ڊاڪٽر عطا محمد حامي)

بندهءِ عشق ٿو، ڪعبه کي صنم خانو سڏي،
ڪير ڪافر ٿو چئي، فيض مسلمان آهي.
(فيض صاحب)

ڏکن جا داغ جي دلبر، انهن کي ڪجھ نہ چئو،
وڃھو نہ هٿ عزيزو ڏکيل اڱارن ۾.
(رشيد احمد رشيد لاشاري)

رونق چرخ آ ستارن سان،
دل هو ڇا، هي نہ داغدار هجي؟
(فيض صاحب)

ڪعبه ۽ بتڪده ۾ نہ مولا کي جنهن ڏٺو،
اُن کي نہ آھ ڪوبہ عبادت ڪرڻ جو حق.
(مخدوم طالب الموليٰ)

جُز يار، ڪنهن جو دل ۾ ڪرڻ گھر نہ گھران ٿو،
ڪعبه ۾، صنم خانہءِ آذر نہ گھران ٿو.
(فيض صاحب)

ضُعف ڪان جا نہ ڇپن تائين پُڄي ٿي ڪڏهين،
سا رسي عرش تي ٿي، آهِ رسا ڪهڙي طرح.
(ديوان ليکراج عزيز)

جنبش ۾ رهي عرشِ برين، جنبش لب سان،
ڇا "فيض" تنهنجي زود اثر، آه رسا آ؟
(فيض صاحب)

ڄُڻي جندُ صبح جو منهنجي، تہ موٽي شام جو آيس،
ويس ٿي اهڙو ديوانو، جو زندان کي مون گهر سمجهو.
(مولانا عبدالله اثر)

ٿيو بهارِ عشق کان، سرسبز هو، حيران "خرد"،
اي جنون صحرا نوردي ۾ جو ويران گهر ٿيو.
(فيض صاحب)

آمدِ ساقيءِ ڪوثر کان ڀڄا سڀ فرشتہ،
لحدَ مان اُن موڪليو سوءِ جنان قسمت کُلي.
(ميوه خان موج لغاري)

لحد ۾ بوءِ مئي کان، هي فرشتہ پيي نہ ٿيا داخل،
عذابن کان ڇڏايو آه مونکي جام اي ساقي.
(فيض صاحب)

عشق وارن جا طريقہ ڪيا الله جُدا،
ڍب جُدا، ڍنگ جدا، رسم جدا، راه جدا.
(غلام سرور مغل)

عشق جي راهہ ۾ هي دام وڏا دين و ڌرم،
حلقهءِ سبحہ و زُنار خدا خير ڪري.

(فيض صاحب)

ديرو جڏهن تون سمجهين ٿو دل ۾ ئي دوست جو،
ووڙين ٿو، شوقِ وصل ۾، چو بحر و بر غلط؟

(مير مهراڻ خان "فدا" بجاراڻي)

نبض منهنجي ڪي ڏسي، ٿي چيو هن طرح طبيب،
پيٽو پنجي ويو بيمار خدا خير ڪري.

(محمد بخش واصف)

ٿي وڃي گل نہ چراغِ سحر شعر و ادب،
حضرت "فيض" آ بيمار خدا خيري ڪري.

(فيض صاحب)

**موازنہ اُردو شعر:**

موازنہ ۽ تقابل الفاظ جي تحريري صورت جدا آهي، مگر معنيٰ ساڳي رکن ٿا.

ادبي دنيا ۾ انيڪ شعرا شعر چئي رهيا آهن. هر هڪ جي سوچ ۽ سمجهہ ، فڪر ۽ خيالات ۾ فرق آهي . ڪڏهن خيال جو مرڪز ساڳيو نظر ايندو آهي، مگر محور ۾ جدا معلوم ٿيندو آهي. انهي ڪري موازنہ جي ضرورت گهٽ پوندي آهي . مگر تقابل ڪرڻ سان شاعرن جي مرغ تخيل جي پرواز جو پتو پوندو آهي.انهي پرک ۽ حظ حاصل ڪرڻ لاءِ موازنہ مزو ڏيندو آهي. اڄ مٿي سنڌي شعرا جو

غالب سنڌ جناب فيض بخشاپوري سان موازنہ ڪري چڪو آهيان، هيئت حضرت غالب سنڌ ۾ چند اُردو شعرا سان بہ موازنہ ڪرڻ موزون ۽ مناسب سمجهي رهيو آهيان.

لي تو لون سوتي مين اسكي پائون كا بوسہ مگر،
ايسي باتون سي وه كافر بدگمان هوجائيگا.
(غالب)

"پا" کي مون بزم ۾ ڏنو بوسوه،
خوف آ، پُر عتاب ٿي ويندو.
(فيض)

نكلنا خلد سی آدم كان سنتی آئی هين ليكن،
بهت بی آبرو هوكر، تيری كوچہ سی هم نكلی.
(مرزا غالب)

همدم، رقيب روسيه جو ناز مان آيو،
ٿي بي آبرَو، محفلِ دلدار مان نڪتو.
(فيض صاحب)

صبح فراق مين هی قدر شب وصال،
آتا هی ياد پيری مين عالم شباب كا.
(امام بخش ناسخ)

پير پيري ۾ پيو اي "فيض" آ،
پر غزل کي وئي جواني آ ملي.
(فيض صاحب)

## ڪُل سنڌ 18 هين ادبي ڪانفرنس گهوٽڪي:

تاريخ ٢١_٢٢ ڊسمبر سنه ١٩٥٧ع مسلسل ٻه ڏينهن زير اهتمام بزم تارڪ، زير صدارت اعليٰ حضرت مخدوم محمد زمان صاحب طالب المولىٰ، حسب ذيل مصرع طرح، صاحب طرح سيد اظهرالدين.

"اچا مستن کي گهرجي، پيو ٻه دور جام اي ساقي." جنهن ۾ ١٠٥ شعرا ڪرام شرڪت ڪري، ڪلام پڙهي، داد و تحسين حاصل ڪيو.

جناب طالب المولىٰ صاحب، فقير حضرت صوفي، جناب غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري، جناب عبدالله صاحب اثر، مولانا نورالدين نور، جناب رشيد احمد لاشاري، جناب عبد صاحب عاقلي، جناب حافظ محمد احسن چنه، سيد احسن الهاشمي، سيد غلام مصطفىٰ شاهه مظهر لڪياري، سيد فيروزالدين سيوهڻ، حاجي محمد اڪمل اوٺو، جناب خواب صاحب حيدرآبادي، جناب سيد منظور نقوي حيدرآباد، جناب ساقي سجاولي، جناب مجيدي صاحب ٺٽو، جناب عبدالڪريم صاحب تابان سکر، ڊاڪٽر عطا محمد صاحب حامي خيرپوري، جناب مدهوش صاحب دادو، سيد امير علي شاهه جامي، معصومي پراڻو سکر، ساجد سرشاري ڪراچي، عبدالمجيد مجيدي ٺٽو، جناب ساقي سجاولي، جناب اُميد خيرپوري، جناب آفاق صديقي ڪراچي، جناب خاتم جانوري روهڙي، پيرزاده محمد سليم شاهه سالم (بيروي)، جناب امر حيدري پنو عاقل، جنساب خادم صاحب پنوي، مهراج سيتلداس پنو عاقل، غلام سرور قمر حيدري خيرپوري، اوستہ غلام حسين جيڪب آبساد، جناب قطب الدين تاب جيڪب آباد، حاجي محمد عالم صاحب عالم ڪراچي خيرپوري ماٿيلوي، جناب غلام محمد غلام ڪلاچي ميرپور ماٿيلو، جناب قادر بخش بشير ميرپور برڙو، جناب عبدالڪريم

صاحب گدائي جيڪب آباد. جناب واحد بخش عاشق لاڙڪائي، قربان علي نقشبندي دادو. جناب محمد علي صاحب ذوق ڪنڌ ڪوٽي. جناب آغا گل حسن صاحب سلطان ڪوٽي. جناب مومن مليرائي ڪراچي. مولانا حبيب الله لاڙڪائي. جناب منظور همايوني. جناب نياز همايوني. جناب سيد شان بخاري جيڪب آباد. جناب سيد شاڪر بخاري جيڪب آباد. جناب غلام قادر مظفر ميرپور ماٿيلو. جناب سيد سردار علي شاھ ذاڪر گھوٽڪي. جناب دادن فقير لاڙڪائي. جناب اختر صاحب سهسواني گھوٽڪي. سيد تراب علي شاھ تراب گيلاني گھوٽڪي. جناب سيد نور محمد شاھ نور گيلاني گھوٽڪي. جناب رشيد احمد صاحب رشيد لاشاري. اسٽيج سيڪريٽري جا فرائض انجام ڏئي رهيو هو. صاحب موصوف هرهڪ شاعر کي اسٽيج تي گھرائڻ لاءِ شعر ۾ في البديه دعوت ڏئي رهيو هو. هن کان اول سنڌ جي ڪنهن بہ مشاعره ۾ اهو طريقو نہ ڏٺو ويو هو. هن عمل تي هرهڪ شاعر کي خوشي ۽ اچرج هئي.

جناب غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري کي دعوت فڪر ڏيڻ لاءِ جناب رشيد احمد صاحب هي شعر ڏاڍي پياري انداز ۾ پڙهيو:

سنڌ جو غالب اچي ٿو، ترجمانِ سنڌ ٿي،
جڻ لسانِ غيب آهي، اڄ لسانِ سنڌ ٿي.

شعرا ڪرام جو ڏيان ڇڪجي ويو. هرهڪ صاحب جي مرڪزِ نظر بڻجي ويو. فيض صاحب ڏاڍي طمطراق سان اسٽيج تي اچي، پنهنجي مخصوص انداز ۾ ڪلام پڙهيو. شعرا ڪرام کين داد ڏنو. انتخاب پيش ڪجي ٿو:

سرور آيو نہ جنت ۾ جو پيتم جام اي ساقي،
شرابِ ناب پي آ روغنِ بادام اي ساقي.

ڪيو جامِ فنا، هن مست پا ڪي، تيز پا ڪيڏو،
ڪيم راهِ عدم ڪي، با خدا هڪ گام اي ساقي.

پگم شورِ جهان ڪان گور ۾ پي جامِ تنهائي،
ڏنو محشر نہ هت مونکي ڪرڻ آرام اي ساقي.

لحد ۾ بوءِ مئي ڪان، هي فرشتہ پيي نہ ٿيا داخل،
عذابن ڪان ڇڏايو آهہ مون ڪي جام اي ساقي.

خدا شاهد زمين تي، آسمان تي، عرش تي پيتم،
رهيو هرهڪ جڳهہ منهنجو هي، شغلِ جام اي ساقي.
شرابِ عشق پيي، آ بندگي ڪان عاشقي بهتر،
بوقتِ نيم شب ٿيو "فيض" ڪي الهام اي ساقي.

موسم گرم هوندي بہ اڄ سعيد رات ساقي "رديف"
جي سعادت جي بدولت وٽندڙ ۽ روح افزا ٿي لڳي، هوا جا قاصد شاعرن جا شيرين شعر سامعين اهلِ دل، اهلِ درد ڪي دور درد پهچائي رهيا هئا.
نغمہ و سرود جي لطف دلين ڪي مسرور ۽ مخمور بڻائي ڇڏيو. چوطرف چپ چاپ لڳي پئي هئي، صرف محفل مشاعره جو لائوڊ اسپيڪر جو آواز گهوٽڪي شهر جي مٿان غالب هو، هوڏانهن غالب سنڌ جي ڪلام بلاغت نظام جي رنگيني، جدت، ادا، حسن تخيل جي مقناطيسي طاقت دلين ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪي رهي هئي. ماٺهن جي مهر خاموشي ٽٽي وئي، پوري مشاعري ۾ واهہ واهہ، خوب خوب

جا نعره بلند ٿي ويا. سبحان الله سبحان الله جي صدا ۽ مڪرّر مڪرّر جي مسلسل آواز فيض صاحب کان وري وري شعر ٿي پڙهايو. جناب طالب المولىٰ صاحب بہ بي انتها داد ڏنو. رشيد صاحب اُتي اچي کين پاڪر پائي حاصل مشاعره جي مبارڪباد چئي.

**انتخاب لاجواب:**

**تاريخ ٢٢ ماهہ ......... سنہ ......... بوقت ١١ بجہ صبح ميونسپل پارڪ گهوٽڪي ۾ جمعيت الشعراءِ سنڌ جون چونڊون ٿيون.**

**صدر: مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ**
**نائب صدر: غالب سنڌ جناب فيض بخشاپوري**
**سيڪريٽري جنرل: شاعر اهلبيت سيد اظهر گيلاني**
**سيڪريٽري: دلشاد اخترَ سهسواني**
**خزانچي: جناب محمد رمضان احقر افغان**

**چونڊن کان بعد عهديدارن تي گلن جي ورڪا ٿي، گلن ۽ نوٽن جا هار پارايا ويا. مبارڪباد جا نعره فضا ۾ بلند ٿي گونجڻ لڳا.**

**خيال جو ٽڪر**

مان فنِ غزل ۾، ڪوئي همسر نہ رکان ٿو
آ ناز مون کي همنشين شيرين سخني جو
(فيض صاحب)

اچن در مضامين، صورتِ الهام "اي اظهر"
سخن جو آهيان پيمبر، نہ ڪوئي شڪ گمان آهي
(اظهر گيلاني)

فقيري ۾ ڪيان ٿو پرورش شاهن، گدائن جي
اڇي ڪوئي سڪي مونکان، روش هاء فقيرانه
(فيض صاحب)

فقيرن جي صدا آهيان، ڏيڻ جي خو ازل کان آ،
علي جي گنج مان جهوليون ڀري ڏيان ٿو فقيرن کي
(اظهر گيلاني)

تصور مون ڪيو هن جو، اچي شل خواب ۾ مون وٽ
ٿيم محوِ تصور مان، نه هڪ پل مون کي خواب آيو
(فيض صاحب)

تصور ۾ اچي پهتو، اکين جي محل ۾ "اظهر"
لڳي وئي اک ، نه لڳندي اک، کُلي وئي اک، نه خواب آيو
(اظهر گيلاني)

بجز تنهنجي، رهان ٿو يار بيگانو، دو عالم کان
نه ڪنهن سان دشمني آهي، نه ڪنهن سان آشنائي آ
(فيض صاحب)

محبت تنهنجي ۾ هر دوجهان کي ترڪ ڪرڻو پيو،
نه ڪنهن سان دوستي آهي، نه ڪنهن سان دشمني آهي
(اظهر گيلاني)

ستم کي مون ڪرم سمجهيو، جفا کي مون وفا سمجهيو
نہ اهڙي بيوفائي جو، هيو وهم و گمان مون کي
(فيض صاحب)

ستم ڪرم آ، جفا وفا آ، ٿي بيوفائي، وفا برابر
زبان منهنجي سڙي پئي جي، اکر گلا جو زبان مان ڪري
(اظهر گيلاني)

**سرقہ ۽ توارد:**

مٿيان ٻئي الفاظ گويا اسان جي شاعري جون ٻہ مشهور و معروف اصطلاحون آهن. ٻئي عربي الفاظ آهن ۽ لغوي اعتبار سان ٻنهين ۾ فرق آهي:

(۱) سرقہ سڏي نئين چوري يا ڌاڙو آهي، جو هڪ شاعر ٻي شاعر جي ڪلام جو ترجمو ڪري، ۽ ترجمو نہ ڄاڻائي.

(۲) توارد يعني ٻن شاعرن ساڳي خيال جو پاڻ ۾ ادبي ٽڪر ٿئي. ائين سمجهو تہ ٻن شاعرن جو جزوي يا ڪُلي طرح تي مضمون نظم ٿي وڃي. هيٺ ٻن نامور حضرات فيض صاحب بخشاپوري ۽ سيد اظهر جي توارد جا چند مثال پيش ڪجن ٿا:

شهيد ناز جي تربت کي پيي مٽائي ڇڏ،
نہ يادگار رهي ڪو، هي يادگار سهي
(فيض صاحب)

ٿئين نہ شهر خموشان ۾ پيي خوار نہ آءُ،
شهيدِ ناز جَي ترتبت تي بار بار نہ آءُ
(اظهر گيلاني)

## صنعت و حرفت:

هڪ شاعر جڏهن فڪر و فن جون ابتدائي منزلون طي ڪري ويندو آهي، تڏهن اُنجي خيال ۾ ايندو آهي تہ ڪلام ۾ ڪي نيون نڪوريون ڪاريگريون پيدا ڪجن، جن سان ادب ۾ اضافو اچي. پوءِ هو لفظن ۾ ڦير ڦار، جوڙجڪ، وڪڙ سڪڙ آڻي. صنعتن مان اختراع ڪري نين صنعت کي جنم ڏي ٿو. صنعتن جا ٻہ قسم ٿين ٿا. هڪڙيون لفظي ۽ ٻيون معنوي. هت غالب سنڌ جي ڪلام مان چند صنعتون پيش ڪجن ٿيون:

### (1) صنعت سهل ممتنع:

سمجهاڻي: ڪلام نهايت سولا ۽ سادا، سليس ۽ با محاوره الفاظ ڪم آڻجن، جيئن پڙهڻ سان ذهن تي زور ڏيڻ بدران ڪلام جو مطلب ۽ مفهوم سمجھ ۾ اچي.

ڏسڻ چاهين اگر صورت خدا جي
وڃي ڪر بتڪده ۾ بت پرستي

خاڪ منهنجي ڪان پڇ جي پيڇو اٿئي
ذرّه ذرّه ۾ هڪ زبان آهي.

### (2) صنعت تام مماثل:

سمجهاڻي: هڪ ڪلام ۾ ساڳيو لفظ ڪم آڻجي، مگر جدا جدا معنيٰ جو دعويدار هجي.

ڏٺو جنهن شيشہ رخ کي، تہ پنهنجو رخ نظر آيو،
جهان ۾ چمڪندو همدم، رخ آئينہءِ رو آيو.

**(3) صنعت تعليف:**

سمجهاڻي: فخريہ انداز ۾ گفتگو ڪرڻ، شيخي مارڻ، وڏائي ڳالهہ ڪرڻ، ان کي تعليف ڪوٺيو ويندو آهي. اصطلاح ۾ شاعر پنهنجي حق ۾ نهايت مبالغہ آميز الفاظ شعر ۾ موزون ڪري:

الڳ آهي، سخن گوين کان اندازِ بيان منهنجو،
منهنجا اشعار آهن، هر گهڙي دست حريفان ۾.

ٿي وڃي گل نہ چراغِ سحر، شعر و ادب،
حضرتِ "فيض" آ، بيمار خدا خير ڪري.

**(4) صنعت تڪرار:**

سمجهاڻي: شعر ۾ هڪ لفظ بار بار خوبصورتيءَ سان ڪم آڻجي:

ڪري توبهہ، پڳہ توبهہ، پو توبهہ کان ڪيم توبهہ
ڪرم جو ٿي ويم ڪالب، ڪرم ۾ هو جناب آيو

**(5) صنعت لزوم مالايلزم، التزام:**

سمجهاڻي: هڪ شاعر هڪ امر يا چند امور جو جيڪي ضروري نہ هجن غزل جي هر شعر ۾ التزام ڪري:

غضب آ، ظلم آ، قهر و قيامت،
سرِ محفل عدو سان بي حجابي.

**(6) صنعت لف و نشر مرتب:**

سمجهاڻي: لف مان مراد آهي پهرين مصرع ۾ چند چيزن جو ذڪر ڪيو وڃي. ان جي ٻي مصرع ۾ جيڪڏهن مٿين سلسلہ موجب

ترتيب وار لفظ نشر ڪيا تہ اها صنعت "لف و نشر مرتب" ڪوٺي ويندي، جي ترتيب بدلجي وئي تہ ان کي "لف و نشر غير مرتب" سڏيو ويندو.

خمار عاشقي آهي، شعور بندگي زاهد،
حضورِ يار ۾ حاضر ٿيس، نشي جي حالت ۾.

( **7**) **صنعت ترصيح:**

سمجهاڻي: زيور تي جوهر جو جڙاءُ، شعر خوبصورت ٽڪرن ۾ پيش ڪرڻ وغيره.

المست اکين تي مستانہ دنيا کان يگانہ بيگانہ،
ديوانہ چون ٿا ديوانہ، دانا نہ سهي ديوانہ سهي.

( **8**) **صنعت ضرب المثال**

سمجهاڻي: ڪلام ۾ پهاڪا ڪم آڻڻ.

پوشيده زليخا هئي، يوسف جي محبت،
رسوا ٿي تڏهن حسن جي بازار مان نڪتو.

( **9**) **صنعت تشبيہ:**

سمجهاڻي: هڪ شي سان، ٻي چيز جي ڀيٽ ڪجي:

سبب ڪهڙو جو اهل مال، تنهنجي ڪن شڪايت ٿا؟
الاهي ڏوم آ تنهنجي ڪرم جي، تنگ دستن ۾.

عشق جي راهہ ۾ هي، دام وڏا، دين و ڌرم،
حلقئہ سبحہ و زنار خدا خير ڪري.

تشبيه ۽ استعاره ڪلام جي سونهن ۽ سوڀيا، زيب ۽ زينت جو باعث ٿين ٿا. نازڪ مزاج طبيعتون انهيءَ راهه ۾ نئين نموني جي تلاش ۾ جستجو ڪي جاري رکنديون آهن. مشرقي مذاق ۾ علم انهيءَ عمدگي کي اوج ۽ عروج تي رسايو آهي. فيض صاحب جو ڪلام اهڙين عمدين تشبيهن ۽ صنعتن سان ڀريو پيو آهي، ڪهڙا مثال ڏئي ڪهڙا ڏجن؟ انهيءَ مضمون ۾ سلسله کي اتي اڪتفا ڪندي، رهوارِ قلم کي ٻي ادبي ميدان ۾ ڊوڙايان ٿو.

**سهل ممتنع:**

شعر ۾ اهڙا سڌا ۽ سنواٽا، سندر ۽ سنوپرا، سولا ۽ سٺا، الفاظ استعمال ڪجن. جيئن شعر پڙهڻ ۽ ٻڌڻ واري کي شعر جي مطلب ۽ مضمون سمجهڻ ۾ دير نه ٿي. جڏهن ڪو شاعر اهڙو شعر پڙهي، هو پنهنجي دل ۾ ائين چئي ته "آءٌ به اهڙو شعر چئي سگهان ٿو." مگر ڪوشش ڪرڻ تي ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پويس.

خيال جي سادگي انهيءَ حد تي به پهتل نه هجي، جو هر نافهم ۽ جاهل جي نگاهه، ان تائين پهچي وڃي. سادگيءَ مان اها مراد آهي، ته خيال ۾ پيچيدگي ۽ وڪڙ الجهاءُ ۽ اٽڪاءُ نه هجي.

هن وفا نا آشنا کي، ڇا خبر، ڇاهي وفا؟
بيخبر حسن و شباب زيب تي مغرور هو.

ستمگر کي نه آيو، رحم هرگز
نه ڪافر کي ڪڏهن آيو خدا ياد

چمڙو نه آفتاب کي، اي همنشين ڏسي،
بي نور جو قصور آ، يا هن جي نور جو.

ڇو ڏيان مان، ڪڏهن نہ ڪانگن کي؟،
دل کي منظور دلربا نہ ڪري.

ڏسڻ چاهين اگر قدرت خدا جي،
وڃي ڪر بتڪده ۾، بت پرستي.

يارب نہ آهہ، منهنجي گناهن جو ڪو حساب،
ڪر بي حساب لطف، ڇڏي ڏي حساب کي.

**مشڪل پسندي:**

فيض صاحب جي ڪلام پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ عوام کي دقت پيش ايندي رهي ٿي. انهيءَ جا بہ سبب آهن. هڪ تہ علم جي ڪمي ۽ ڄاڻ گهٽ ۽ ٻيو سخن فهمي ۽ سخن درسي جي طرف ڪم توجهي آهي. هر هڪ شاعر جو انداز بيان الڳ آهي، ڇا شاهہ عبداللطيف جو سنڌي ڪلام، مرزا غالب جو اردو ڪلام، مرزا عبدالقادر "بيدل" جو فارسي ڪلام ڏکيو نہ آهي. اهل ذوق پنهنجي ذوق ۽ شوق کي پوري ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوششون ڪندا رهندا آهن. انهن باڪمال شعرا جي ڪلام کي سمجهڻ ۾ حظ حاصل ڪرڻ لاءِ دانشورن جون شرحون لکيل آهن. مون سنہ ١٩٧٨ع "فڪر فيض" جي نالي سان جناب غالب سنڌ جي ڪجهہ ڪلام جي شرح لکي ۽ ڇپرائي هئي. هن مشڪل پسند شاعر جي ڪلام کي سمجهڻ لاءِ پر پيچ ڪلام بلاغت نظام تي شرح لکڻ گهرجي. هن تحريري سلسلہ جي آخر ۾ مون "فيض" صاحب جي ڪلام کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ چند اشعار آبدار جي مختصر شرح لکي آهي، جنهن مان اهلِ ذوق حضرات حظ حاصل ڪري سگهندا.

**پنجن شعرن جي شرح:**

غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جو، مطالع نهايت وسيع تر آهي، جَنهن ۾ فارسي شعرا حضرات مرزا عبدالقادر دهلوي، جناب صاحب تبريزي، اردو ۾ شهنشاهه متغزلين جناب مير تقي مير، اعليٰ حضرت مرزا غالب، حڪيم مومن دهلوي، سيد علي "نقي" "صفي" "لکنوي"، "مرزا" "ذاڪر" حسين صاحب "ثاقب" لکنوي، علامه اقبال، سنڌي شعرا حضرات مان شاعرن جي شاهه جناب عبداللطيف ڀٽائي، اعليٰ حضرت سچل سرمست جا ڪتب مطالع ۾ رهيا. سنڌي جو مشهو مثل آهي تہ "گدرو، گدري ڪي ڏسي اصل رنگ ۾ رڱجي ٿو." "جهڙي محبت، تهڙو اثر."

جناب فيض صاحب جي مرغ تخيل جو پرواز آفاقي ۽ اوچو رهيو آهي. انهيءَ اڏام جو اثر ڪلام تي پوئو آهي. انهيءَ خصوصيت جي ڪري، ڪيس علمي ۽ ادبي دنيا "غالب سنڌ" جي لقب سان نوازيو. فيض صاحب جي بلند پروازي، پيچ و خم، ۽ انداز بيان، عوام الناس جي سوچ ۽ سمجهه، ذهن ۽ ذڪا کان بلند ۽ بالاتر رهيو. انهيءَ ڪري هر صاحب مطالع، پوري طرح لطف اندوز نٿو ٿي سگهي. اهو سبب آهي، جو ڪيترا حريف ۽ حاسد "فيض" صاحب جي ڪلام تي بي جا تنقيد ڪندا رهيا آهن. انهيءَ جا ٽي مکيه سبب آهن. علم جي ڪمي، معياري محفلن ۽ مشاعرن کان ڪناره ڪشي، سخن فهمي ۽ سخن دانيءَ سان ازلي عداوت، پوءِ سخنور جو سخن ڪيئن سمجهه ۾ ايندو؟ چوندا آهن: "جيتري نظر، اوتري خبر"

فيض صاحب فرمائي ٿو:

چمڙو نہ آفتاب ڪي، اي همنشين ڏسي،
بي نور جو قصور آ، يا هن جي نور جو.

فيض صاحب جي ڪلام ۾ دنيا جي مسائل کان علاوه تصوف جا باريڪ نڪتا، سلوڪ جا اسرار ۽ رموز بيان ٿيل آهن انهي ڪري بغير شرح جي، "فيض" صاحب جي ڪلام جو مطلب ۽ مفهوم سمجهڻ نه صرف ڏکيو مگر محال آهي. انهي مشڪل ترين مقصد کي مدنظر رکندي مون سنه ١٩٧٨ع ۾ جناب "فيض" صاحب جي چند اشعار آبدار جي شرح بنام "فڪر فيض" ڪتاب ۾ لکي هئي. انهيءَ ڪتاب ادبي ۽ علمي دنيا ۾ ڏاڍي مقبوليت حاصل ڪئي.

نڪو ماهر ڪرشمہ، نه ڪليد قفل ابجد
ٿئي شرح شعر ڪنهن کان، کلي باب گنج ڪنهن کان؟

معنيٰ: ڪليد، ڪنجي، قفل تالو

| ا | ب | ج | د | ه | و | ز | ح |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ١ | ٢ | ٣ | ٤ | ٥ | ٦ | ٧ | ٨ |
| ط | ي | ڪ | ل | م | ن | ن | ع |
| ٩ | ١٠ | ٢٠ | ٣٠ | ٤٠ | ٥٠ | ٦٠ | ٧٠ |
| ف | ص | ق | ر | ش | ت | ث | خ |
| ٨٠ | ٩٠ | ١٠٠ | ٢٠٠ | ٣٠٠ | ٤٠٠ | ٥٠٠ | ٦٠٠ |
| ذ | ض | ظ | غ | | | | |
| ٧٠٠ | ٨٠٠ | ٩٠٠ | ١٠٠٠ | | | | |

هن دنيا ۾ صاحب دل، صاحب معرفت، صاحب ولايت بالڪل گهٽ آهن. اهڙيون اعليٰ هستيون قدرت ڪامله جي ڳجهه تائين پهچي عوام کي ڳجهه جي ڳالهين کان باخبر رکي سگهن ٿيون. انهي منزل تي رسڻ لاءِ هيٺين پنجن علمن جي ضرورت آهي. (١) علم لغت (٢) علم معنيٰ (٣) علم بيان (٤) علم عروض (٥) علم تصوف.

ان گنج ۾ علم ۽ ادب جا بيش بها موتي ۽ هيرا راز ۽ رمزن جي دولت موجود آهي. ليڪن انهيءَ خزاني جي دروازي تي "ابجد" جو حروف حساب ڪلف لڳل آهي. جنهن کي "عامل، ڪامل ۽ شاعر" معروف جي حساب ۽ زور تي مخفي خزاني يعني "ڪُنت ڪنزا" "صحيفا" جي مصداق موجب در ڪولي گنج جو مالڪ بڻائي سگهي ٿو.

نوٽ: ابجد جي حساب سان تعويزات لکڻ مهل زائچو ڪڍيو ويندو آهي، ڪنهن مسجد، محل، ڪوٽ، قلع جي تعمير ڪرڻ وقت سنه لکيو ويندو آهي. اڪثر ڪري شعرا حضرات نظم ۽ نثر جي ڪتابن شايع ڪرڻ وقت ماده تاريخ ۾ سن ڪڍندا آهن.

لسان فيض، لسان سروش عالم غيب
نزول شعر، نزول صحيفه و آيات

معنيٰ: لسان، زبان، ڄڀ، سروش، خوشخبري ۽ رسائيندڙ فرشته جبريل امين، نزول، لهڻ هيٺ اچڻ نازل ٿيڻ.

صحيفه: ڪتاب، پستڪ، يا رسالو

شرح: آءٌ "متشاعر" اڌورو، يا ٻي ڪان لکائيندڙ شاعرن مان نه آهيان. جو آءٌ پنهنجي فڪر جي دامن کي زور سان جهلي، بي موقع پنهنجي طبيعت کي مجبور ڪري، شعر چوان. بلڪ اعليٰ خيالات، عمده الفاظ منهنجي چوطرف قطار ٻڌي عرض ڪندا آهن ته پنهنجي ڪلام ۾ جاءِ ڏي. درحقيقت منهنجي زبان، غيب جي عالم جي زبان آهي، مون تي اشعار ائين نازل ٿيندا آهن. جيئن انبيا ڪرام تي آيتون ۽ صحيفه نازل ٿيندا رهندا هئا. انهيءَ ساڳي مضمون کي لسان الغيب حضرت حافظ شيرازي رحه هن نموني پيش ڪيو آهي:

مولوي و مثنوي و معنوي،
هستُ قرآن در زبانِ پهلوي.

شاعرن جي شاهه هينئن فرمايو آهي:

جي تون بيت ڀائين، سي آيتون آهين،
نيو من لائين پريان سندي پار ڏي.

غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي مٿين مضمون جي مرزا اسد الله غالب هن نموني تصديق ۽ تائيد ڪئي آهي:

آتے هين غيب سے يہ مضامين خيال مين،
غالب صرير خامه نوائے سروش هے.

مرزا غالب مٿين شعر ۾ فرمائي ٿو تہ "آءُ خود شعر چوڻ جي ناڪام ڪوشش نہ ڪندو آهيان، بلڪ مضامين خود بخود غيب کان اچي، گهربل هنڌ تي جاءِ وٺندا آهن. منهنجي قلم فصاحت رقم ۾ "جبريل" جي آواز جهڙو چرڙاٽ سمايل آهي. انهي سلسلي ۾ شارح سيد اظهر گيلاني جو شعر ملاحظہ فرمايو:

صورت نظم مضامين ٿين ٿا نازل
بعد اظهر وري الهام اچي يا نہ اچي

نوٽ: مٿي فيض صاحب جي ڪلام ۾ نزول جو لفظ استعمال ٿيل آهي. جناب حافظ خير محمد صاحب اوحدي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندي چيو آهي تہ "شعر جو نزول ٿيڻ، انبيائي ڪرام جي شان ۾ گستاخي جو دليل آهي". مون چيو نزول: جي لفظي معنيٰ "لهڻ" آهي. الهام جي معنيٰ "خدا جي طرفان دل تي ڪنهن ڳالهہ جو ظاهر ٿيڻ" آهي. انسان ضعيف البيان، حاڪمن جي حاڪم

الله تبارڪ و تعاليٰ جي آڏو مجبور آهي. هو ذات مختيار آهي. الله جي حڪم کانسواءِ ڪک پن به چري نٿو سگهي. شاعر کي به حڪم ٿئي ٿو ته هو ڳجهه جون ڳالهيون ڪندو رهي ٿو. اهڙي طرح پکين کي به حڪم ٿئي ٿو. هو صبح جو سويرو، چون چون جي پاڄهاري ٻوليءَ ۾ عبادت ڪن ٿا. شاهه صاحب مجبوري جي فلسفه کي هن نموني حل ڪيو آهي.

هلائي ته هلي هلان، بيهاري ته بس،
واڳ ڌڻي جي وس، آءٌ ڪا پاڻ وهيٽي.

ڪليم، شان ڪليمي کي خير باد چوي،
غلام ساقيءِ ڪوثر سان همڪلام ٿئي.

معنيٰ ڪليم: سخن گو ڳالهائڻ وارو حضرت سموسيٰ "ڪليم الله" جو لقب آهي. هو طور جبل تان الله پاڪ سان هم ڪلام ٿيندو.

ساقيءِ ڪوثر: حضرت محمد صلي مصطفيٰ احمد مجتبيٰ ﷺ

شرح: جناب غالب سنڌ ڳالهائڻ جي خيال ۾ اچي، حضرت موسيٰ کي پاڻ سان ڳالهائڻ جي دعوت ڏيندي، فخر ۽ ناز سان چوي ٿو ته "اي موسيٰ جيڪڏهن توکي خدا پاڪ جي ذات والا صفات سان ڳالهائڻ تي ناز آهي، ته آءٌ ساقي ڪوثر حضور علي عليه السلام جو ادنيٰ غلام آهيان. جيڪڏهن تون مون سان ڳالهائڻ گهرين ٿو ته پوءِ پنهنجي ڪليمي شان جو خير نه گهر.

گناه ترڪ گنه پيي ڪريان اي شيخ اگر،
ڪريم، ترڪ ڪري، شيوه ڪريمانه.

معنيٰ: شيوه، عادت خو، هير

شرح: هڪ طرف فطرت جو جهڳڙو، ٻي طرف ڪريم جي

ڪريميءَ جو رنگ گناهگار گناهه جي ڪوشش ۽ ڪاوش ۾ مصروف. شيخ جو رشد و هدايت تي زور. شاعر جو چوڻ آهي تہ "اي شيخ آءٌ گناهہ کي گناهہ سمجهي، گناهہ ترڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڇي ڪريان؟ جيئن تہ ڪريم شروع کان ڪرم ڪرڻ جو عادي آهي، هو ڪڏهن بہ پنهنجي ڪرم ۽ بخشش ۾ ڦيرو ۽ فرق نہ آڻيندو. باقي آءٌ هڪ خاطي، خطاڪار. خطا ڪرڻ کان ڇو باز اچان؟ ڪريم پنهنجي ڪريمانہ صفت ۽ فطرت کان مجبور. تہ آءٌ ان جي ڪريمانہ ڏي تي شادان ناچار آهيان. گناهہ کي سمجهي گناهہ ڪندو رهيو آهيان ۽ گناهہ ڪندو رهندس. ڇو تہ هو وڏو ڪرم نواز ۽ بخشڻهار آهي.. مٿين موضوع تي علامہ تارڪ رح جو صنعت واسع الشفتين "يعني پڙهڻ ۾ چپ سان چپ نہ لڳندو. ملاحظہ فرمايو.

جن کي سائين رهي ٿو، تنهنجو توهُ.
تن تي کهڙو گناهہ يا ڪو ڏوهُ.

سمجهو مون آهہ خوب، جهان خراب کي،
ديوانگي ڏسو، چيم دريا سراب کي،

معنيٰ: سراب، صحرا، رڻ پٽ، چولستان

مطلب غالب سنڌ چئي ٿو "مون جهان خراب يعني خرابات کي عارفانہ اکين سان ڏٺو آهي، هو مون کي عام ماڻهن وانگر مون کي دوکو نٿو ڏئي سگهي. رڻ پٽ کي ڏسبو تہ درياہ وارو منظر پيش ڪندو. ويجهو وڃبو تہ اهو ئي رڻ پٽ هوندو. دنيا جو نقشو سامهون رکي ڏسبو تہ پوري دنيا جي چوطرف پاڻي آهي. گويا هي دنيا هڪ خشڪ پيٽ جي صورت ۾ موجود آهي. انهي مضمون کي شارح هن نموني نظم جي نفيس ڏاڳي ۾ تسبيح جي مٽين وانگر پوتو آهي.

دنيا بذات خود هڪ باطل جو خواب آهي،
نظاره اُن جو هرهڪ مثل سراب آهي،
نقشہ مان تي ٿو ظاهر، هر نقش برآب آهي،
هرهڪ سوال جو هت، الٽو جواب آهي،
سمجهو حساب وارن، سارو حجاب آهي،
دنيا کي سمجهي دنيا، امر محال آهي.

**ڪتب ۽ ترتيب:**

غالب سنڌ حضرت فيض صاحب جا چار مجموعہ ڪلام هيٺين نالن سان منظر عام تي اچي چڪا آهن. (۱) شعلئہ عشق، ۱۸ جنوري سنہ ۱۹۵۸ع (۲) خمخانئہ فيض، مئي ۱۹۶۵ع (۳) گنجينہء فيض، جنوري ۱۹۸۱ع (۴) سرچشمہء فيض، اردو (۵) جولا سنہ ۱۹۸۹ع.

فيض صاحب سنڌي زبان جي ۵۲ حروف تي ڪوبہ رديفوار ديوان قلمبند نہ ڪيو آهي. مون جملہ مٿين ڪتابن کي سامهون رکي نئين نموني جي ترتيب ڏني آهي. دوستن جي مشوري سان هن مجموعہ ڪلام جو نالو "ڪليات فيض" تجويز ڪيو آهي. حمد و نعت کان بعد قافيہ، رديف وار غزليات لکيا آهن، جن جو قافيہ ۽ رديف ساڳيو آهي، انهن کي وچ ۾ رکيو ويو آهي، آخر ۾ اردو غزليات ۽ اردو جا نظم درج ڪيل آهن.

**اشعار جو انگ:**

سنڌي نعت (۱۷) سنڌي غزل (۱۶۲) سنڌي نظم (۴۳) سنڌي قصيده (۵) سنڌي رباعيون (۵) سنڌي قطعا (۱۰) اردو نعت (۲۳) اردو غزل (۹۲) اردو نظم (۱۲) اردو قطعا (۴) اردو قومي ترانا (۳) فارسي غزل (۱) بلوچي غزل (۹) سرائڪي غزل (۱)

اها حقيقت آهي تہ فيض صاحب جي ڪليات جواهر آبدار جو گنج شائگان آهي، جنهن جو هر ورق پنهنجي دامن ۾ بيش بها جواهر جرڪائي رهيو آهي.

انهن جي پڙهڻ، پرکڻ، ذهن نشين ڪرڻ لاءِ عقل ۽ ادراڪ، ذهن ۽ ذڪا، وقت ۽ مهلت، جوهري ۽ پارکو جي نظر درڪار آهي. شعر:

آسان ڪم ڪٿي آ، فن سخن اي "اظهر"
رت سان ٿو شعر لکجي، اَفڪار جي قلم سان.

جناب فيض صاحب جي سعادتمند ۽ فرمانبردار پائٽيہ جناب نواز علي ٻومڪي جي دم ۽ قدم، ڪوشش ۽ قرباني، همت ۽ استقلال جي باعث فيض صاحب وفات حسرت آيات جي ڏينهن "ورسي" تي هر سال زر ڪثير خرچ ڪري پاڪستان سطح تي ادبي ڪانفرنسون، سنڌي اردو مشترڪ مشاعره، اشاعتي ۽ نشري پروگرامن کي عملي جامون پهرائيندو رهندو آهي.

صاحب موصوف پنهنجي بزرگ ترين هستي ۽ سنڌ جي قادرالڪلام شاعر ۽ اعليٰ اديب جي ياد کي تازه برقرار رکڻ لاءِ جيڪي ڪاوشون ۽ ڪارنامہ انجام ڏنا آهن، انهن جي لاءِ هن کيرون لهڻيون، واقع اهي قابل تعريف، ۽ ناقابل فراموش آهن. شعر:

ذاتي جوهر آدمي جو، جرڪندو جڳ ۾ رهي،
ڪٿ چمڪ موتي کان ٿيندي آهہ اي "اظهر" جُدا؟

هي داستان پُر لطف بہ آهي، پُرڪيف پڻ. فيض جو ڪلام شرح جو محتاج بہ آهي، بسط جي قابل پڻ، ليڪن پلو ٿئي پنهنجي بي بضاعتي جي خوف ۽ اهل ذوق جي نزاڪت طبع جي انديشي جو، جنهن هن کي تشنئہ تڪميل تي رکيو. شعر:

اجل جي آڏو عمر آ ياقي،
يار جي زنده صحبت باقي.

**سيد اظهر گيلاني**
حيدري منزل گهوٽڪي
٩ محرم الحرام ١٤٢٥هه
ڇهرين مارچ سنه ٢٠٠٤ع

## تقريظ:

راقم الحروف اهڙي درياءِ بيڪران ۾ دست و پا هڻي رهيو آهي جنهن ۾ ترڻ هرڪس و ناڪس جو ڪم نہ آهي. اهو آهي بر صغير جو عظيم الشان محترم المقام شاعر شهنشاه تغزل غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري صاحب. هي اها شخصيت آهي جا تعارف جي محتاج نہ آهي. هن درويش خدا مست و عاشق رسول صلعم جي آفاقي و بي بدل و مثل و همہ گير شخصيت و عارفانہ ڪلام بلاغت نظام تي تبصره ڪرڻ لاءِ مون وٽ اهڙا الفاظ نہ آهن جو انهي تي تبصرو ڪريان مگر ايترو ضرور چوندس ۽ انهيءَ تي مون کي فخر و ناز آهي جو حضرت فيض صاحب جي فيض صحبت جيترو راقم الحروف کي حاصل ٿيو آهي ۽ مستفيض ٿيو آهي ايترو پيو شايد ڪنهن کي نصيب ٿيو هجي! فيض صاحب جو حلقہ تلاميذ و معتقدين و احباب هن وقت وسيع تر آهي اجا بہ هن فطري و آفاقي شاعر جي شخصيت و عارفانہ ڪلام کي دنيا نہ سمجهي سگهي آهي. اهو وقت دور نہ آهي جو هن شهرهء آفاق جو ڪلام ساري دنيا جي گوشي گوشي ۾ باد بهار جي طرح ڦهلجي وڃي ۽ هر زبان تي ورد هجي فيض صاحب شاعرن جو شاعر استادن جو استاد آهي. پنهنجي شاگردن ڪانسواءِ استاد شاعر بہ زانوءِ ادب تہ ڪري پنهنجو ڪلام ٻڌائي داد حاصل ڪرڻ جي تمنا ڪندا آهن يا مشورو وٺندا آهن. جنهن کي فيض صاحب داد ڏنو گويا انهيءَ کي سند حاصل ٿي. حضرت فيض بخشاپوري کي وطن عزيز جي عظيم الشان مشاعرن ۾ مدعو ڪيو ويندو آهي ۽ مشاعرن جي صدارت ڪرائي ويندي آهي جنهن مشاعري ۾ فيض صاحب شرڪت نہ

فرمائيندا آهن ۽ غير موجود هوندا آهن تہ اهو مشاعرو اڌورو هوندو آهي.س يا صرف هڪ نشست نظر ايندي آهي. فيض صاحب الحاد ۽ ڪميونزم جي خلاف تمام عمر سرگرم عمل رهيو آهي ۽ پنهنجي نظريي جو شعرا و ادباء جو هڪ وڏو حلقو پيدا ڪيو آهي. انهيءَ جي باوجود مخالف بہ هن جي شاعرانہ عظمت اڳيان سر خم ڪندا آهن ۽ ذاتي اعتراض سان گڏ شعر و سخن جا معترف هوندا آهن ۽ تقليد تي ڪاربند هوندا آهن. مگر عوام کي فريب ۽ دوکي ڏيڻ ڪري بظاهر شڪوه شڪايت روگرداني تي سرگرم هوندا آهن. بقول فيض صاحب:

هي ثبوتِ شڪست آ همدم!
مدعي ڇا ڪري گلا نہ ڪري؟

فيض صاحب سان ڪافي شامون ملهايون ويون آهن. شعراءَ و ادباءَ ڪرام شهنشاه تغزل تي بي انداز مقالا لکيا آهن ۽ قصيدن جا قصيدا لکيا ۽ پڙهيا آهن. مون کي ياد آهي تہ ڪنهن زماني ۾ مرحوم رشيد احمد لاشاري و مرحوم غلام محمد گرامي، مرحوم عبدالڪريم گدائي، تاج بلوچ، اظهر گيلاني، غالب لطيف. مرحوم حاجي صوبو خان جمالي، اسحاق اثر حيدرآبادي اردو شعراءَ مان راغب مراد آبادي ڪراچي، دلاور فگار ڪراچي، باسط عظيم ڪراچي، سراج الدين ظفر ڪراچي، مرحوم شورش ڪاشميري لاهور. آغا صادق ڪوئٽہ، عبدالرحمان غور ڪوئٽہ باقي شعرا و ادبا جا اسماءَ گرامي ياد نہ ٿا اچن. اگر اهي مقالا و ڪلام گڏ ڪيا وڃن ها تہ تمام ضخيم کان ضخيم تر ڪتاب ٿي وڃي ها. حضرت فيض اردو، سنڌي، بلوچي زبانن ۾ هڪ طرز خاص جو موجد بہ آهي ۽ خاتم بہ پاڻ آهي. انهيءَ جي تاثر و مقبوليت جو اهو عالم آهي جو

هن وقت اڪثر شعرا ڪلام تي سندس رنگ طاري آهي. غور ڪيو وڃي ته تراڪيب و الفاظ بلڪ اشعري جي ٽڪرن جا ٽڪرا به ڪثرت سان ملندا. باشعور و شعر شناس حلقن ڪيس شعر و شاعريءَ جو مجتهد قرار ڏنو آهي، جو بيجانہ آهي. واقعي هن شاعري ۾ اجتهاد ڪيو آهي. حافظ شيرازي و مرزا غالب جهڙن شاعرن پوئتي ڪجهه به نہ ڇڏيو آهي مگر فيض صاحب جڏهن انهي زمين يا موضوع تي نڪتہ طرازي ڪري ٿو تہ هي شهسوار ميدان معنيٰ گوءِ سخن ڪٽي وڃي ٿو. بقول فيض صاحب:

صد گونہ ادب فیض خرابات نشیں کا
اس دور کا یہ حافظ و خیام ھے ساقی!

انهي ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ فيض صاحب جو دماغ تخيل اتي پرواز ڪندو آهي جتي فرشتن کي بہ پر هڻڻ جي طاقت نہ هوندي آهي. هن تي جيترو بہ لکجي تمام گهٽ آهي، ڇا لکي ڇا لکجي؟ مان پنهنجي هن قطع سان تحرير کي ختم ڪريان ٿو:

بارھا دیکھا ھے میں نے فیض کو یاروں کے بیچ
جب بھی دیکھا میں نے جانا چاند ھے تاروں کے بیچ
اس جھان رنگ و بو میں اس طرح رھتا ھے وہ
جس طرح صحن چمن میں پھول ھے خاروں کے بیچ

**قطب الدين تاب اوستہ**
جيڪب آباد
۱۰ـ نومبر ۱۹۸۰

# طلوع تحرير

بنده ناچيز و هيچمدان بلوچ قوم مان ڊومڪي قبيلي جو فرد ناقص آهي. نام گم نام فيض الله خان و والد بزرگ وار جو نام گرامي مصري خان و جاءِ تولد و بود و باش بخشاپور آهي. هن ناقص الوجود کي ملڪ شاعري قسام ازل کان وديعت و اڪتساب هجڻ ڪري بدوران تعليم و ايام طفلي بہ انداز شعور ذوق شاعري رهيو. سنڌي چند جماعتون پڙهڻ بعد ترڪ تعليم ڪيو ويو جو طبيعت انهي طرف مائل نہ ٿي. بنده چونڪ امير خاندان جو فرد هيو. از روءِ ماحول شڪار و شهسواري ۽ راڳ ٻڌڻ شغل خاص رهيو. ارڙهن اٹويهہ سالن جي عمر ۾ جيئن حدود بلوغت تي قدم انداز ٿيڻ لڳو، وري طبيعت مائل تعليم و شعر و سخن تي جو هي ذوق تا حد جنون پهتو. شب و روز خود بخود بغير استاد حصول تعليم و مطالعہ ۾ غرق ٿي علوم جي غواصي تي ڪاربند رهيم. عرصہ هاءِ دراز تائين منتخب شعراءِ ڪرام جي تصانيف جي ورق گرداني و نڪتہ داني ڪئي وئي. سنڌي مان بجز شاهہ عبداللطيف ڀٽائي و سچل سرمست و صوفياءِ ڪرام مان پهلوان فقير ڊومبڪي ۾ غمدل فقير ديگر حضرات جي طرز ڪلام کي خام تصور ڪيو ويو. فارسي شعراءِ حضرات مان فردوسي، رودڪي، خاقاني، قاآني سعدي، انوري، جامي، گرامي، حافظ و رومي، عرفي و فيضي، خسرو و غالب وغيره ۽ اردو شعراءِ ڪرام مان غالب، ذوق مير و سودا، مومن، و مير درد، آتش و ناسخ، انشا و داغ، حالي و اقبال، اڪبر و بيدم وارثي وغيره زير مطالعہ رهيا. مگر فارسي ۾ حافظ و خسرو ۽ اردو ۾

غالب و اقبال، سرائيڪي ۾ خواجه غلام فريد ۽ بلوچي ۾ جام درڪ و مست توڪلي جو ڪلام بلاغت نظام سڀ کان زياده مرغوب و پسنديده رهيو. از روءِ محجوبي طبع مشاعرن کان يڪسر گريز هيو. تقريباً ۵۱ـ ۵۲ ۾ هڪ غزل سنڌي غلام سرور "سرور" مغل کي بروءِ اصلاح ارسال ڪيو ويو جو سنڌي غزل گو شعرا مان بجز سرور ديگر سڀ جو منڪر رهيو آهيان. سرور صاحب بجاءِ اصلاح از روءِ حوصله افزائي فرمايو ته بنده تا هنوز جيترا به غزل تحرير ڪيا آهن هي غزل انهن کان افضل آهي ته باقي اصلاح ڇا ڪريان. اوهان کي هي طرز خاص مبارڪ هجي. از آن بعد هڪ اردو غزل اسد ملتاني کي ارسال ڪيو ويو جنهن تحرير فرمايو ته توهان مصلح لاءِ ڪهڙي جاءِ ڇڏي آهي جو اصلاح ڪري. اساتذه وقت جي سندن کان بعد ڪنهن کي به شعر اصلاح لاءِ پيش نه ڪيو ويو. دبستان شعر و سخن ۾ استاد فقير استاد ازل و غني روز ابد آهي جنهن دولت علم و فهم شعور و ضمير کان مالا مال ڪري گنج هاءِ قلب سليم جا دروازه واڪيا ۽ نظاره اسرار ذات باصفات و ڪائنات و سر ربوبيت و رموز رسالت لاءِ ديده بينا و نگاه دور رس به الطاف عطا فرمائي بنور ايمان قلب و نظر و ضمير، منير کي روشن ڪيو ۽ بزير سايءِ الطاف رسالت چشمءِ عرفات الوهيت و فيض ساقيءِ ڪوثر کان مستفيض ڪيو. بقول فقير

لبالب لب تي آ جامِ الستي
خوشا اين شيوه رنديِ و مستي

آمدم براءِ مقصد درويش خدا مست تقريباً پاونجاهه ٽيونجاهه ۾ ڪثرت سان مشاعرن ۾ شرڪت ڪرڻ لڳو. سنه ۱۹۵۴ع ۾ اردو اديب عالم رحيم يار خان ۾ ڪيو ويو ۽ سندس اخبار هفت روزه

مساوات جيكب آباد مان بي يار و مددگار جي صورت ۾ تن تنها جاري ڪري هي سنگ گران سر تي ڪنيو ويو. اجراءِ اخبار جو حسن اتفاق به ٿيو. ريجهارام لئبريري ۾ ڊپٽي ڪمشنر سعيد احمد جي زير صدارت سنڌي اردو مشاعرو منعقد ٿيو. بنده جو زمره شعراءِ جي خلاف طرز سخن ۾ شيوه خاص رکندو هيو ۽ ديگر شعرا و ادبا وانگر فارسي و عربي الفاظ و تراڪيب کي سنڌي لاءِ حرام و اردو لاءِ حلال تصور نه ڪندو هيو بلڪ سنڌيءَ جو زياده حق تصور ڪندو هو. تنهن ڪري از روءِ نا فهمي و ڪدورت بازار مخالفت گرم هئي. زمره مذڪور برسر پيڪار هوندو هو ۽ مشاعرن ۾ دانسته شور شر خلاف بنده ڪيو ويندو هو. بهمه دستور هن مشاعري ۾ به بر سر پيڪار رهيا مگر صدر مشاعره از روءِ شعر فهمي فرمائش ڪري بنده کان تي غزل هڪ سنڌي ۽ ٻه اردو پڙهايون ۽ خطبهءِ صدارت ۾ فقير و ڪلام فقير جي نهايت تعريف ڪندي چيو: الحمدلله جو اسان وٽ اهڙا شاعر موجود آهن ۽ هنن جي موجودگي ادب جي زندگي و قوم لاءِ باعث فخر آهي. هن جي تقرير آدمين جو رخ بطرف بنده ڦيرائي ڇڏيو. مشاعره ختم ٿيڻ بعد مسٽر سعيد احمد فقير کي پنهنجي ڪار تي ريزيڊنسي ڪٺي ويو ۽ ڊرائيور کي چيائين ته هن کي جاءِ تي ڇڏي اچ ۽ بنده کي چيائين ته توهان صبح مون سان ضرور ملاقات ڪريو.

صبح دم صاحب سان ملاقات ڪئي وئي. هن صاحب چيو ته اوهان جهڙي شاعر و اديب جي قلم کان اگر قوم فائدو نه وٺي ته سخت ڪمبختي آهي مان اوهان کي اخبار جو ڊڪلريشن ڏيان ٿو اوهان اخبار جو نالو به منتخب ڪريو. بعد از حيرانگي انڪار ڪيو ويو ته هي ڪار هاءِ گران مون کان نه ٿيندو عالم بي دست و پائي ۾ دريا ۾ دست و پا هڻڻ زيانس. جان سواءِ پيو ڪجهه نه آهي مگر

صاحب جن نهايت مصر رهي ميجرايو. بنده اخبار جونالو "مساوات" رکيو. سرشتيسدار کي گهرائي ڊکلريشن ڪڍي ڏيڻ جو آرڊر ڪيو ويو جو هڪ ڪلاڪ اندر دستياب ٿيو. از آن بعد شب و روز تن تنها اخباري و ادبي ڪم ڪرڻ ڪري طبيعت بقلم افردگي ٿي معدي جي خرابي و اختلاج قلب تنهائي جا ساٿي ٿي پيا. مگر باوجود خستگي و افردگي سنڌ جي تمام ادبي ڪانفرنسن ۽ مشاعرن ۾ شرڪت ڪئي ويندي هئي. جيڪب آباد بزم ادب جو نائب صدر ۽ ادبي بورڊ جيڪب آباد جو صدر، بزم ادب ڪنڊڪوٽ جو صدر منتخب ڪيو ويو. ادبي سرگرميون نهايت زور شور سان جاري رکيون ويون. ١٩٥٨ع ۾ سنڌي مجموعہ ڪلام "شعلہ عشق" جي نالي سان شايع ٿي منظر عام تي آيو.

ازانسواءِ خستگي و افسردگي علالت و ناتواني شباب تي پهتي. ناتوان هم تن ته سيلاب بلا ٿي ويو. ڊپٽي ڪمشنر جناب مسعود نبي نور صاحب جو قدر افزا و مقام شناس و مهربان بنده هيو جنهن ڊي ڊي اي ڪان اِدائي سؤ روپيا ڏياريا ۽ ڪوئٽہ رهائش لاءِ روانو ڪيو. سردار غلام سرور خان ڊومبڪي و مير گل محمد خان جکراڻي ۽ مسٽر طاهراڻي انجنيئر ۽ ديگر ادب پرور حضرات از روءِ ادب پروري و قدر افزائي ڪافي مدد ڪئي. فقير و حقير ٽي ماه ڪوئٽہ ۾ قيام پذير رهيو. ڪوئٽہ جي شعرا و ادبا ۾ و صحافي حضرات نهايت عزت افزائي و همدردي ڪئي. اعزاز بنده ۾ بنده جي زير صدارت ڪافي نششستون ۽ مشاعره وغيره ڪرايا ويا. تمامي اخبارات ۾ علالت و قيام و اعزازي مشاعرن جون خبرون بہ آب و تاب سان شايع ٿينديون رهيون.

مستونگ جي ميلي ۾ ريڊيو تي مشاعره منعقد ٿيو انهيءَ ۾ شرڪت ڪرڻ بعد واپس جيڪب آباد قيام ڪيو ويو.

اخبار "مساوات" جو ڪوئٽہ وڃڻ کان پيش تر عزيزم الياس پرويز رفيقي صاحب جي حوالي ڪئي وئي هئي، بدستور جاري هئي. الياس صاحب هن کان پيشتر سبي کان شايع ٿيندڙ حقيقت اردو جو ايڊيٽر هيو. مگر بنده جو سخت معتقد و قدردان احباب مان هيو جو حقيقت اخبار ۾ منهنجا اردو غزل آب و تاب سان شايع ڪندو هيو مگر بوجہ علالت افسرده حقيقت کي ڇڏي پنهنجون خدمتون مساوات لاءِ پيش ڪيون ۽ بنده بخلوص خلوص مندانہ پيشڪش قبول ڪئي جو تا هنوز بهمہ رنگ پيوستہ آهي.

زحمت زندگي و تنگ دستي و فاقہ مستيءَ بنده جي باري ۾ سنڌ و بلوچستان جي تمام اخبارات حڪومت جو توجهہ گرامي مبذول ڪرايو. تقريباً ١٩٦٢ع ۾ فيلڊ مارشل جناب محمد ايوب خان صدر پاڪستان از روءِ ادبي خدمات و دائم المريضي هڪ سؤ روپيا ماهانہ وظيفو عنايت فرمائي ادب پروري و خستہ نوازي جو ثبوت ڏنو جو تا هنوز بدستور موصول آهي. خداوند عالم ممدوح کي جزاءِ خير ڏي آمين!

از آن بعد جمعيت الشعراءِ سنڌ جي ڪانفرنس ميرپور بٺوري ۾ منعقد ٿي جو بنده يڪ راءِ نائب صدر منتخب ڪيو ويو. جو تا هنوز هي جان داده ڪوءِ ادب پيوستہ جماعت ادب آهي. گذشتہ ٻن سالن کان ڊسٽرڪٽ ڪونسل پنجهتر روپيا ماهيانہ وظيفو ۽ سال کان ٽائون ڪميٽي ڪنڊڪوٽ پنجاه رپيا ماهانہ وظيفو ڏيئي رهي آهي ۽ ڊپٽي ڪمشنر مسٽر سجاد احمد صاحب سي ايس پي جو قدر افزاءِ بنده خستہ آهي بنده جي مجموعہ ڪلام بنام "خمخانہ" جي اشاعت لاءِ هزار رپيا ڊي ڊي اي کان عنايت فرمايا. سجاد صاحب جو هڪ عالم فاضل و بلند پايہ شاعر آهي. انهي جي ادب نوازيءَ جو ممنون آهيان. بهمہ رنگ پنهنجي ضلع جي باشعور و فراخ دل و

بيدار دماغ و ادب نواز و ادب پرور عوام جو شڪريو بجا آڻڻ سان
گڏ فخر و ناز ڪريان ٿو تہ منهنجي ضلع جو عوام ادب پروري ۾
تمام اضلاع سنڌ کان پيش پيش آهي. "خمخانہ فيض" جو گنجينہء
گوهر صدف دهان و جوهر تيغ بان و در چشم اشڪ فشان و لخت
هاءِ جگر ناتوان آهي بفضل خداوند حق پسند پسنديده خاص و عام
و رند ميڪده ادب زرين جام ثابت ٿي ادب ۾ اضافو ڪرڻ سان گڏ
دنياءِ ادب ۾ مقام ممتاز حال ڪندو. فيض خستہ جگر جنهن جگر
ڪاوي و جان دهي، خون فشاني و عرق ريزي کان ڪم وٺي
پنهنجي صحت تباهہ ڪري ادب کي صحت مند ڪيو آهي. داد خواہ
بيپير هن ڪاغذي شعر فهم و نڪتہ راس و صاحب قلب و اهل فن و
انصاف کان داد طلب آهي. بقول فيض بي مراد

نہ ڪو صاحب ڪرشمہ، نہ ڪليدِ قفلِ ابجد
ٿئي شرحِ شعر ڪنهن کان، کلي بابِ گنج ڪنهن سان

مطلب تہ منهنجي شعر کي يا صاحب قلب يعني ڪو درويش
يا صاحب علم و فن سمجهي سگهي ٿو. شعر کي بلحاظ معنيٰ
گنج گران تصور ڪيو ويو. قفل ابجد کي ڪليد نہ هوندو آهي. هو
اکرن سان بند ٿيندو کلندو آهي. انهيءَ کي کولڻ وارو يا تہ صاحب
روحانيت آهي يا صاحب علم! هاڻي اهل فن حروف قفل ابجد و
حروف شعر جي حسن تناسب و تشبيه بديع جو صورت بصورت
آهي، بخوبي سمجهي سگهندو. ساڳيءَ طرح هن پنهنجي شعر ۾ نوا
پرداز آهي:

هر حرفِ خامہ گويا صد دفتر دبستان
هر قطرہءِ سياهي صد جوءِ آبِ حيوان

يعني منهنجي قلم کان تحرير ٿيل حرف معنوي لحاظ سان

صد دفتر درس گام عالم آهي ۽ هر قطره سياهي جو لب خامہ کان دم تحرير ٽپڪي رهيو آهي، انهي کان صد چشمہ آب حيات جا نمودار ٿيندا آهن اگر ڪو مستفيض ٿئي:

لسان فيض لسان سروش عالم غيب
نزولَ شعر نزولَ صحيفہ وَ آيات

مقصد آهي تہ فيض جي زبان عالم غيب جي فرشتہ جي زبان آهي. منهنجي مٿان شعر ائين نازل ٿيندا آهن جيئن انبياءَ ڪرام تي آيتون نازل ٿينديون هيون. شعر چوندو نہ آهيان چورايو ويندو آهي يعني الهام ٿيندو آهي. گداءِ خاڪ نشين شعر ۾ بخوف بيداد شعراءِ ڪرام کان بہ داد طلب نہ ٿيو آهي. جڏهن ذوق داد خواهي دامن گير ٿي تہ حضرت ڪليم و حضرت جبريل جو خود صاحب حسن ڪلام آهن. داد ڪلام گهريو ويو. شعر:

هر چند آ ڪليم پي نہ همزبان مگر
دادِ ڪلام صاحبِ حسنِ ڪلام ڏي

هڪ ٻئي شعر جو مضمون آهي تہ پلا حضرت جبريل ڪي کهڙي طاقت آهي جو جهڪي داد ڪلام نہ ڏي، بشرطيڪ فيض وانگر ڪو قادرالڪلام ٿئي. ڇو جو جبريل يا قادر مطلق اڳيان جهڪندو آهي يا قادر الڪلام اڳيان. ورنہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

فقير و حقير بخاطر ناظرين ڪرام چند اشعار "خمخانہءِ فيض" بشرح و بسط رقم ڪيا جيئن مقام آشناءِ "خمخانہءِ فيض" تين ۽ غور و فڪر تي ڪاربند رهي گهري مطالعہ سان هن درياءِ بيڪران جي غواصي ڪري گوهر هاءِ ناياب دستياب ڪرن. "خمخانہ فيض" تشبيهات و محاوراتَ. استعارات محاڪات. مضمون آفريني و انشا پردازي حسنِ بندش و الفاظ طرازي. فصاحت

و بلاغت، بيان و بديع، اصطلاحات وروز مره سلاست و ملاحت ذوق الفاظ و حسن معنيٰ ندرت و قدرتِ زبان شريني و شهد نابي كيف و سرور شورو مستي، سوز و غم و لطف و راحت وغيره تمام خوبين جو نمايان نمونو ۽ آئينہ دار آهي. اگر انصاف روءِ ڏٺو وڃي تہ اڪثر اشعار سهل ممتنع تي مبني آهن، شعر جي وڏي ۾ وڏي خوبي سهل ممتنع آهي. سهل ممتنع اهو شاعر چئي سگهندو جو اشعار جي مذڪوره زيورات و خوبين ڪان آگاه هجي ۽ ڪم از ڪم چئن علمن تي دستگاه رکي! علم عروض، علم نحو، علم بيان و علم لغت وغيره. صاحب قلب و مشاق شاعر جي زبان خود عروض بڻجي ويندي آهي باقيَ مذڪوره ٽن علمن جي ڄاڻ لازمي آهي. بنده بخوف طوالت مضمون قطع تحرير ڪري ٿو ۽ آخر ۾ مسٽر ابوبڪر سعيدي مئنيجر نيشنل بئنڪ جيڪب آباد جو بصد زبان شڪريہ ادا ڪري ٿو، جنهن "خمخانہءِ فيض" جي طباعت جي سلسلي ۾ منهنجي ڪافي مدد ڪئي آهي. بهمہ وقت مذڪور خستہ نواز و ادب پرور حضرات جو دوباره شڪريو ادا ڪندي بارگاه رب العزت ۾ دست بدعا آهي، "خمخانہ فيض" خمخانہءِ فيض ثابت ٿي درد ڪشان ادب کي مستفيض ڪري بنده جي روح کي راحت بخشي. آمين ثم آمين!

درويش خدا مست

**فيضؔ بخشاپوري**
دومڪي هائوس جيڪب آباد
١ مئي ١٩٧٧

# مقدمہ

## ازقلم وضاحت رقم نقاد سخن
## حافظ خير محمد اوحدي

مون فيض جي ڪلام جو ڳوڙهو مطالعہ ڪيو آهي. هڪ دفعہ سندس پهرئين مجموعہ ڪلام "شعلہِ عشق" تي تفصيلي بحث بہ ڪيو اٿم. ان ڪري فيض جي شاعريءَ بابت منهنجي راءِ سطحي تي نہ ٿي سگهي.

شاعر انسان هوندو آهي انساني ڪلام. ڪلام الاهيءَ وانگر هر پهلوءَ کان مڪمل نہ ٿيندو آهي. فيض جي ڪلام جو بہ ڪو نہ ڪو پهلو ڪمزور ٿي سگهي ٿو. پر جيستائين شاعريءَ سان فيض جي فطري مناسبت جو تعلق آهي، ان ۾ شڪ ڪري نٿو سگهجي.

فيض فطري شاعر آهي ۽ اهڙو قادرالڪلام ۽ سحر طراز. جو ڪڏهن ڪڏهن ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ تي جادو ڪري ٿو ڇڏي. منهنجي خيال ۾ اها جادوگري رڳو فيض جي اڪري صنعت گريءَ ۽ نرالي انداز بيان جي مرهون منت نہ آهي. پر ان ۾ هن جي تخيل جي بلندي ۽ فڪر جي گهرائي جو بہ دخل آهي.

شاعريءَ سان دلچسپي رکندڙ حلقن ۾ فيض کي "غالب سنڌ" سڏيو وڃي ٿو ۽ غالب وانگر فارسي ۽ عربيءَ جي آميزش جي ڪري کيس مشڪل پسند بہ سمجهيو ٿو وڃي. مگر فيض جي ڪلام ۾ اهڙا اشعار بہ چڱي مقدار ۾ ملن ٿا، جي سهل ممتنع جي تعريف ۾ اچي ٿا سگهن. تنهن ڪري منهنجي خيال ۾ فيض کي غالب سنڌ سڏڻ جو اصلي سبب سندس مشڪل پسندي تي نٿو

سگهي. بلڪ اهو اعزاز سندس شاعرانہ ڪمالات لاءِ اهل ذوق جي پاران خراج عقيدت جي حيثيت رکي ٿو.

جناب فيض بخشاپوري واقعي هڪ عديم المثال شاعر آهي. هو ٻين شاعرن وانگر پنهنجي جذبات جي اظهار لاءِ پاڻ کي حرف ۽ معنيٰ جو پابند بنائڻ نٿو گهري، بلڪ حرف ۽ معنيٰ کي پنهنجي منشا جو تابع بنائڻ ئي پسند ڪري ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ جتي ٻيا شاعر تقليد ڪرڻ ضروري سمجهن ٿا، اتي فيض اجتهاد کان ڪم ٿو وٺي. اها اهڙي ذات آهي، جا استادن کي بہ نصيب ٿي نہ سگهندي آهي، ۽ جنهن کي نصيب ٿيندي آهي، سو فيض وانگر صدين کان بعد پيدا ٿيندو آهي.

فيض پنهنجي ڪلام ۾ انوکي طرز اختيار ڪرڻ سبب ڪافي شهرت حاصل ڪئي آهي. منهنجي خيال ۾ "خمخانہءِ فيض"، جي منظر عام تي اچڻ بعد اڃا بہ ان ۾ اضافو ٿيندو، ۽ اهو وقت جلد ايندو، جڏهن مهراڻ جي ماٿريءَ ۾ چوطرف فقط فيض جي نغمن جي صداءِ باز گشت ٻڌڻ ۾ ايندي ۽ هن خاڪ جي ذره ذره تي جذب ۽ سرمستيءَ جي ڪيفيت طاري ٿيڻ لڳندي.

"خمخانہءِ فيض"، فيض جي تازه ترين سنڌي ۽ اردو ڪلام جو مجموعو آهي. سنڌي خواه اردو ۾ فيض کي جا دسترس حاصل آهي، سا تہ سندس ڪلام مان ظاهر آهي، پر ٻنهي زبانن ۾ سندس مخصوص رنگ بہ پوري يڪسانيءَ سان جهلڪي رهيو آهي. مان نمونہ طور چند منتخب اشعار پيش ڪريان ٿو، جن مان فيض جي شاعريءَ بابت اندازي لڳائڻ ۾ آساني ٿيندي:

تنهنجي ڪوچہ ۾ جو مزار هجي،
چــو قــيامــت جو انتـــظار هجي.

فيض قيامت بابت هڪ عاشق جو نقطہءِ نگاه پيش ڪندي

ظاهر ڪرڻ ٿو گهري تہ عاشق ڪي قيامت جو انتظار انهيءَ ڪري رهندو آهي جو ڪيس انهيءَ موقعي تي محبوب جي ديدار جو آسرو هوندو آهي تہ جيڪڏهن هن ڪي هن دنيا ۾ ئي محبوبن جي ڳليءَ ۾ دفن ٿيڻ جي سعادت نصيب ٿئي تہ پوءِ قيامت جو انتظار ڇو ڪري. ڇاڪاڻ تہ محبوب صبح شام هن جي قبر وٽان پيو لڳهندو ۽ هن ڪي قيامت ڪان اڳ ۾ ئي سندس ديدار نصيب ٿيندو رهندو.

دل و دماغ و ضمير و نگاه حق آگاه
متاعِ "فيض" سپردِ نگاهِ يار ڏسو

فيض جي نظر ۾ عاشق وٽ جو عزيز ترين متاع ٿي سگهي ٿو، سو آهي دل، دماغ ۽ نگاه حق آگاه مگر اهو عزيز ترين متاع بہ يار جي نظر ڪرم تان نثار ڪري سگهجي ٿو. يا، يار جي نگاه ۾ اهڙو سحر انگيز اثر آهي، جو عاشق جي نظر ۾ عقل کي تہ مسحور ڪري ٿو، پر سندس ضمير کي بہ غارت ڪري ٿو ڇڏي. فيض جو عاشق جي نگاه کي "نگاه حق آگاه" سڏڻ نہ صرف فيض جي پاڪبازيءَ تي دلالت ٿو ڪري، پر ان مان اهو پتو بہ پوي ٿو تہ مجاز جي مرحلن تان گذرندي بہ هن جي نظر حقيقت تي آهي. اها جدا ڳالهہ آهي تہ نگاه "حق بين" ٿيندي آهي ۽ دل "حق آگاه" پر هي موقعو تقريظ جو آهي، نہ تنقيد جو.

حقارت جي نظر سان رہ نشينن کي نہ ڏس هرگز
جو شانِ بوترابي جلوه گر آ خاڪسارن ۾

اهو ساڳيو خيال حافظ شيرازي بہ هيٺئين شعر ۾ بيان ڪيو آهي:

خاکساران جهاں را بحقارت منگر
تو چہ دانی کہ دریں گرد سوارے باشد

حافظ جي شعر جي آخري مصرع نهايت ئي لطيف ۽ معنيٰ خيز آهي. مگر فيض جي شعر ۾ "شان بوترابي" جيڪا معنويت پيدا ڪئي آهي تنهن جو ڪوبہ جواب ٿي نہ ٿو سگهي.

هر قطرهء خون پاڪ خدائي ڪان آ گران
ڏيندين خدا! تون ڇا، جو گهري خون بها حسين؟

سيد الشهدا شهيد ڪربلا حضرت امام حسين عليه السلام جي منقبت ۾ شعراءِ امت پنهنجا قلم ٽوڙي ڇڏيا آهن. مگر سندن خون جي تقديس جو ذڪر جنهن انداز ۾ فيض ڪيو آهي، اهو ٻين شاعرن جي قلم کي نصيب ٿي نہ سگهيو آهي. فيض جي نظر ۾ امام عالي مقام جي مقدس خون جو هڪ هڪ قطرو ساري ڪائنات ڪان وڌيڪ قيمتي آهي. ان ڪري چوي ٿو تہ جيڪڏهن سچائي داور محشر اڳيان سندن خون بها جو سوال اٿيو تہ ان کي پورو ڪرڻ ناممڪن ٿي پوندو.

فيض جي حقيقت بين ۽ حقيقت رس فڪر جنهن جذبہ کي مٿين شعر جي صورت ۾ پيش ڪيو آهي، ڇا ان جو داد ڏيڻ ممڪن آهي؟ فيض جي اردو ڪلام ۾ گهڻا ئي دلڪش ۽ رنگين اشعار ملن ٿا. مگر مان انهيءَ ذخيره مان فقط هڪڙي شعر جي انتخاب تي اڪتفا ٿو ڪريان. منهنجو خيال آهي تہ فيض جي غزل جو هيءَ هڪ شعر موجوده دور جي ڪن شاعرن جي گهڻن غزلن ڪان وڌيڪ وزندار آهي:

زندگی نام ہے حوادث کا،
ان حوادث کا احترام کرو.

مان هن شعر جي تشريح ضروري نٿو سمجهان. هي شعر پنهنجي تشريح پاڻ آهي. مان رڳو هيءَ چوڻ ٿو گهران تہ جنهن

شاعر ۾ ايتري بصيرت هجي، جو زندگيءَ کي سندس اصلي صورت ۾ ڏسي سگهي، ۽ جنهن شاعر جي قلم ۾ ايڏي قدرت هجي، جو اهڙي تلخ ترين حقيقت کي هڪ شيرين ۽ لطيف شعر جي شڪل ۾ پيش ڪري سگهي، اهو يقيناً هڪ فطري شاعر ئي ٿي سگهي ٿو. ۽ اهڙي شاعر کان جيڪڏهن ڪي فني فروگذاشتون ٿي وڃن ٿيون، ته انهن کي فراخدليءَ سان درگذر ڪري سگهجي ٿو.

**حافظ خير محمد اوحدي**

٥ـ مئي ١٩٦٧ع

ڪوئنس روڊ سکر

## بسم الله الرحمٰن الرحيم

## تمهيد تحرير

هر حرف خامہ گويا صد دفتر دبستان
هر قطرهءِ سياهي صد جوءِ آبِ حيوان

بنده جاندادهء ڪوءِ ادب و باغبان گلستان شعر و سخن ۽ رند باده مست ميخانءِ توحيد و رسالت ماب جو نام فيض الله خان والد بزرگوار جو اسم گرامي مصري خان و جاءِ تولد بخشاپور، پيدائش بروز سومر بوقت صبح صادق سنہ ۱۹۲۴ع ۾ ٿي آهي.

راقم الحروف ڏومڪي قوم جو هڪ فرد ناقص آهي، جو اقوام بلوچ جو ممتاز و سرتاج قبيلو آهي. نام فيض الله خان و جاءِ تولد بخشاپور جي مناسبت سان "فيض بخشاپوري" تخلص آهي، جو انهيءَ تخلص سان معروف عالم آهي. دنيائي ادب جو دستور العمل آهي تہ شاعر و اديب جو تخلص ئي مشهور و معروف ٿي ويندو آهي. قسام ازل کان ملڪءِ شاعري طبيعت ۾ وديعت ٿي ملي آهي ۽ ڇٽڪ ازل کان حصي ۾ آئي آهي، جو ايام طفلي ۾ يعني ٻارهن تيرهن سالن جي عمر ۾ ذوق شاعري دامن گير ٿيو ۽ گاهي گاهي رسمي شاعري ڪئي ويندي هئي. تعليم گاهہ ۾ چند جماعتون پڙهڻ بعد دل برداشتہ ٿي تعليم ترڪ ڪئي ويئي ۽ اساتذه اڳيان زانوءِ ادب تہ ڪرڻ لاءِ طبع فطرت شناس مائل و قائل نہ ٿي. مگر شوق شڪار، تير اندازي و بندوق بازي و گهوڙي سواري و محفل

راڳ ۽ مشغلہ خاص رهيو.ڪجهہ وقت کان بعد وري طبع مائل تعليم تي جو فارسي قاعدو پنهنجي سوٽ هزار خان کان پڙهيم ۽ هن جي مشوره تي سنڌي، اردو، فارسي ڪتابن جو مطالعو ذوق و شوق سان ڪرڻ شروع ڪيو ويو. انهي اثنا ۾ والد بزرگ پنهنجي قومي سردار، سردار مير تاج محمد خان ڏومڪي جي صحبت و خدمت طرف رجوع ڪيو جو سرگرم عمل تي ويو. والد مرحوم هڪ پاڙي جي مقدم جي حيثيت سان سردار تاج محمد خان جي والد بزرگ سردار مير بلوچ خان جو وزير و مشير خاص هو جو قوم ۾ سردار کان بعد هن جو مقام وقار بلند هو. انهي نظريہ تحت بنده کي سردار تاج محمد خان جي صحبت اختيار ڪرڻ جو امر ڪيو هو. سردار مذڪور هڪ عالم فاضل و اهل دل و صاحب ذوق آدمي هو جنهن جي تمام وڏي لئبريري هئي. هو زياده تر ڏومڪي هائوس جيڪب آباد ۾ قيام پذير هوندو هو جو سياسي ادبي مرڪز جي حيثيت رکندو هو. اتي سنڌ، بلوچستان جا عالم فاضل، سياستدا، شاعر، اديب ۽ صحافي وغيره ايندا رهندا هئا. نواب يوسف علي خان مگسي، نواب اسدالله خان رئيساڻي، محمد امين خان کوسو، مير جعفر خان جمالي،س سردار آزاد خلف و مير گل محمد خان جکراڻي، قيصر خان گولاٽو ڏومبڪي وغيره اشخاص جو هر وقت هجوم هوندو هو. طوالت مضامين جي خوف کان تمام سرنوشت و سرگذشت تحرير ڪرڻ کان گريز ڪجي ٿو. چند سال هن گهوراهءِ علم و ادب جي رهڻ جي دوران شب و روز ڪثرت مطالعہ تي ڪار بند رهيو ويو جنهن ۾ سنڌي، فارسي شعراء جي ڪلام جو ڪثرت سان مطالعو ڪيو ويو. سردار مغفور جي انتقال کان بعد مشغلہءِ خاص شعر و شاعري و مطالعو رهيو ۽ بعد ۾ رحيم يار خان ۾ اردو جو اديب عالم ڪيو ويو جو علم نحو علم بيان و بديع و معنيٰ و

عروض وغيره جي پڙهڻ بعد پنهنجي شاعريءَ جي چند اشعار کان سواءِ تمام بياض کي پاره پاره ڪري نذر آتش ڪيو ويو ۽ هي تصور ڪيو ويو تہ هي تڪ بندي آهي. بڪواس ۽ خرافات آهي نڪ شاعري. دراصل شاعري اها آهي جو حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست، سنڌيءَ ۾. لسان الغيب خواجہ حافظ شيرازي، مولانا رومي، سعدي شيرازي، عمر خيام، نظيري نيشاپوري، عرفي، خاڪاني ۽ امير خسرو وغيره فارسيءَ ۾. خداءِ سخن اسد الله خان غالب خداءِ سخن مير تقي، مير، سودا و بيدم، وارثي و علامہ اقبال اردو ۾ ۽ خواجہ غلام فريد سرائڪيءَ ۾ جيڪا شاعري ڪئي آهي اها ئي شاعري آهي. موجوده شعراءِ ۾ غلام سرور مغل ۽ ديگر چند شعراءِ کان سواءِ سڀ جو منڪر رهيو ويو. سنڌي، اردو، بلوچي زبانن ۾ هڪ طرز خاص پيدا ڪئي وئي ڪجھ وقت از روءِ ڪم فهمي و لاعلمي و ناداني و ذاتي مخاصمت بنده دردمند سان رزم آرائي رهي، مگر جڏهن خدا پرست طبقي غور و فڪر کان ڪم ورتو تہ بنده کي حق بجانب تصور ڪري سخن طرازي ۾ طرز خاص جو موجد تصور ڪري غالب سنڌ ۽ شهنشاھ تغزل وغيره جي القاب سان نوازيو ۽ فطري و بي بدل شاعر و شاعري جو مجتهد قرار ڏنو ۽ طرز سخن کي خوب اپنايو ۽ تاثر قبول ڪيو. هن وقت بفضل خدا وطن عزيز ۾ بنده جو هڪ حلقو آهي جو انهي شيوهءِ خاص تي ڪاربند آهي. شعر ۾ جيستائين فصاحت و بلاغت نڪتہ آفريني الفاظ شستہ و پختہ و برجستہ حسن بندش خيال هاءِ بلند معنيٰ نازڪ منائع بدائع فصيع و بليغ تشبيهات و ڪنايات، استعارات و تلميحات محاڪات و اشارات رموزات و لهجات مجاز مرسل صنعت لف و نشر، صنعتِ سهل ممتنع، تناسب الفاظي و معنوي حسن ترڪيب و ترتيبِ مهلِ

استعمال الفاظ وسعت معنيٰ و قلت الفاظ، تقويت و تازگي و شگفتگي، منطق و تصوف، اخلاقيات رموز و اسرار وغيره سان اگر مزين نہ آهي تہ اهو شعر شعر نہ آهي بلڪ هڪ تڪبندي آهي، انهي ۾ آمد و جوش و جذبہ و ولولہ رنداني سرمستي و ڪيف و سرور جادو بياني و شيرين لساني شڪر ريزي و دل آويزي و مقناطيسي اثر نہ هوندو، محض آورد جي بي روح و بي تاثير هڪ الفاظي ڳنجوڙ ۽ ڳنڍ ٽوپ هوندو، جو لطف کان خالي بي مزه و بي نفع هوندو. غير شاعرانہ الفاظ بازاري زبان عريان و بي جان اهل دل صاحب نظر و فڪر لاءِ بار گوش و دماغ خراشي جو باعث آهي ۽ جهلا لاءِ راحت و دلپذير آهي. اهوئي سبب آهي تہ هڪ گروه، جو نہ صاحب طبع سليم نہ عقلِ عليم رکي ٿو نہ صاحب قلب و فڪر و فهم آهي نہ روحانيت درويشي حاصل، نہ اڪتساب علم و معرفت ڪيو آهي. مشق سخن رياضت قلبي کان گهرائي گلستان ادب ۾ برنگ ذاغ و ذغن عقابن جي نشيمن تي تصرف ڪري نئين نسل کي علم کان عاري ڪري انهن جو بيڙو ٻوڙي ڇڏيو آهي وري ظلم تہ هي ڪيو آهي جو انهن کي هي درس ڏنو آهي تہ ڇڏيو موزون شاعري توهان ناموزون شعر لکو انهي جو نالو آهي "آزاد نظم" يعني "لاحول ولا قوت" آزاد نظم يعني آزاد قيدي! نظم جي معنيٰ بستگي پيوستگي آهي تہ آزاد، چہ معنيٰ دارد؟ نہ مذڪر نہ مونث بلڪ صنف مخنث آهي جنهن کي نظم آواره چئجي تہ مناسب آهي. انهن کي اهو معلوم نہ آهي تہ جيئن اصنافي نظم آهن تيئن اقسام نثر جيڪي نظم آواره کان هزار درجہ بهتر آهن. اگر ڪو انهن کي ڇاٽي ۽ تحرير ڪري تہ ڪنهن ناپختہ. فاش گو شاعر جي شعر کان اهي نثر هزار بار بهتر آهن.

دراصل "شاعري جز ويست پيغمبري" مگر انهي ميزان ۾ اهي

شعراءِ ڪرم آهن جيڪي ظاهري علم سان گڏ باطني يعني وهبي علم رکن ٿا. اهي شعر چوندا نہ آهن بلڪ چورايو ويندو آهي. انهن تي انهيءَ وقت اهڙي ڪيفيت طاري ٿيندي آهي جو هو پنهنجي وجود کان ٻاهر هوندا آهن ۽ پنهنجو وجود و هستيءِ قطره نما کي درياءِ حقيقت ۾ گم ڪندا آهن. محض بحر حقيقت و معرفت جي ٻيو ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو آهي. پوءِ شعر بصورت آيات لوح دل تي نزول آرائي ڪندا آهن. بقول درويش:

هي مصحف دل ۾ ٿيا اي "فيض" نزول آرا
آيات جي صورت ۾ اشعار نظر آيا

مگر اهو مقام خدا پرست شعراءِ جو آهي جنهن کي "تلميذالرحمان" چوندا آهن نہ ڪہ "تلميذ الشيطان" انهن کي ڪهڙي خبر تہ شريعت، معرفت، طريقت ۽ حقيقت ڇا آهي؟ شعر اهو آهي جو آفاقي هجي ۽ تمام انسان ذات و ڪائنات لاءِ هجي. اهڙا اشعار اهو آفاقي شاعر چوندو جو حق پرست ومست والست و عاشق سرور هردوعالم حضور رحمت للعالمين صلي الله عليه وسلم هوندو. حضور پُرنور شهر علم ۽ حضرت علي عليه السلام انهي جو دروازو آهي انهن جي در جي خاڪ نشينن جو مرتبو عرش عظيم کان بلند آهي تڏهن تہ انهن لاءِ چيو ويو آهي تہ حضور پُرنور صلعم جي امت جي علماءَ جو مرتبو اڳين نبين جيترو هوندو، فقير حقير جو شعر آهي تہ:

ڪليم شان ڪليمي کي خير باد چوي
غلامِ ساقيءِ ڪوثر سان هم ڪلام ٿئي

اصناف سخن جو شهنشاهہ غزل آهي جنهن غزل ۾ ڪمال حاصل ڪيو انهي شاعريءَ جو معراج ماڻيو. انهي کي ئي شهنشاهہ

سخن يا تغزل چيو ويندو آهي، غزل گو شاعر کي نعت، قصيده، مرثيہ، منقبت، نظم، قطعات بلڪ هر صنف سخن تي عبور حاصل هوندو آهي. غزل جو هڪ شعر نظم تي ڀاري هوندو آهي. غزل ۾ جيڪا باريڪ بيني و نازڪ آفريني و نڪتہ طرازي ڪئي ويندي آهي پئي ڪنهن بہ صنف سخن ۾ نہ ٿيندي.

خود ثنائي مقصود نہ آهي، اظهار حقيقت منظور طبع آهي تہ هن رند قلندر هر قطرهء خون رگ جان کي صرف ڪري دشت غزل کي خيابان ڪري ڇڏيو آهي. انهي ڪري هر صنف سخن تي رنگ تغزل حاوي آهي:

منهنجي زبان تي ناز ٿي سنڌي زبان ڪري
دشتِ غزل کي رشڪِ خيابان ڪري ڇڏيم

هي امر ڪنهن کان پوشيده نہ آهي تہ بنده زحمت زده عرصہ دراز کان دائم المريض آهي مگر باوجود انهيءَ جي، بستر زدگي ۾ شعر و سخن جاري رهيو. هن وقت چار مجموعہ ڪلام تصنيف ڪيا ويا آهن. "شعلہءِ عشق" "خمخانہءِ فيض" ڇپي ويا آهن جو هن وقت ناياب آهن، ٽيون مجموعو جو هن وقت عزيز عبدالڪريم "تابان" صاحب "مڪلي پرنٽرس" ٺٽہ مان شايع ڪري رهيو آهي. درويش خدا مست هن جي ڪاوش و ڪوشش کي هرگز فراموش نٿو ڪري سگهي. ساڳيءَ طرح هتان جي ڊپٽي ڪمشنر شيخ عبدالوهاب صاحب و جناب عبدالرزاق ٿهيم صاحب وڪيل سيڪريٽري ڊي ڊي اي جو بہ ممنون آهي جو هنن مذڪوره ڪتاب جي اشاعت لاءِ پنج هزار رپيا امداد ۾ ڏنا آهن. باقي چوٿون مجموعہءِ ڪلام "سرچشمہءِ فيض" تاهنوز بياض زده آهي. مژدهءِ جانفزا هي آهي تہ هاڻي حلقہ تلميذ و احباب و معتقد تمام وسعت

پذير آهي. بنده جي نالي سان ئي بزم يعني "بزم فيض" جوهي ضلع دادو. جنهن جو باني ۽ سيڪريٽري سندس شاگرد احمد خان مدهوش سومرو آهي. "بزم فيض" ڏهرڪي ضلع سکر جنهن جو سيڪريٽري بنده جو شاگرد نهال اعظم ۽ "بزم فيض" ڪنڌڪوٽ جو سيڪريٽري ڪرم الله نياز پٺو ۽ سيڪريٽري نشر و اشاعت نواز علي "نواز" ڊومبڪي ذوق و شوق سان هلائي رهيا آهن جو هر دو آدمي تلميذ و عقيدتمندن ۾ آهن. نواز علي بنده جو پائيٽو آهي جنهن کي فرزند ڪري پرورش ڪئي وئي آهي ۽ زير پرورش آهي. هي امر به قابل ذڪر آهي ته ۱۹۵۴ع کان هفت روزه اخبار "مساوات" جيڪب آباد کان جاري آهي ۽ ۱۹۵۸ع کان "جمعيت الشعراءِ سنڌ" جيڪا سنڌ جي نمائنده جماعت آهي تنهن جو نائب صدر آهيان. جيڪب آباد هر چند جو هر لحاظ کان پسمانده آهي مگر بنده خسته و ديگر تلميذ و ذڪر معتقد و رفقاءِ ڪار جي ادبي سرگرمين ڪري اضلاعي صورت ۾ سڀ کان پيش پيش آهي. مملڪت خداداد پاڪستان جي سنڌي، اردو آل پاڪستان و عظيم الشان مشاعرن و ادبي تقاريب ۾ بنده کي بهمه مقام مدعو ڪيو ويندو آهي. انهي ڪري عالم ۾ جيڪب آباد و بخشاپور کي نمايان شهرت حاصل آهي. دائم المريض هجڻ ڪري ڪافي عرصي کان حڪماءِ جي مشوري سان ڪنڌڪوٽ ۾ مڪمل قيام ڪيو ويو آهي جو هتان جي آب و هوا جيڪب آباد کان قدري بهتر آهي. گذريل سال معجزانه طور حج ڪرڻ جي آخري تمنا به خداءِ ذوالڪرم و حضور رحمت للعالمين پوري ڪئي، صدر مملڪت پاڪستان بغير مطالبي جي حج ڪرڻ لاءِ خاص طور تي سعودي عرب طرف موڪلڻ جي سعادت حاصل ڪئي.

هائي زيست فنا آماده جا چند لمحه ياد خدا و ذڪر فڪر

حضور پُر نور محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم و گوشۂ خلوت ۾ گذاري وڃڻ چاهيان ٿو. خداوند ڪريم هر دو عالم جون نعمتون عطا فرمائي (آمين ثم آمين)

صدقي وڃان مان شانِ ڪريمي تي اي ڪريم
"فيضِ" گناهگار وڃي ٿو بهشت ۾!

**درويش خدا مست**

**فيض بخشاپوري**

# تمهيد و مقدمہ شعلۂ عشق

مشاهدات و اساتذه مقدمين و متاخرين جي تصنيفات مان معلوم ٿئي ٿو، تہ جيڪو انسان جنهن ڪم لاءِ فطرت طرفان موزون ۽ مناسب هوندو آهي، اهو ئي ان ڪم ۾ زياده ڪارآمد ثابت ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن آدميءَ کان ان جي طبع و وضع جي خلاف ڪم ڪرايو وڃي، تہ هو ان ڪم ۾ ڪڏهن بہ ڪاميابي حاصل ڪري ڪونہ سگهندو. خواه اهو ڪم ڪيڏو بہ سهل و آسان ڇو نہ هجي. اهو ائين ٿيندو جيئن هڪ آدمي غريب الوطن ٿي ڪنهن اڻ ڏٺل شهر ۾ بوجہ ناشناسائي گهٽين ۾ ڀٽڪندو، ٿاٻا کائيندو رهي. جهڙيءَ طرح درياءَ جي طبعي ڪيفيت و استعداد آهي تہ هو وهڪري تي زياده زور ڏيندو آهي. هيٺاهين زمين ملي وڃڻ تي فوري منزل رسيد ٿيندو آهي" جيڪڏهن اتفاق سان ٽڪر، جبل ۽ مٿاهين زمين طرف رخ رکندو تہ نتيجو هي نڪرندو جو سڄي عمر سر انهيءَ سان ٽڪرائيندو رهندو.

بقول علامہ اقبال:

بدريا غلط با مو جش در آويز
حياتِ جاودان اندر ستيز است

جي مصداق هرهڪ شي فطري استعداد مطابق ڪارآمد ٿيندي آهي، جهڙيءَ طرح ڪو آدمي اگر طبعن ڪاذب آهي تہ ان کان هرگز

راست گوئي نہ ٿي سگھندي. خواه ان کي سخت کان سخت ۽ مشڪل کان مشڪل تر سزائون ڇو نہ ڏنيون وڃن. تهڙيءَ طرح صادق، ڪاذب نٿو ٿي سگھي، پوءِ ڇو نہ هن کي لک لالچون بہ ڏنيون وڃن. تهڙيءَ طرح مثال مذڪوره موجب شاهہ گداگر ٿي وڃي تہ ڪار گداگري بطور گداگرانہ پوري طرح سرانجام ڏيئي ڪونہ سگھندو. بقول شاعر:

**گدائون سے بھی بدتر ہو گیا ہے حال گو اپنا**
**دماغوں سے مگر وہ خوئے سلطانی نہیں جاتی**

المقاصد آ. مذڪوره دلائل موجب غير شاعر قطعي شاعر نٿو ٿي سگھي. خواه هو ڪيڏي بہ ڪوشش ۽ جدوجهد ڪري. البتہ علم، شاعريءَ جي فن ۾ مهارت حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ هو اديب و عالم و سخن فهم تہ ضرور ٿيندو. مگر شاعر هرگز ٿي نٿو سگھي. شاعر اهو ٿي سگھي ٿو جنهن کي ملڪہِ شاعري قسام ازل کان وديعت هجي. ورنہ اڪتساب سان حاصل ٿيڻ مشڪل و محال آهي.

## فن شاعري:

هن فن لطيف کي جيتري قدر ڪچليو ويو آهي. انهيءَ لاءِ جيڏي بہ آه و زاري ۽ نالہ ونوا ڪجي سا ٿوري آهي. سنڌي دنيا ۾ نہ ايتري طوفان خيز تيرگي آهي. جو مہ ڪامل بہ بصد مشڪل نمايان و فروزان نظر ايندو.

اڪثر بيهوده گوئي ۽ فحش ڪلاميءَ جو بحر بيڪران موجزن رهي ٿو. عام طور تہ اهو ڏٺو ويو آهي جو اشعار بي لطف. بي ربط، الفاظ فرسوده و عاميانہ. جو هڪ اديب ۽ دبير الدفتر جي تحريرات و نگارشات ۾ ڪو فرق و تميز نظر ڪونہ ايندو آهي. اساتذه قدما جون تصانيف شاهد آهن تہ هڪ شاعر و اديب جي زبان، زبان عام

ڪان الڳ ۽ بلند رهي آهي ۽ انهن جا الفاظ بلند هجڻ سان گڏ نازڪ معنيٰ تي شعر جو بنياد رکيل هوندو آهي. ازانسواءِ تشبيهات، استعارات، مبالغات، مناسبات ۽ ڪنايات هنن جي حور غزل جا زيورات آهن. بروءِ انصاف ڪوئي غور ڪري ته حور نما حَسين اگر بوجه ديوانگي سر بازار برهنه تن و آواره ڦري ته ان کي ڪير پسند ڪندو ۽ ان جو حسن دلين تي دل نشين و فريب دلربائي ڇا ڏيندو!! اهڙيءَ صورت ۾ هنجي حسن و جمال ۽ لطافت و نفاست جي خوبي لامحاله مفقود ۽ عيب موجود نظر ايندو. مثال مذڪوره مطابق ڏٺو وڃي ته شعر کي جيستائين چڱي لباس ۾ ملبوس ۽ زيورات سان آراسته نه ڪيو ويندو، تيستائين دلڪش و دلپزير ٿي نه سگهندو. هاڻي سوال هي پيدا ٿو ٿئي ته شعر کي ڪهڙي لباس ۾ ملبوس ٿيڻ گهرجي ۽ ان لاءِ ڪپڙا زيورات شايان سينگار ٿيندا آهن؟ اول هن تي رجحان خيال کي مبذول ڪرڻ لازمي آهي، ته جيئن لباس شعر جا الفاظَ بلند و شسته هجن، ائين سمجهڻ گهرجي ته الفاظَ ظرف ۽ معنيٰ مظروف آهي. جهڙيءَ طرح پاڻيءَ جي ڪيفيت ٺڪر ۽ شيشه جي گلاس ۾ بلڪل يڪسان هوندي آهي، مگر شيشي جي گلاس وارو پاڻي انتهائي دلڪش و دلدوز ۽ جاذب نظر هوندو آهي. مگر ٺڪر جي گلاس ۾ پاڻي ته ڇڏيو پر شربتَ جي جاذبيت و ڪشش و لطافت به مفقود نظر ايندي آهي ۽ دل هن کي پيئڻ لاءِ هرگز قبول نه ڪندي آهي.

اهڙيءَ طرح لباس شعر لاءِ بلند الفاظ جي عين ضرورت آهي ۽ انجي سينگار، بناوٽ ۽ سجاوٽ واسطي استعارات، تشبيهات، ڪنايات ۽ رعايات جي استاد جي سخت ضرورت آهي. بس ائين سمجهڻ گهرجي ته شاعري جو حسن وڪمال الفاظ ۾ آهي. نه معنيٰ ۾ جيستائين شاعري جي قوت متخيله ۾ يا ذخيرهءِ الفاظ و معاني

و معنيٰ نہ آهي، تہ اهو بلند شاعر ٿي نٿو سگهي، باقي هو هڪ تڪ بند ۽ ٺڙڪو شاعر ضرور لکيو ويندو. شاعر کي لازم آهي تہ هو اساتذہ بلغا وفصحا جي اشعار جو مطالعو ڪري، انهن جي رموز طرز تہ ڪيبات ومرڪبات کان آشنائيءِ الفاظ جي مهل استعمال، مَناسبات حرفي ومعنوي جي طريقي ۽ ڍنگ کان پوريءَ طرح آگاهہ رهي، ذڪر ڪيل حقيقت شعر ۾ مبالغات و واقعات وتصرفات جي صنعت ضرور هجي، رونہ شعر بليغ وبديع هرگز ٿي نہ سگهندو. مگر شرط آهي تہ مبالغہ غير عادي ۽ واقعات کان ٻاهر نہ هجي. اگر شعر محض تصنع سان لبريز هوندو تہ دلين تي اثر اندوز ڪڏهن بہ ٿي نہ سگهندو. شعر جيترو تصنع کان پاڪ واقعات تي مبني هوندو، اوترو پُر اثر ٿيندو. صنف. نظم ۾ اختصار حرفي يعني مخفف الفاظ شعر کي چست ڪندا آهن ۽ شعر جي بنَدش جيتري چست هوندي اوترو شعر بديع وبليغ ۽ سهل ممتنع ٿيندو. سهل ممتنع انهيءَ صنف شعر کي چئبو آهي جيڪو شعر ڏسڻ ۾ آسان ۽ ان جو جواب و مثال محال هجي. سهل ممتنع اڪثر اهي شعر آهن، جن ۾ لا انتها سادگي و بيساختگي هجي. مثال طور حضرت غالب ۽ ٻين شاعرن جا اشعار پيش ڪجن ٿا:

غالب

دل نادان تجهی هوا کیا هی
آخر اس درد کی دوا کیا هی

هوس کو هی نشاط کار کیا کیا
نه هو مرنا تو جینی کا مزا کیا

کوئی امید بر نهین آئی
کوئی صورت نظر نهین آئی
"مومن"

تم میری پاس هوتی هو گویا
جب کوئی دوسرا نهین هوتا
"میرتقی"

وجه بیگانگی نهین معلوم
تم جهاں کی هو واں هم بهی هین
مگر گئی هم نجات کی غم مین
ایسی جنت گئی جهنم مین

ساڳيءَ طرح فقير حقير جا بہ اڪثر انهي صف جا اشعار آهن.
مثال لاءِ چند شعر پيش ڪجن ٿا:

خانهء عشق کي نہ ڪر آباد
تنهنجو خانو خراب ٿي ويندو
چا ڏيان مان جواب ناصح کي
خود بخود لاجواب ٿي ويندو

آهي دراز داستان غم نہ ڪر حساب
روزِ حساب اي خدا! مهمل نہ ٿي وڃي

منڪرِ مهر و وفا ٿيو صاحب مهر و وفا
انقلابِ عشق ڏس ڪافر مسلمان ٿي ويو

مذكوره صنف كان بغير تقطيع شعر بروءِ عروض ضروري آهي، تقطيع جي لغوي معنيٰ آهي شعر کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ، يعني جنهن بحر ۾ شعر چيو ويجي، انهي جي اراڪين سان تقابل ڪرڻ، جو متحرڪ متحرڪ ساڪن ساڪن جي مقابل هجي. تقطيع وقت اضافتن جو خيال ڪرڻ ضروري آهي ڇو ته ڪي ڪسرا خفي هوندا آهن ته ڪي جلي. خفي جي صورت ۾ انهيءَ کي محض زير اضافت ڄاڻيو ويجي ۽ جلي جي صورت ۾ ان کي تقطيع ۾ بجاءِ هڪ حرف جي ڪنيو ويجي، تقطيعِ شعر ۾ اگر سستي ڪئي وئي ۽ شعر کي پوري طرح قالب عروض ۾ نہ وڌو ويو تہ شعر ڪڏهن بہ قابلِ ديد و فصيح و بليغ نہ ٿي سگهندو.

**فيض بخشاپوري**
جيڪب آباد
جنوري ١٩٥٨

از: ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري

# شهنشاهہ تغزل ۽ غالب سنڌ
# حضرت فيض بخشا پوري

انسان جي عملي زندگيءَ ۾ ڪي اهڙا دور به ايندا آهن جيڪي محدود مان لامحدود وسعتن تائين پرواز جو موقعو عطا ڪندا آهن. جڏهن انسان جي پرواز لامحدود وسعتن ۾ ٿيندي آهي ته، ڪيس وسيع قلب، وسيع نظر ۽ ڀين ڪيترين ئي خاصيتن ۽ خصلتن سان سينگاريل انسانن سان شناسائيءَ جو موقعو ملندو آهي. اڄ کان ۴۳ سال اڳي جڏهن رهبر ڊائجسٽ ڪي جاري ڪيم، تڏهن ادب جي محدود ما لامحدود دنيا ۾ قدم رکيو هئم. نتيجي ۾ تمام جلد انهن شخصيتن سان قربت ۽ ملاقاتن جو موقعو مليو، جيڪي اڄ به منهنجي لاءِ فخر جو باعث ۽ بيش بها خزانو آهن. انهن شخصيتن مان ڪيترين ته ابدي دنيا ڏي راهي ٿي چڪيون آهن مگر منهنجي دل تي اٿين نقش آهن جيئن:

دل میں ھے اتری ھوئی تصویر یار کی،
جب ذرا گردن جھکالی، دیکھ لی۔

جناب اي ڪي بروهي، پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل، سيد سردار علي شاهه ذاڪر، سيد علي اڪبر شاهه، مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ، نواب حاجي محمد علي خان، مولانا شفيع محمد نظاماڻي، مولانا جان محمد ڀٽو، شيخ عبدالرزاق "راز"، جناب حبيب الله ڀٽو، شيخ محمد سومار، جناب قربان علي بگٽي، حافظ محمد احسن چنہ، جناب

آصف مصرائي، مولوي عبدالله اثر، جناب معمور يوسفائي، مظفر حسين جوش، مولانا خير محمد نظامائي، پروفيسر ڪريم بخش نظامائي، جناب منظور نقوي، قاضي عبدالمجيد عابد، پروفيسر اسد الله ڀٽو، محترم نور شاهين، امير علي چانڊيو، محمد نواز محزون، اسحاق "اثر" پروفيسر مير محمد ڀيو، خالد ايم اسحاق، محسن ڪڪڙائي، ڊاڪٽر اياز قادري، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو، ڊاڪٽر ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي، الحاج رحيم بخش قمر معمور يوسفائي، شيخ عبدالرزاق راز ۽ ٻيا ڪيترائي شفيق مهربان ۽ دوست جيڪي هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا آهن.

جناب فيض بخشاپوري پڻ انهن مان هڪ هو. بجا طور تي انهن لاءِ لطيف رحه جي هيءَ سٽ چوندس تہ:

"ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ، اچي بوءِ بهار جي"

فيض صاحب ڪي ان دور ۾ بہ شهنشاهہ تغزل ۽ غالب سنڌ لکندو هئس ۽ اڄ بہ سندس اهوئي مرتبو ڏسان ٿو. هو زماني جو يگانو ۽ پنهنجي اندازِ فڪر جو بي مثال شاعر هو. سندس نظر ايڏي تہ وسيع، فڪر ۾ ايڏي تہ گهرائي ۽ خيال ۾ ايڏي تہ بلندي هئي جو هن دور جا ڪم علم يا سطحي علم رکڻ وارا سندس دز ڪي بہ پهچي نہ ٿي سگهيا. هو مشڪل پسند نہ هو پر فارسيءَ جي ترڪيبن ڪي پنهنجي شعرن ۾ استعمال ڪرڻ سان مشڪل نظر ايندو هو. مرزا غالب جو مشڪل ڪلام اگر اردو جي عام قاري ڪي سمجهہ ۾ نہ اچي تہ ان ۾ مرزا صاحب جي ڪوتاهي نہ پر سطحي علم ۽ فهم رکندڙن جي ڪوتاهي ۽ ڪم علمي آهي.

غالب سنڌ بجا طور تي سنڌ ۾ شهنشاهه تغزل هجڻ جو پنهنجي ڪلام جي گهرائي، گيرائي ۽ وسيع نظريءَ سان ثبوت ڏنو آهي. سندس هڪ نعتيہ غزل جا ڪجهہ شعر آهن:

سرمد پنهنجي جان گنوائي سوليءَ تي منصور چڙهيو،
ڪرب وبلا ۾ تنهجي سر تي سر ڏيندي شبير ڏٺم.
تنهنجي درد فراق جو ماريل شام ڪي روئي صبح ڪري،
سانوڻ جي برسات جي صورت نيڻن وهندي نير ڏٺم.
درويشن جي دست دعا ۾ هر دو عالم لوح و قلم،
مظلومن جي آه ۾ همدم بجلي جي تاثير ڏٺم.
ڪير رهيو آ ؟ ڪنهن جي دنيا ؟ نامِ خدا ڪي آهي بقا،
نفس نفس ڪي راهه فنا ۾ شام و سحر رهگير ڏٺم.
جيڪو ڪعبہ دل ڪي تنهنجي عشق سان تُو معمور ڪري،
ان جي رنگ محل ڪي ٿيندي جنت ۾ تعمير ڏٺم.
دي رو حرم ۾ ڳوليم جنهن ڪي، عرش و فرش تلاش ڪيم،
دل جي آئيني ۾ آخر، دلبر جي تصوير ڏٺم.
هڪ غمديده رنج رسيده، خاڪ نشين، آفاق زده،
تنهنجي در تي شاهہ دو عالم ويني فيض فقير ڏٺم. (۱)

فيض جي ڪلام ۾ مشڪل الفاظ هئڻ جي باوجود سندس ترڪيبن جو استعمال ۽ بندش اهڙي تہ خوبصورتيءَ سان ڪيل هوندي آهي جو ڪلام ۾ دريا جهڙي رواني ۽ مشڪل الفاظ جي سمجهہ خود بخود ٿيندي ويندي آهي.

سندس هر ڪلام موتين مالها هوندي آهي ۽ اها مالها ايڏي تہ

قيمتي ۽ حسين هوندي آهي جو سچ پچ ان تي رشڪ پيو ايندو آهي. پر اها بہ حقيقت آهي تہ اها موتين مالها فيض جي پنهنجي گلي ۽ زبان سان وڏيڪ سوهندي ۽ جرڪندي هئي. فيض جو ڪلام ڪير بہ ڪهڙي انداز ۾ خوش الهانيءَ سان چو نہ پيش ڪري، پر جڏهن غالب سنڌ پاڻ پنهنجي مخصوص انداز سان پيش ڪندو هو تہ شعر جو حسن، ان جي گهرائي ۽ بلند خيالي، ان جي معنيٰ ۽ مطلب سڀ ڪجهہ دلين ۾ لهندو ويندو هو ۽ زبان مان واه واه، سبحان الله جا الفاظ ادا ٿيندا رهندا هئا.

هو پاڻ کي "فيض فقير"، "درويش خدا مست"، "فيض قلندر" ۽ ٻين لفظن سان نہ فقط ياد ڪندو هو پر حقيقت ۾ هن صوفي منش انسان دنيا جي لذتن ۽ خواهشن کي ڪڏهن بہ دل ۾ جاءِ ڪانہ ڏني. سندس زندگي فقيري انداز ۾ پر شاهانہ گذري. چاڪاڻ تہ سندس خيال ۽ سوچ ڪمتريءَ جاءِ برتريءَ ۾ رهيا. هو جڏهن بہ محفل ۾ ايندو هو تہ شاهانہ چال ڍال ۽ انداز سان ايندو هو. سندس نشست و برخواست ۾ بلا جي خودي ۽ خود اعتمادي هئي. فيض جي دل ۾ هڪ درد سمايل هو. پاڻ پنهنجي انهي درد ۽ جذبي کي انتهائي دردمنديءَ سان هن طرح ظاهر ڪيو اٿس.

ڪير جو بيان داستان روئي روئي،
روئاريو مون سارو جهان روئي روئي،
مچايم شبِ هجر ۾ شور محشر،
جڳايو مون سارو جهان روئي روئي،
گمانِ محبت نہ هو بدگمان ۾،
هو ڪافر ڪيم مسلمان روئي روئي،
ٿيو جلوه گر نازنين بعد مدت،
ڪيم هن کي ميهمان روئي روئي،

فيض صاحب ۾ ديني حميت، غيرت ۽ محبت ڪٽي ڪٽي ڀريل هئي. هو ان معاملي ۾ پاڻ زورن سان زوري وڙهي پوندو هو. هن نہ فقط قلم ۽ زبان سان جهاد ڪيو، پر ان حديث شريف تي پورو پورو عمل پيرا هوندو هو تہ "مومن اهو آهي جيڪو وقت جي جابر حاڪم کي بہ سچ چئي ڏئي" ۽ هن درويش خدامست پنهنجي زندگيءَ ۾ عملي طور تي ڪئين پيرا ائين ڪري ڏيکاريو. هو ڪڏهن بہ ڪنهن کان مرعوب نہ ٿيو، پر هن هميشه ٻين کي پنهنجي دلائل ۽ منطق سان زير ڪيو. ظاهري طور تي وسيع مطالعہ ڪندڙ نظر نہ آيو ۽ نہ وڏن وڏن ڪتابن جا حوالا ڏيندو هو. پر حقيقت ۾ هو وڏي مطالعي وارو صاحب ادراڪ هو. يا ائين ڪٿي چئجي تہ کيس علم لدني عطا ٿيل هو. هن جون ملاقاتون وقت جي بادشاهن سان هيون تہ فقيرن سان پڻ، پر سندس انداز گفتگو ۾ ذري برابر فرق نہ آيو. هو هڪ بااصول انسان هو. مستقل مزاج، ارادي جو جبل، هڪ اٽل ۽ اٽتر انسان، مضبوط ۽ سخت، وقت جون گرم سرد هوائون ۽ طوفان بہ کيس پنهنجي ارادي تان اکوڙي تہ ڇا پر لوڏي بہ نہ سگهندا هئا.

مون کي اهو فخر حاصل آهي تہ تمام ڏکئي وقت تي سندس قريبي دوست احباب بہ منهنجي معرفت کيس ڪا ڳالهہ ڪنهن طرح سان مڃرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا هئا. هو مون تي انتهائي شفيق ۽ مهربان هوندو هو. آئون فيض صاحب جي طبيعت مطابق ۽ حالتن کي ڏسي کيس انهي حد تائين مڃرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو هئس، جنهن لاءِ ٻيا اڳي ناڪام ٿي آيل هوندا هئا. فيض صاحب سان اهڙن خاص موقعن تي ڪير ڳالهائي بہ نہ سگهندو هو. هو خوديءَ جو قائل هو. جتي ٻين کي مجبوراً سر تسليم خم ڪرڻو پوندو هو.

فيض صاحب وقت ۽ حالتن جو گهرو مطالعو ڪندڙ هو. پنهنجي راءِ جو پنهنجي ڪلام ۾ بخوبي اظهار ڪندو هو.

هو انقلاب بنگلاديش تي سخت ناراض هو، مگر جڏهن بنگلاديش ۾ پيهر اندروني انقلاب آيو ته پاڻ برملا خوشيءَ جو اظهار هينئن ڪيائين:

قيد ڀارت کان رها خطهٔ بينگال ٿيو،
جنهن ڪيو پامال اهو پاڻ ئي پامال ٿيو،
قاتل ملتِ بيضا هيو غدار مجيب،
دشمن پاڪ وطن تي ويو ڀارت جو نصيب،
دور آ خطهٔ بينگال تہ ڪا ڳالھ نہ آ،
تي ويا نيٺ مسلمان، مسلمان جي قريب. (٢)

فيض انتهائي مذهبي ماڻهو هو. هن اسلامي عقيدن لاءِ اڪثر طور تي نهايت سهڻي پيرائي ۾ خيال آرائي نصيحت جي صورت ۾ ڪئي آهي. هن رمضان المبارڪ ۽ نزول قرآن لاءِ بہ نظم چيو، جنهن جا چند شعر هي آهن:

روزو آ علاجِ غمِ امراض،
حاصل ٿيو آ درد جو درمان مبارڪ،
ميخانهٔ توحيد ۾ آ رند قلندر،
عارف کي هجي بادهٔ عرفان مبارڪ،
ٿيو "فيض" خرابات نشين خلد ۾ داخل،
مهر و ڪرم و بخش يزدان مبارڪ.

ساڳيءَ ريت ڪلام مجيد و فرقان حميد جي لاءِ سندس عقيدت و احترام جنهن انداز ۾ ظاهر ٿيو آهي اهو چڱي خاصي ديني علم رکندڙ

ڪان بہ وڏي مشڪل سان ٿيندو. سندس دل جي گهرائين مان پڏي نڪتل ايماني ۽ جذباتي الفاظ هي آهن:

اهل ايمان کي ڏنو گوهر ايمان قرآن،
باليقين آهہ ڪلام لب يزدان قرآن،
آدمي کي ٿو ڪري برتر و ذي شان قرآن،
ٿو بنايو آهي انسان کي انسان قرآن،
مدحت ختمِ مرسل سورة و آيات ڪريم،
آه آئينہ، آئينہءِ يزدان قرآن،
ورد جبريل امين، درس رسول عربي،
آگهي علم و معارف جو دبستان قرآن،
مون ڪيو آه رقم توکي بياض دل ۾،
تو ڪيو ظلمتِ سينہ کي فروزان قرآن. (٣)

حضرت فيض بخشاپوري صاحب لاءِ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ پاڻ مدحت مرسل ايڏي تہ سوز ۽ گداز مان ڪندو هو. اهڙي تہ پيرائي ۽ انداز ۾ بيان ڪندو هو جو سندس هر شعر تي رشڪ ايندو آهي. هو وقت جو عارف ۽ صوفي لڳندو هو. سندس زبان جو کهڙو ڪجي بيان! سندس هڪ نعت جا ڪجھ شعر آهن:

ڏٺم آئينہ روءِ حقيقت يا رسول الله،
خدا شاهد خدا آ تنهنجي صورت، يا رسول الله،
زبانِ حضرت يزدان ٿي مدحت يا رسول الله،
الوهيت کي آ ناز نبوت، يا رسول الله،
نہ ناسوتي نہ ملڪوتي نہ جبروتي نہ لاهوتي،

ڪري چا ڪوئي انداز ولايت يا رسول اللهؐ.
پڪاري ٿو پيو محشر ۾ "فيض" بي سرو سامان
شفاعت ڪر شفاعت ڪر شفاعت. يا رسول الله. (۴)

فيض صاحب جي هر غزل ۾ ڪئين اهڙا شعر هوندا آهن جو انهن کي وري وري پڙهندي دل نہ ڍاپندي آهي. زبان مان بي ساختہ واھ واھ ۽ سبحان الله جا لفظ پيا نڪرندا آهن. ڪاش فيض جا اهي هيرا ۽ موتي مون کي ياد ٿي وڃن ۽ آئون انهن کي ورجائيندو رهان.

سندس هڪ غزل جا انتهائي خوبصورت، پُر معنيٰ ۽ پُر مغز شعر پڙهڻ وٽان آهن:

جمال حسن روءِ مهر روح آئينہ حق آ.
بت ڪافر جي صحبت ۾ ويم ٿي ديندار آخر.
جبين هر بت بتخانہ قرآن مبين گويا.
خطِ رخ ۾ نظر آيو ڪمال پروردگار آخر.
رهيم نازان فقيري فاقہ مستي ڪج ڪلاهي تي.
ڪري قدمن تي پيا همدم. جهانِ تاجدار آخر.
پياريو جام ڪوثر جو وجي "فيض" قلندر کي.
فرشتن کي چيو هي رحمت پرودگار آخر.(۵)

سندس ڪي ڪي شعر بي ساختہ کلڻ ۽ حيرت زده ڪرڻ لاءِ ڪافي هوندا آهن. خاص طور تي هي شعر:

جهانِ نو ۾ ڪو اهڙو نئون نظام ٿئي.
خرد غلام ٿئي ۽ جنون امام ٿئي.

گنج قلندر جي عنوان هيٺ غزل جي هڪ هڪ شعر جي ڇا تعريف ڪجي، ڇا وصف بيان ڪجي. حقيقت هي آهي ته اردو غزل اگر مرزا غالب جي در جو غلام هو ته سنڌيءَ ۾ بخشاپور جي فيض الله خان غالب سنڌ جو به ملازم هو. پر اها غزل جي توهين ڇئجي جو ان کي غلام ۽ ملازم جو درجو ڏجي. ان ڪري آئون ان کي پنهي جي خيالن جو غلمان قرار ڏيندس.

گنج قلندر جا چند شعر پيش خدمت آهن جن ۾ خودي، مئڪشي، بندگي، گدائي ۽ پارسائيءَ کي ڪهڙي نه سهڻي پيرائي ۾ استعمال ڪيو ويو آهي جو انهن لفظن سان پيار ٿي ويو آهي:

خدا منهنجو خودي منهنجي خدائي،
زمين کان آسمان تائين رسائي،
جمال شاهد فطرت ڏسي ڇا؟
خودي کي آهه ذوقِ خود نمائي.
اچا ميڪش کي هوش باده نوشي،
اچا ڏي ساقيا سرڪي سوائي
مقام بندگي هرگز نه ڏيندس،
خدا بخشي اگر ساري خدائي،
قلندر کي آ گنج لااله بس،
پڳو مون ڪاسئه دستِ گدائي.
وسايو "فيض" پي ڪنج خرابات،
خدا حافظ طريقِ پارسائي.(٦)

شهنشاھ تغزل جي ڪلام مان ڪجھ پيا ٻه منتخب شعر ان لاءِ شامل ڪرڻ ضروري آهن جو انهن مان هر شعر هڪ غزل نه پر بلڪ هڪ ديوان ۽ بياض جيڏي وسعت رکي ٿو:

نهاري نازنين هر هر ٿو دزديده نگاهن سان،
پياري ٿو پيو ساقي شراب آهسته آهسته.
رخ روشن تي آ چوڙي ڇڏيو شب رنگين زلفن کي،
مہِ ڪامل ٿيو زير سحاب آهسته آهسته.

***

بيمارِ عشق جو نه مسيحا کان ٿيو علاج،
يادِ صنم کي درد جو درمان ڪري ڇڏيم.
انداز دوستي ۾ ڏسي رمزِ دشمني،
عرصي کان ترڪ صحبتِ ياران ڪري ڇڏيم.
زاهد کي ويم ڪوءِ خرابات ۾ وٺي،
اي شيخ! هن فرشتي کي انسان ڪري ڇڏيم.

***

دست سوال غير ڏي هرگز نه ڪر دراز،
محروم ٿي نه رحمت پروردگار کان.
سرزد گناھ توبه ٿيو مئي گسار کان،
نادم رهان ٿو رحمتِ پروردگار کان.
ٽڪراءِ جام جام سان، آ رسمِ مئي ڪشي،
ساقي ملاءِ مست نگ کي نگاھ سان.
راهِ جنون ۾ ٿي ڪٿي مجنون سان گفتگو،
هو پنهنجي راھ سان ويو مان پنهنجي راھ سان.

مون کي گهرو تہ مان پيي گهران ورنہ خوش رهو.
دل کي دل سان راهہ. آهي چاهہ چاهہ سان.
رحمت جي رکيم لڄ، فرشتہ جلي ويا.
آهي بلند رتبہ انسان، گناهہ سان.
يا رب متاع درد جو جنت معاوضو!
تڪرار چا ڪري هي گدا بادشاهہ سان.

خدا خير ڪري فيض جي هنن شعرن کي ڪٿي لڪائي رکجي ۽ ڪٿي ظاهر ڪجي، ڪٿي چمجي ۽ ڪٿي غائب ڪجي. هنن شعرن کي پڙهڻ سان ڪٿي وجد نہ طاري ٿي وڃي:

چو مان نہ ڪيان سجده، خدا پيي آ صنم پيي.
درپرده حقيقي آ، بظاهر آ مجازي.
دامان صنم دست ۾ سر پائي صنم تي،
مستي جي آ مستي ۽ نيازي جي نيازي
هر وار تي قاتل کي چيم وار وري ڪر.
منصور! ڪٿي توکان ويم عشق جي بازي.

هاڻي مون کي اهو يقين آهي تہ نالي جو انسان تي وڏو اثر ٿيندو آهي، ان ڪري فيض الله خان يعني پين جي لاءِ هي فيض پر مٿس الله جو خاص فيض ۽ عنايت هئي ۽ پنهنجي دل جي ادراڪ سان، مٿس جيڪا آورد ٿي. اها نهايت احسن ۽ حسين تر زبان ۾ اسان وٽ پڄڻي ويو. سندس لطيف پيرايو وري وري پڙهڻ سان پنهنجي دل ۽ ذهن جا چوڏهن طبق روشن ٿيندي محسوس ٿين ٿا. هن غزل جي جمال ۽ ڪمال جو اندازو ڪجي تہ ڪري نہ سگهبو. جنهن ۾ نعتيہ انداز ۾ شامل آهي.

صرف چند شعر نموني طور آهن:

مجنون پيو ڇيو مون کي ديوانہ و سودائي،
ڇا دادِ جنون آهي، ڇا حوصلہ افزائي؟
ڇا حسن و جمال آهي؟ ڇا شانِ ڪمال آهي؟
انسان پيو شيدائي، الله پيو شيدائي.
هر چيز آ آئينو هن شاهدِ فطرت جو،
هر هنڌ نظر آيو، آ يار پيو هرجائي.
اي حسن ازل تنهنجو ثاني نہ ڪوئي همسر،
مرعوب دو عالم کي، هي نازش يڪتائي.
اي "فيض" فزون تر آ، هر عيش دو عالم کان،
هڪ هن سان شناسائي، هڪ گوشہ تنهائي.

فيض جا ڪيترائي شعري مجموعا شايع ٿيا. حقيقت هي آهي تہ سڀ مجموعہ ڪلام سانڍي رکڻ جهڙا آهن ۽ مون کي يقين آهي تہ جن بہ باذق ۽ سخنور دوستن وٽ اهي هوندا، اهي ڪڏهن بہ ڪنهن کي ڏيکارڻ بہ شايد گوارا نہ ڪن تہ متان غائب نہ ٿي وڃن. گنجينہ فيض جو هي غزل پنهنجو مثال پاڻ آهي:

تاجدارِ سخنوران آهيان،
شاعرِ آخر الزمان آهيان،
نفي اثبات و ظاهر و باطن،
ناهيان آهيان جي درميان آهيان.
مون خدا کي ڇيو جهان دشمن،
هن ڇيو مان جو مهربان آهيان.

منهنجا اشعار سر بسر اسرار،
هاتفِ غيب جي زبان آهيان.
"فيض" کان عالمِ سخن روشن،
مشعلِ بزمِ شاعران آهيان.

فيض جي لاءِ ذاتي طور تي يا سندس شعري صلاحيتن جي باري ۾ ڪوبہ تبصره نگار جنهن بہ انداز ۾ گفتگو ڪرڻ چاهيندو تہ ان جي خيالن جي ترجماني خود فيض جي ڪلام مان بهترين طريقي سان ٿي سگهندي. هيستائين سنڌ جي هن مايہ ناز شاعر ۽ فرزند جو جيڪو بہ ڪلام پيش ٿيو آهي ان مان ڪوبہ اهڙو موضوع تشنہ رهجي نہ ويو آهي جنهن تي فيض طبع آزمائي نہ ڪئي هجي.

هو استاد ۽ قادر الڪلام شاعر هو. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ نہ فقط سنڌي ۽ اردو شعرا ڪرام کي پنهنجي رنگ ۾ رڱيو پر آئنده نسلن جي پڻ رهبري ۽ رهنمائي ڪندو رهندو. شاعريءَ ۾ سندس ايترا تہ شاگرد آهن جو اهي سندس طرز ۽ انداز ۾ شاعري ڪرڻ لاءِ هميشه ڪوشان رهندا ۽ فخر پڻ محسوس ڪندا رهندا.

هن مذهب، عقائد، قوم، وطن مطلب تہ هر موضوع تي سنڌي ۽ اردو کان علاوه فارسي ۽ بلوچي توڙي ٻين ٻولين ۾ بہ شاعري ڪئي. غزل سندس پسنديده صنف سخن هو ۽ اهو نعت، منقبت يا ڪنهن بہ قسم جي نظم مان پڻ عيان آهي.

گذريل پنجويهن سالن ۾ مون فيض تي نثر توڙي نظم ۾ جيترو بہ لکيو آهي، اوترو ٻئي ڪنهن بہ شخصيت تي نہ لکيو اٿم. فيض صاحب جي خاص معتقدن مان امير علي چانڊيو مرحوم پڻ هو. جنهن

ٺنڍي محمد خان ۾ اي ايس پي جي عهدي دوران فيض صاحب جي مانَ ۾ سندس ئي صدارت ۾ هڪ مشاعرو ۱۰ جون ۱۹۸۱ع تي ڦليليءَ جي ڪپ تي رکيو. آئون حيدرآباد جي سنڌي ۽ اردو شعراءَ ڪرام ڪي پاڻ سان گڏ وٺي ان ۾ شريڪ ٿيو هئس ۽ فيض صاحب تي پهريون ڀيرو غزل نما هڪ نظم بہ پڙهيو هئم، جنهن جا شعر هن طرح هئا:

شعر جنهن جا رهبري، سو فيض آ بخشاپوري،
سنڌ جو آ "انوري "[i] سو فيض آ بخشاپوري.
هو سخنور آهي يڪتا ۽ سخندان آهي خوب،
ناهي جنهن سان همسري، سو فيض آ بخشاپوري.
چست جنهنجي ٿي زبان، برجستہ فقرا واهہ وا،
حرف جنهن جا آخري، سو فيض آ بخشاپوري،
نينهن جو آهي نهوڙيل، عشق ۾ صوفي صفا،
"قيس "[ii] آهي ظاهري، سو فيض آ بخشاپوري،
لفظ جنهن جا خوب آهن ۽ تخيل بي مثال،
هر اکر جادوگري، سو فيض آ بخشاپوري.
جسم ۾ ڪمزور آ، پر دل تہ اُن جي آ جبل،
جو شڪستہ ظاهري، سو فيض آ بخشاپوري،
حق جي پيغام جو، بي خوف آهي هو نقيب،
جو سڏاري "آذري "[iii] سو فيض آ بخشاپوري.
بت شڪن آ خوب پر، لفظي صنم ڪيئي اٿس،
جت عجب هي ڪافري، سو فيض آ بخشاپوري،
رند ناهي مست هي، مردِ قلندر آهي هي،

مئڪدي ۾ شاعري، سو فيض آ بخشاپوري.
شاعري ٿي زندگي ۽ زندگي بس شاعري،
لفظ جنهن جا ساحري، سو فيض آ بخشاپوري.
شاعري جنهن جي مطيع ۽ لفظ جنهن جي حڪم ۾،
هي ولايت قادري، سو فيض آ بخشاپوري.
فيض جنهن جو عام ٿيو، فيض ان جو نام ٿيو،
جنهن جي "عابد" سروري، سو فيض آ بخشاپوري.

هن غزل نما نظم مان فيض صاحب جي فن، فڪر ۽ طبيعت جي باري ۾ گهڻي ڪجهه معلومات ملي ٿي.

فيض صاحب ۱۴ مئي ۱۹۹۱ع تي وفات ڪئي. سندس وفات حسرت آيات ڪي دل ۾ هردم محسوس ڪيم. ۱۱ مئي جيڪا منهنجي ڄم جي پڻ تاريخ آهي. انهيءَ حوالي سان ۱۹۹۲ع تي جڏهن آئون پورن پنجاهه سالن جو ٿيس، تہ ان ڏينهن مون کي الائي ڇو سندس ياد آئي ۽ شام جو ساڍي ٦ وڳي هي غزل چيم:

ڏنم دل ۾ پنهنجي رڳو فيض آهي،
سدا فيض جو ئي مليو فيض آهي،
هي دل ۾ جگر ۾ رڳن ۾ تہ ڇا هي!
ڪرم آهي ڪنهن جو مٿو فيض آهي.

نهائين جو نينهن اندر ۾ دکي پيو،
جو اڪرين مان هردم وٺو فيض آهي.

ملي فيض جنهن ڪان محبت انهي سان،
"خدا مست درويش" جو فيض آهي.
رواني طبيعت ۾ جيڪا رهي ٿي،
حقيقت ۾ ان ڪان مليو فيض آهي.
ڪي انسان جهان ۾ رڳا فيض "عابد"،
ڪو ڪوزي ۾ دريا رڳو فيض آهي."

بعد ۾ اهو غزل سندن ورسي تي پڻ پڙهيو هيم. فيض صاحب سان جيڪا منهنجي انسيت رهي آهي ان جو پاڻ کي به هميشه احساس هوندو هئس. حيدرآباد جا پراڻا ۽ مهربان سندس دوست خاص طور تي سيد سردار علي شاهه ذاڪر ۽ محمد اسحاق اثر يا مظفر حسين جوش، سڀ فوت ٿي ويا ته انهن بعد جڏهن به پاڻ حيدرآباد ايندو هو ته چوندو هو "عابد" آئون هاڻي هتي اچان ٿو ته فقط تنهنجي ڪري، نه ته هتي منهنجي لاءِ هاڻي ڪوبه اهڙو ماڻهو نه رهيو آهي جنهن جي مون کي اڪير ٿئي.

هو حيدرآباد اچڻ شرط مون کي فون ڪندو هو ۽ آئون بنا دير وٽس پهچي ويندو هئس ۽ جيترا ڏينهن به هتي هوندو هو ته ساڻس رهائيون پيون ٿينديون هيون. ڪڏهن ته هلڪا ڦلڪا مشاعرا به رکندو هئس ۽ اها ئي سندس روحاني غذا هوندي هئي.

هاڻي وري آئون جيڪب آباد ۾ سندس هر ورسيءَ تي انهيءَ اڪير سان ويندو رهيو آهيان. ڇو ته فيض سان ملڻ ويندو هجان ۽ حقيقت به اها آهي ته اتي هر شئي ۾ مون کي فيض نظر ايندو آهي. سندس هر تعلق واري ماڻهو ۾ فيض ملندو اٿم. سندس پائٽيا نواز علي "نواز" يا

اختيار اهي مون کي ائين پيارا آهن جيئن فيض صاحب کي هوندا هئا ۽ اهي بہ منهنجي ائين عزت ۽ احترام ڪندا آهن جيئن فيض صاحب جي ڪندا هئا.

۱۴_ مئي ۱۹۹٦ع واري ورسيءَ ۾ ويندي سفر دوران جيڪي قطعات فيض صاحب لاءِ چيم، انهن مان منهنجي احساس جي چڱيءَ پر عڪاسي ملندي انهن مان هڪ قطعو آهي:

هڪ شخص سان هن شهر جي رونق عجب آهي وڏيل،
هت فيض جي نالي پنيان، ڪو فيض ٿيو بس عام آ،
هر دور ۾ غالب رهيو هو شاهہ شاهانِ غزل،
ميلو متل هر سال آ. ڪيڏو نہ اَن جو نام آ.

گذريل اڌ صديءَ ۾ ڪيترائي عالم، اديب ۽ شاعر فوت ٿيا آهن انهن ۾ ڪيترا ئي تونگر بہ هوندا. پر ڪنهن جي بہ ورسي باقاعدگيءَ سان ۽ ايڏي وڏي اهتمام سان ائين نٿي ملهائجي جيئن هن درويش صفت ۽ مرد قلندر جي ملهائجي ٿي. ورسيءَ جي ڏينهن ٽائون هال جيڪب آباد ۾ منجهند جو مقالاتي ۽ تقريري نشست هر سال ڏاڍي سهڻي ٿئي ٿي ۽ ان ۾ پوري پاڪستان جا: لاهور، فيصل آباد، ڪوئٽہ يا ڪراچي ۽ حيدرآباد جا عالم، اديب ۽ شاعر، اردو جا هجن يا سنڌيءَ جا، اچي پنهنجي طرفان خراج عقيدت پيش ڪن ٿا ۽ فيض جي ائين ساراهہ ڪن ٿا جيئن مرزا غالب جي ٿئي يا علامہ اقبال جي.

ساڳي رات جو آل پاڪستان اردو سنڌي مشاعري ۾ بہ چئني صوبن جا بزرگ، برک ۽ ڪهنہ مشق شعراءِ ڪرام اچي مشاعري جو رنگ دوبالا ڪندا آهن ۽ هرڪو شاعر پهرين فيض صاحب کي منظوم خراج

تحسين پيش ڪندو ۽ پوءِ غزل وغيره پيش ڪندو آهي. ڪي خوش الحان حضرات فيض صاحب جي حمد يا نعت اهڙي تہ سوز و گداز سان پيش ڪن ٿا جو هڪ طرف فيض جو ڪلام، ٻئي طرف خوش الحان، حقيقت هي آهي تہ پوري پريل پنڊال ۾ منعقد ٿيل ان تقريب تي چڻ تہ سحر طاري ٿي ويندو آهي.

تڏهن ئي تہ ١٩٩٢ع جي ورسيءَ ۾ پنهنجو هڪ قطعو بہ اهڙي ئي رنگ جي عڪاسي ڪندڙ پيش ڪيو اٿم:

تنهن جي صحبت فيض سڀ، عشق سا گڏ سوز هئي،
تون جڏهن زنده هئين، زندگي پُر سوز هئي،
ياد تنهنجي فيض آ، هردم ڏئي اڌما پئي،
تنهنجي هستي فيض "عابد" معرفت اندوز هئي.

۽ پوءِ وڌيڪ انهي رنگ کي ظاهر ڪندي چيو اٿم:

اڄ جڏهن آيا هتي ڪيئي ادب جا ڪوڏيا،
فيض تن کي آ مليل "عابد" اهو تون ياد ڪر.
تون هميشه ايندو رهندين، فيض ملندو پيو سدا،
فيض جيڪو هو قلندر، سو مڃو تون ياد ڪر.

راغب مراد آبادي هجي يا سيد احسن الهاشمي، قلندر لڪياري ۽ آفاق صديقي هجن يا سيد اظهر گيلاني، عطاءُ الحق قاسمي ۽ امجد اسلام امجد هجي يا بشير احمد شاد، بلڪ. ڪراچي، حيدرآباد يا پنجاب جي مختلف شهرن مان بلند پايہ خواتين شاعرائون پڻ انهن مشاعرن ۾ اچي خراج تحسين پيش ڪن ٿيون. انهن ۾ رعنا ناهيد، ذڪيہ غزل ۽

ٻيون جن جا نالا نٿا اچن، وڏي چاهہ ۽ ذوق مان اچي شريڪ ٿين ٿيون. مرحوم حاجي علي بخش جمالي يا احمد خان مدهوش(جيڪو فيض صاحب جي شاگردن مان آهي) ۽ خود جيڪب آباد جا معروف شاعر قطب الدين تاب يا مراد علي نور، سڀ جنهن حب ۽ اڪير يا دل جي گهرائين سان فيض صاحب تي نثر ۾ يا نظم ۾ قطعات چوندا آهن، اهي گذريل سالن جا سڀ مقالا ۽ نظم اگر گڏ ڪري شايع ڪيا وڃن تہ هوند ڪيئي ڪتاب جڙي پون، ڇاڪاڻ تہ هر سال جي ورسيءَ جو مواد هڪ ڪتاب جو مواد هوندو آهي ۽ اهو ٻهرين ڪان مختلف ۽ منفرد بہ هوندو آهي. افسوس جو اهو سمورو مواد محفوظ نظر نٿو اچي ڇاڪاڻ تہ هاڻي هي ڪتاب جڏهن ڪمپوز ٿيو آهي يعني "ڪليات فيض" ان ۾ اهو ضرور شامل هجي ها.

سال ١٩٨٧ع ۾ مئي جي ١۴ تاريخ تي فيض صاحب جي ورسيءَ ۾ منهنجو نظم خود انهن سيني ڳالهين جي وڏي ثابتي آهي:

تون محفل جي رونق سدائين رهين،
۽ اڄ پڻ تہ محفل آ توسان مثل.
اهو فيض تنهنجو ئي اعجاز آ.
ڪشش قرب تنهنجي ۾ هرڪو ڪٺل.
عجب زندگي تو گذاري سڄڻ،
رهي حق صداقت جي تو وٽ اڇل.
لُڪون جهولا طوفان گذريا ڪئين،
نہ لوڏي سگهيا توکي هڪڙي ڪا پل.
سدا فيض تنهنجو ملي مون کي شل،
پڇڻ تنهنجي رتبي کي ناهي سڦل.

تون عارف ولي يا ڪہ "عابد" هئين،
هيون تنهنجون اکڙيون هميشه پنل.

۱۴ مئي ۱۹۹۸ع واري ورسيءَ تي جڏهن پهتس تہ اُن وقت گورنر سنڌ معين الدين حيدر جي شرڪت جو امڪان هو. نتيجي ۾ پهريون پيرو فيض جي حوالي سان ڪو اردو قطعو چيم، جيڪو اتي پيش ڪيو هئم:

يہ فيض تها يا فيض کا فيضان تها، فيضان هے،
هر شخص "عابد" صاف دل محبوب سا انسان هے،
جب نام آتا هے لبون پر اس قلندر مرد کا،
تاريخ کی اس باب سے کوئی نهيں انجان هے.
ميں کس طرح سے بهول جاؤں جيکب آبادی رونقين،
خوشبو سے جيسے مهکتا تها، يہ فيض کا احسان هے.

اجا اتي بس نہ آهي اهو سلسلو جاري آهي ۽ تادم جاري رهندو.سال ۲۰۰۰ ۾ اها ورسي ۷ فيبروري تي رکي ويئي. جيڪب آباد جي گذريل هڪ صديءَ کان هلندڙ سالانہ ميلي جي موقعي تي اها ورسي ان سان شامل رکي وئي. انهيءَ موقعي تي فيض صاحب جي حوالي سان جيڪو غزليہ نظم پيش ڪيو هئم. اهو فيض صاحب جي شخصيت ۽ قدر و منزلت جي پوري عڪاسي ڪري ٿو:

فياض ڪير هوندو، هن فيض جي اڳيان ڪو.
غالب آ سنڌ جو هي، غالب هميشه رهندو.
شاهہ غزل ازل کان، جو فڪر ۾ بہ فردا،
گهرو سمنڊ کان زياده، مهراڻ کان نرالو.

درياهہ جي رواني، هر بند ۾ جواني،
آواز گونجيو ٿي، جبلن ۾ چڙھ پڙادو.
هر لفظ جنهن جو موتي، ياقوت يا ڪہ مرجان،
شعرن ۾ ايڏو جادو، جسمن ۾ چڙھ سياڪو.
محفل تي رنگ "عابد" خوشبو جيان ٿي نکريو،
هر فرد تي نشو چڙھ، مئہ "فيض" جو پياڪو.

فيض سان جيڪو روحاني سلسلو ڳنڍيل آهي ۽ سندس شخصيت سان نالي ۾ بہ جيڪا ڪشش، قرب ۽ ڪرامت نظر اچي ٿي، انهي سان پنهنجي دل جي ايوانن ۾ وڏي اڪير ۽ اتساهہ محسوس ڪندو آهيان. انهيءَ جو عڪس انهيءَ غزل ۾ ملندو جيڪو سندس ورسيءَ ۴فيبروري ۲۰۰۱ تي جيڪب آباد ۾ پڙهيو هئم. هي غزل بہ فيض صاحب جي هڪ پياري ۽ منفرد قسم جي غزل جي مصرع جي تضمين ۾ پيش ڪيو هئم. فيض جي مصرع آهي:

"تنهنجي در تي شاهہ "دو عالم" ويني فيض فقير ڏٺم" منهنجو غزل آهي:

دنيا ۾ ٿيا ڪئين شاهہ و گدا، سڀ ڪنهن کي دلگير ڏٺم،
پنهنجي پنهنجي پيڙائن ۾ اکڙين ۾ بس نير ڏٺم.
دهشت ۾ چنگيز هلاڪو، دعويٰ ۾ فرعون خدا،
وقت ڪڏهن ڪو آيو اهڙو، لڙهندي سي ئي سير ڏٺم.
ڪيئي سڪندر دارا آيا، شدادن جو انت نہ هو،
طوفانن جي آڏو سارا، بي وس سي ئي فقير ڏٺم.
عاشق زاهد ماجد ساجد، ڪهڙن جا ٿو حال پڇين،

دنيا جا ستايل کهڙا کهڙا ماڻڪ مانجهي مير ڏٺم.
مست الست کي مجنون رانجها، دنيا کي تياڳي دور رهيا.
پنهنجي پَر ۾ زنده ليڪن، ڳوڙهن جي زنجير ڏٺم.
پنهنجو پاڻ کي "عابد" ڳوليم، سارا عالم کوڙ ڇڏيم،
ڪعبي روضي اقدس وچ ۾، ٻڪندي سو ڳنڀير ڏٺم.

جناب فيض صاحب رهبر ڊائجيسٽ کي پنهنجو رسالو سمجهندو هو. ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي پسند جو اظهار منظوم انداز ۾ پڻ ڪندو هو. رهبر سالنامو ۱۹۸۴ع ايڏو پسند آيس جو هڪ قطعو لکي موڪلياءين، جيڪو مون شايع ڪيو:

پڙهي ڏس رهبر جو سالنامہ
جو آ اهلِ قلم جو حالنامہ
بفيضِ "فيض" گلزار سخن آ
برنگِ موجِ دريا، موجِ خامہ (۱۰)

غالب سنڌ نہ فقط رهبر ڊائجسٽ پر ان جي ليکڪن لاءِ پڻ هڪ غزل نما نظم لکيو هو، جنهن ۾ رهبر، رهبر جي ايڊيٽر 'عابد لغاري'، ۽ ليکڪن جون وصفون بيان ڪيل هيون. دعائون بہ ڏنل هيون، انهي مکمل عمل ۾ قرب، محبت ۽ اسلامي جذبو ڪارفرما هو ۽ شعري ڪمال پڻ هو. جيئن تہ هي لکتون آتم ڪهاڻين ۽ جيون ڪهاڻين ۾ گهٽيون معلومات افزا ۽ اهميت واريون هونديون آهن ان ڪري سنڌن اهو نظم پيش ڪندي خوشي محسوس ٿي رهي آهي هتي فيض صاحب جو اُتم درجي جو خلوص نظر ايندو. مون اهو سڄو احوال پنهنجي "سرها گل

سنڌ جا" ۾ پڻ فخريہ طور پيش ڪيو آهي. هتي بہ ڏسو:

رهنوردي ۾ جڏهن رهبر مليو۔ خضر سان گويا هو اسڪندر مليو
نام نامي پي آ رهبر ڊائجيسٽ۔ علم جو گنجينء گوهر مليو
صورت جام صبوحي صبح دم۔ رند باده مست کي ساغر مليو
خامء "عابد" هو تيغ تيز تر۔ سينء ڪافر ۾ هڪ خنجر مليو
جنهن "قلندر" تي لکيو راز و نياز۔ خوب تر مضمون موزون تر مليو
آهہ "آصف" تي ستارن جو اثر۔ چرخ تي "محزون"[1] جو اختر مليو
ڪيف ڪافي ۾ هو ڪافي جو نديم۔ دفتر مهراڻ ۾ "ذاڪر"[2] مليو
آ سچو "سردار"[3] اولاد علي۔ عاشق دلدادہء سرور مليو
مون ڇيو شهباز[4] تنهنجي سنڌ ۾ ۔ ڪفر جو تعمير ٿيندي گهر مليو
تخت کان تختو گهڻو بهتر عارفانِ حق کي هي ڪشور مليو
قصہء ڪرب و بلا کي ياد ڪر۔ نوڪ نيزي تي هو ڪنهن جو سر مليو
موت کي ابن علي ماري ڇڏيو۔ هر زمان شبير زنده تر مليو
عاشقِ احمد آ محبوبِ خدا۔ روضء رضوان ۾ هن کي گهر مليو
هن ڇيو هي "فيض" باده مست پي، حافظ و خيام جو همسر مليو
"فيض" هن جي فيض کان ٿيو فيضياب.
هڪ قلندر کي قلندر تر مليو. (١١)

مون کي خوشي آهي جو نواز علي "نواز"ڊومڪي صاحب ١٩٩٩ع ۾ هڪ خاص تقريب جناب فيض جي حوالي سالي جيڪب آباد ۾ منعقد ڪئي جنهن ۾ مون کي "فيض اڪيڊمي" جي طرفان "غالبِ سنڌ فيض

[1] محمد نواز محزون مشهور اديب، نقاد، مترجم ۽ مصور
[2] ؟
[3] سيد سردار علي شاهہ "ذاڪر"
[4] قلندر لعل شهباز سان مخاطب

بخشاپوري ادبي ايوارڊ" ڏنو ويو. انهيءَ ايوارڊ جي شيلڊ ۾ مٿان فيض صاحب جي ڪاري شير واني ۾ طره سان سندس نادر تصوير به نقش آهي، مون کي اها پڻ خوشي آهي ته نواز علي "نواز" جي ديرينه خواهش مطابق حيدرآباد ۾ سال ٢٠٠٦ع ۽ ٢٠٠٨ع ۾ به ادبي لاجواب ڪانفرنسون منعقد ڪرائڻ ۾ وڏ ۾ وڏ تحرڪ ورتم ۽ اها به خواهش پوري ڪيم ته هڪ جي صدارت سنڌي ادب جي ابي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان ڪرايم. هي مثالي ڪانفرنسون سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن کي هميشه ياد رهنديون ۽ هي "ڪليات فيض" پڻ جنهن کي آڻڻ ۾ هر طرح جي ڪوشش ڪيم ۽ آخر ۾ اگر عرق ريزي سان پروفن کي نه ڏسان ها ته هن ڪليات ۾ هزارين غلطيون هجن ها. جن ماڻهن اهو ذمو کنيو هو انهن جو ته خدا خير ڪري پر هن ڪليات جو بنهه بروحشر هجي ها. فيض مرحوم جي شخصيت اهڙي ته شاعري جي دنيا ۾ مجروح ٿئي ها جو سندس روح قبر ۾ تڙپندو رهي ها. الله خير ڪري، آمين

## حوالا


(١) رهبر ڊائجسٽ_ ڊسمبر ١٩٧٢ع (٢) ساڳيو _ آڪٽوبر ١٩٧٥ع
(٣) ماهنامه نئين زندگي_ جون ١٩٧١ع (۴) ساڳيو _ جنوري ١٩٧٢ع
(٥) رهبر ڊائجسٽ نومبر ١٩٧٥ع
(٦) ماهنامه نئين زندگي_ مارچ ١٩٧٢ع (٧) ماهنامه نئين زندگي _جنوري ١٩٧١ع
(٨) روزنامه مهراڻ ١٩٧٥ع جا مختلف پرچا
(٩) فيض صاحب جي ڪلام جا مجموعا خمخانهءِ فيض، شعلهءِ عشق ۽ گنجينهءِ فيض تان ورتل
(١٠) رهبر ڊائجسٽ سالنامه اپريل ١٩٧۴ع (١١) رهبر ڊائجيسٽ نومبر ١٩٧٢ع ص:١٢


[1] انوري ايران جو مشهور غزل گو شاعر ٿي گذريو آهي. (مصنف)
[2] "قيس" "مجنون" جو اصل نالو هو جنهن جو ليليٰ سان عشق هو.
3. آذر، بت فروش، حضرت ابراهيم عليه السلام جو والد

از: سيف الله 'خالد' يوسفائي

## غزل جو شهنشاهہ

جڏهن بہ سنڌي غزل جي شاعريءَ جو ذڪر ٿيندو تہ ذهن ۾ ڪجهہ اهڙن شاعرن جا نالا ايندا جن پنهنجي بي بها سخن گوئي وسيلي سنڌي غزل کي ان مقام تي پهچايو آهي، جنهن مقام تي فارسي ۽ اردو جي شاعرن فارسي ۽ اردو غزل کي پهچايو. سنڌي غزل جي گلستان جي آبياري ڪندڙ استاد شاعرن ۾ حضرت فيض بخشاپوري رحہ اهڙو شاعر آهي، جنهن کي اگر غزل جي شاعرن جو سرواڻ چئجي تہ اِها ڳالهہ بلڪل حقيقت جي مطابق ٿيندي تہ سندس هم پلئهس غزل گو شاعر سنڌ ۾ اڃان تائين پيدا نہ ٿيو آهي ۽ شايد ئي ڪو سندس برابريءَ جو شاعر پيدا بہ ٿئي. خاص طور تي انهن حالتن ۾ جن حالتن مان هن وقت سنڌي شاعري گذري رهي آهي. سنڌ جي استاد شاعرن ۽ ساڃاهہ وندن حضرت فيض جي اِن مرتبي ۽ مقام کي تسليم ڪندي کين "غالب سنڌ" جي لقب سان سرفراز ڪيو، جيڪو پڻ سندن شاعرانہ قد وَ قامت جو وڏو اعتراف آهي. فيض صاحب نہ صرف شاعري وسيلي سنڌي غزل کي تارن ۾ چنڊ مثال بنايو پر شاعريءَ ۾ عربي، فارسي ۽ پين مقامي ٻولين جي ترڪيبن کي غزل ۾ سمائي جيڪو اسلوب اختيار ڪيو ان سان سنڌي ٻوليءَ کي جيڪا بين الاقوامي حيثيت حاصل ٿي، اهو سندن سنڌي ٻولي ۽ سنڌ واسين تي هڪ وڏو احسان آهي. سنڌ جو هي واحد شاعر آهي جنهن کي ملڪ جا مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ

ماڻهو پڙهن ٿا ۽ سمجهن ٿا ۽ سنڌي ٻوليءَ جي عظمت جو اعتراف ڪن ٿا. حضرت فيض جي شاعري ان ڪري به سنڌ وارن لاءِ فخر آهي ته ان جو محور عشق خدا ۽ عشق رسول ﷺ آهي. سندن هر غزل ۽ هر غزل جو هر شعر توحيد ۽ رسالت جي پرچار جو علمبردار آهي ۽ هدايت ۽ رهنمائيءَ جو سرچشمو پڻ. بلڪ ائين جيئن لطيف سرڪار ۽ ٻين صوفياءِ ڪرام جو ڪلام.

فيض جو سنڌي شاعرن ۾ منفرد مقام ان ڪري به آهي جو پاڻ سنڌي غزل جي ڌارا کي ان وقت ۾ صحيح سمت ڏانهن موڙيو جڏهن سنڌ ۾ مفاد پرست ادبي ٽولي، سنڌي تهذيب، روايتن، ادب ۽ اخلاق ۽ مذهب جي خلاف سنڌي شاعري ۽ ادب کي ڪمزور ڪرڻ ۽ نوجوان نسل کي فن ۽ فڪر کان پري ڪرڻ ۽ جدت پسنديءَ جو ڍؤنگ رچائي سنڌي ٻولي ۽ تهذيب کي نقصان رسائڻ ۽ لادينيت جو پرچار ڪري نوجوانن کي مذهب کان پري ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. ان دؤر ۾ فيض جهڙي شاعر جو پيدا ٿيڻ ان مفاد پرست گروه لاءِ ڪاري ضرب ثابت ٿيو ۽ سنڌي ٻولي، سنڌي شاعري ۽ سنڌي تهذيب اهڙن ماڻهن جي نقصانڪارين کان محفوظ آهن.

حضرت فيض جيترو وڏو سنڌي غزل جو شاعر آهي. ايترو ئي کيس اردو شاعريءَ ۾ به مقام حاصل آهي. جڏهن ڪين اردو شاعرن جي ڀيٽ ۾ ڏسجي ٿو ته پاڻ غالب، مير، جوش، حسرت، جگر ۽ ان پائي جي استاد شاعرن ۾ بيٺل نظر اچي ٿو. ان سان فيض صاحب فارسي، سرائيڪي ۽ بلوچي زبانن جو به مڪمل غزل گو شاعر آهي. اهو مرتبو به صرف حضرت فيض کي حاصل آهي ته پاڻ واحد سنڌي شاعر آهي جيڪو پنجن زبانن ۾ غزليه شاعريءَ ۾ استاد جي حيثيت رکي ٿو.

سياڻن جو چوڻ آهي تہ دنيا ۾ ڪنهن بہ ڳالھ يا شخصيت جي ڪاميابيءَ جو اندازو ان جي مخالفت مان لڳائي سگهجي ٿو. جنهن جي جيتري گهڻي مخالفت ٿئي ان کي ايترو ئي ڪامياب سمجهو. ساڳيو معاملو حضرت فيض صاحب سان بہ رهندو پيو اچي. اسان جي دوستن حسد ۽ تعصب جي بنياد تي نوجوان نسل جي ڪنن ۾ اِها ڳالھ پرڻ جي لاءِ تہ فيض فارسيءَ جو شاعر آهي، نہ ڪہ سنڌي جو. ڪيس سمجهڻ ڏکيو آهي وغيره وغيره. خوب هاءِ گهوڙا مچائي. جنهن سان فيض صاحب کي اِها پذيرائي حاصل ٿي جو نئين نسل بہ فيض کي پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن هڪ دفعو پڙهيو اُهو بار بار پڙهڻ لڳو ۽ حضرت جي سحر انگيز ڪلام ۾ اهڙو تہ رنگجي ويو جو هاءِ گهوڙا ڪندڙ ٽولو هميشہ هميشہ لاءِ شرمنده ۽ پشيمان رهجي ويو.

فيض صاحب جيڏو وڏو شاعر هو. سندس شخصيت بہ ايتري ئي وضعدار ۽ باوقار هئي. پاڻ هڪ اصول پرست. مومن ۽ موحد مسلمان هو. تنگدستي ۽ زماني جا نشيب و فراز سندس شخصيت ۽ اصول پسنديءَ تي اثرانداز نہ ٿي سگهيا. چو تہ پاڻ انهن ماڻهن مان نہ هو جن سٺيي گرھ لاءِ پنهنجي شاعري ۽ نثر ذريعي تهذيب. اخلاق ۽ ادب جون حدون اورانگهي دين اسلام جي مخالفت ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي ۽ جڏهن وقت پاسو ورايو تہ هٿن ۾ وڏيون تسبيحون. ڪڇن ۾ مصلا کڻي الله الله ڪرڻ ۽ دعائيہ نظم لکڻ شروع ڪيائون.

مون فيض صاحب کي ڪافي محفلن ۾ ڏٺو. فقيري ۾ بہ هن درويش جو جاھ و جلال شاهانہ رهيو. سندس شعر پڙهڻ جو انداز بہ جداگانہ ۽ سحرانگيز هو. دل کين ٻڌڻ مان نہ ڍاپندي هئي. جنهن وقت اسٽيج تي ويهي شعر پڙهندو هو تہ ائين لڳندو هو تہ ڄڻ

شينهن ڀيلي مان نڪري انسانن جي بستيءَ ۾ اچي ويو هجي، سندن اِن ادا بہ هزارن کي سندن عقيدتمند بنائي ڇڏيو.

مون کي فيض صاحب سان ويجهڙائپ منهنجي والد صاحب معمور يوسفائي جي ساٿن دوستيءَ جي ڪري نصيب ٿي. ٻنهي صاحبن جي دوستيءَ جو بنياد نظرياتي هم آهنگي هئي، ٻئي صاحب هڪ ٻئي جو بي حد احترام ۽ عزت ڪندا هئا. ٻئي صاحب هڪ ئي ڪشتيءَ جا مسافر ۽ هڪ ئي فوج جا سپاهي هئا. جن قلم جي تلوار سان سنڌ ۾ اٿندڙ لادينيت ۽ الحاد جي طوفان جو اهڙي تہ ديده دليريءَ سان مقابلو ڪيو جو جدت پسنديءَ جي غلاف ۾ ويڙهيل الحاد ۽ دهريت جو ڪوٽ ڪري پرزا پرزا ٿي ويو. شال الله پاڪ ٻنهي صاحبن کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ نصيب ڪري — آمين.

بقول حضرت فيض جي سنڌ ۽ سنڌي زبان کي پنهنجي هنن محسنن تي سدائين ناز رهندو:

منهنجي زبان تي ناز ٿي سنڌي زبان ڪري،
دشتِ غزل کي رشڪِ خيابان ڪري ڇڏيم.



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## درويش خدا مست

مون کي پنهنجي ڪم علميءَ جو هن وقت شدت سان احساس ٿي رهيو آهي جو مونکي پنهنجي بزرگوار غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي شخصيت ۽ فن تي ڪجهه لکڻو آهي. جڏهن لکڻ لاءِ قلم هٿ ۾ کنيم تہ سوچيو هئم تہ ڪا ڳالهہ نہ آهي، لکي وٺندس. پر جڏهن لکڻ ويٺس، تہ الفاظ نہ پيا ملن. قلم اڳتي هلڻ لاءِ ساٿ نہ پيو ڏئي تہ ابتدا ڪيئن ڪجي وغيره وغيره.

آخر ذهن ساٿ ڏنو ۽ فيض صاحب جي چئن ڪتابن جيڪي هينئر "ڪليات فيض" جي نالي سان معرض وجود ۾ اچي رهيا آهن تڏهن "ڪليات فيض" جي ضرورت بہ محسوس ٿي هئي. هي يگانہ روزگار دوريش خدامست پنهنجي زندگيءَ جا سٺ سال پورا ڪري ۱۴ مئي ۱۹۹۲ع تي هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو تہ سندس نالي تي، غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي جيڪب آباد، وجود ۾ آئي ۽ هر سال سندن يوم وفات ملهائڻ جو عزم ڪيم تہ جيئن هن شهرهءِ آفاق شاعر جي ڪلام کي عوام تائين پهچائي ڪين روشناس ڪرايو وڃي. مرحوم جا پنهنجي زندگيءَ ۾ چار ڪتاب شايع ٿيا هئا. جن ۾ شعلهءِ عشق، خمخانہ فيض، گنجينهٔ فيض ۽ سرچشمهٔ فيض" مان صرف آخري ڪتاب، سرچشمہ فيض جا چند جلد اسان وٽ موجود هئا. باقي ٽي ڪتاب ناپيد هئا. جڏهن تہ انهن ڪتابن پنهنجي دور ۾ گهڻي پذيرائي حاصل ڪئي هئي.

جيئن تہ هر سال فيض جي يومِ وفات جي موقعي تي ادبي ڪانفرنسون ۽ اردو سنڌي مشاعرا ڪل پاڪستان سطح تي ٿيندا هئا ۽ اديبن ۽ دانشورن کي فيض صاحب تي مقالا لکڻ لاءِ سندن ڪلام جي ضرورت هئي، تنهن ڪري ڪين هڪ ئي ڪتاب سرچشمہ فيض مهيا ڪيو ٿي ويو. جنهن تي تحقيقي مقالا سپرد قلم ٿيا. آخر ڪيستائين اهو هڪ ڪتاب ساٿ ڏئي ها. تنهنڪري تجويز اهو ڪيو ويو تہ باقي ٽي ڪتاب بہ شايع ڪرايا وڃن ۽ اهلِ قلم جو مطالبو بہ اهوئي هو.

راقم الحروف وٽ انهن ڪتابن جو هڪ هڪ جلد موجود هو، جنهن کي يڪ جاءِ ڪري "ڪليات فيض" جي نالي سان شايع ڪرڻ لاءِ مسوّدہ جي تياري جو ڪم سنڌ جي عظيم شاعر اديب ۽ دانشور سائين اظهر گيلاني جي سپرد ڪيو ويو، جو سائين کي ڪتاب شايع ڪرڻ جو وسيع تجربو بہ هو.

سائين اظهرَ گيلاني انهن ڪتابن مان مسوّدو تيار ڪري ڪمپيوٽر ۾ ڪتابت لاءِ اماڻيو ۽ ان جي نگراني لاءِ ڊاڪٽر عابد لغاري جون خدمات حاصل ڪيون ويون. پر بدقسمتي جو سائين اظهر گيلاني بہ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو ۽ پروف ريڊنگ جو ڪم اڪيڊمي جي عهديدارن پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو. ڪم تمام نازڪ هو ۽ عهديدارن ۾ ڪو بہ طباعت جي فن کان اهڙو واقف نہ هو. ان ڪري اهو ڪم طوالت جي نذر ٿي ويو. آخر ان کي پايہ تڪميل تي پهچايو ويو جنهن ۾ اسان کي ڊاڪٽر عابد لغاريءَ جو نهايت توجہ سان تعاون حاصل ٿيو. جنهن حيدرآباد ۾ "ڪليات فيض" کي ڪتابت جي مرحلن مان انتهائي خوبيءَ سان گذاريو جو عابد صاحب کي ڪتاب شايع ڪرڻ جو وسيع تجربو آهي.

فيّض صاحب هڪ آفاقي شاعر هو. ان کان علاوہ هو پڪو

موحد ۽ عاشق رسول ﷺ هو. سندس شاعريءَ ۾ حمد، نعت، قصيده، مدحت و منقبت، غزل، نظم، رباعي وغيره هر صنف جو ڪلام موجود آهي. انهي شاعريءَ ۾ تخيل جي بلندي فيض صاحب کي ٻين شاعرن کان ممتاز ڪري ٿي. ان دعويٰ جي دليل ۾ مان سندن ڪجهه اشعار پيش ڪندس، جيئن ته منهنجو هي مضمون صرف سنڌي ڪلام تي مبني آهي، تنهن ڪري اهي سنڌي اشعار پيش ڪيا ويندا ۽ انهن ۾ فيض صاحب جي فن جي به عڪاسي آهي. شروع حمد کان ڪيون ٿا، حمد باري تعاليٰ جو انداز ملاحظ ڪندا:

هر گهڙي ورد زبان الله هو، الله هو،
هر نفس ۾ آ نهان الله هو، الله هو.

خانۂ ڪعبہ دل ۽ سينو مدينو ٿي ويو،
احد و احمد درميان، الله هو، الله هو.

ٿي ويا اي "فيض" منهنجا هم زبان منڪر نڪير،
گور ۾ وردِ زبان، الله هو، الله هو.

هڪ ٻي حمد جا پيارا اشعار ملاحظ ڪندا:

هرهنڌ پنهان، هرجا مظهر باهو، لاهو اِلاهو.
ظاهر مطلق، غيب سراسر باهو، لاهو اِلاهو.

احد و احمد، اسم اعظم، امي و عالم، علم معلم،
مقصدِ آدم، درس پيغمبر باهو، لاهو اِلاهو.

هستي مستي وهم پرستي، گم ٿي نوشي جام الستي،
ورد وظيفہ "فيض" قلندر، ياهو لاهو اِلاهو.

مٿين اشعار تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ فيض صاحب جي زبان جيتوڻيڪ، تصوف جي باريڪين ۽ رازن سان مالامال آهي، پر ان جي اظهار جو طريقو اهڙو تہ آسان آهي جو قاري جي دل کي اهي الفاظ ۽ معنيٰ گهرو اثر ڪن ٿا.

ان مان الستي مستي جو تاثر ملي ٿو. الله تبارڪ و تعاليٰ سان گڏ سندس حبيب جو ذڪر بہ ملي ٿو. ڇو تہ فيض صاحب حبيب خدا کي خدا کان جدا نہ ٿو سمجهي. فيض صاحب جي نعت جا هي اشعار غور طلب آهن ۽ ڪمال اهو آهي تہ نعت ۾ حضور جي شان بيان ڪندي سندن اهل بيت کي بہ نٿو وساري:

انوار محمد کان آهي ڪون و مڪان نور،
آيو جو جهان ۾ تہ ٿيو سارو جهان نور.

گويا جو خدا جلوه نما شڪلِ بشر ۾،
سر نور، قدم نور، نهان نور، عيان نور.

احمد و علي، زهره و شبير و شبر نور،
عالم کان اڳي عالمِ لا ۾ هي نهان نور.

دل جلوه گہ، بارش انوار الاهي،
اي "فيض" آهي هي حرمِ امن و امان نور.

هي نعت جنهن ۾ ڪل ١٦ اشعار آهن ۽ هر مصرع لفظ محمد سان شروع ٿئي ٿي. تمام خوبصورت نعت آهي. انهيءَ جا هي اشعار مطالعي لاءِ پيش ڪجن ٿا:

مُحمّد حامد و محمود يزدان،
مُحمّد حامل آياتِ قرآن.

مُحمّد شهرِ علمِ ربِ ڪعبہ،
مُحمّد پاڪ آ فخرِ دبستان.

مُحمّد پاڪ ختم المرسلين آ،
مُحمّد انبياءَ جو آهي سلطان.

مُحمّد نور روءِ ذاتِ باري،
مُحمّد فيض آهي عين عرفان.

فيض صاحب جهڙي طرح شيدائي رسول مقبول آهي. اهڙيءَ طرح ڪين حضرت علي عليہ السلام سان بہ والهانہ عقيدت آهي. حضرت علي جي شان ۾ هڪ طويل قصيده جا ڪجھ اشعار پيش خدمت آهن:

مولا علي، امام علي، مرتضيٰ علي،
ڪعبہ علي قرآن علي، ڪبريا علي.

ياور علي، پناهہ علي، پيشوا علي،
منزل علي، مراد علي، مدعا علي.

نقشِ قدم بناءِ وجودِ حرم رهيو،
گويا جو سجده گاهِ جهان نقش پا علي.

درياءِ معرفت جي سفيني جو اي خدا،
مانجهي علي ملاح علي، ناخدا علي.

آئي فرازِ عرش کان لبيڪ جي صدا،
مستي و بي خودي ۾ چيو مون جو يا علي.

فيض صاحب جو هر شعر ڪمال فن جو مظهر آهي. امام حسين عليہ السلام، جيڪو امام الشهداءَ آهي، جيڪو بناءِ لاالہ آهي، جيڪو دين پناهہ آهي ان جي شان ۾ هن هڪ طويل قصيدو لکيو آهي ان جا هيٺيان چند اشعار روح ۽ ايمان جي تازگيءَ لاءِ پيش آهن:

لختِ دلِ علي و محمد جي جان حسين،
فرمانِ حَق حسين، خدا جي زبان حسين.

آيات بينات جو شرح و بيان حسين،
قرآن حسين، ڪعبہءِ امن و امان حسين.

ڪٽجي ويو، مگر نہ جهڪيو هو سرِ بلند،
سر خم رهي ٿو تنهنجي اڳيان آسمان حسين.

تازه رهي ٿو حادثہءِ ڪربلا سدا،
تا حشر رهندو اهلِ جهان نوحہ خوان حسين.

مظلوم ڪربلا ڪيو مسمار ظلم کي،
سر ڏيئي ڪيو چور سر سرڪشان حسين.

بي تاب هيو تاب کان خوشيد حشر ۾،
نيزي تي جلوه گر هو سر ضوفشان حسين.

خورشيد سايه پرور و رب مهربان هو،
محشر ۾ "فيض" جڏهين ٿيو مهربان حسين.

امام حسين عليه السلام جي شان ۾ ڪافي ڪلام موجود آهي پر فيض صاحب هڪ نظم کي مرثيه جو عنوان ڏيئي جيڪي اظهار خيال ڪيو آهي، ان جو جواب ناهي. فرمائن ٿا:

لاوارثيءِ ڪعبهءِ ڪعبه تي روئان ٿو،
بي ياوريءِ ملجا و ماوا تي روئان ٿو.

محسن ڪشي و وحشت دنيا تي روئان ٿو،
يا رب مان فراموشيءِ عقبيٰ تي روئان ٿو.

بي جام تن پاڪ حسين ابن علي آ،
بي حرمتيءِ حرمتِ ڪعبه تي روئان ٿو.

ويو تير حلق ۾ هو لهي آب جي بدلي،
اصغر مان تنهنجي خونِ تمنا تي روئان ٿو.

نازان ٿو رهي دوست کي دشمن کان کهائي،
اي چرخ کهن نازشِ بيجا تي روئان ٿو.

فيض صاحب جي هن ڪتاب ۾ تمام گهڻين اصناف تي ڪلام ملندو. فيض صاحب غزل جو بادشاهه هيو. ڪيس انهي ڪري شهنشاهه تغزل به چوندا آهن. سنڌي، اردو، بلوچي، سرائيڪي، فارسي ۾ غزل ڪي جيڪو فيض صاحب آهنگ ڏنو آهي، سو ٢٠ صديءَ ۾ سنڌيءَ جي ورلي ڪن شاعرن کي مليو آهي. پاڻ چون ٿا ته مان سنڌي غزل جو موجد به پاڻ آهيان ته خاتم به پاڻ آهيان – فرمائن ٿا:

منهنجي زبان تي ناز ٿي سنڌي زبان ڪري،
دشت غزل کي رشڪِ خيابان ڪري ڇڏيم.

پاڻ، غزل کان علاوه نظم جي صورت ۾ قومي ترانه لکي ڪري حب الوطني جو ثبوت ڏنو اٿن. غالب ۽ اقبال کي خراج عقيدت پيش ڪندي ادب سان گهري دلچسپي جو اظهار ڪيو اٿن. ان کان علاوه شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، قلندر لعل شهباز ۽ ٻين بزرگان دين جي شان ۾ مدحت، منقبت لکي منفرد انداز ۾ پنهنجي شاعرانه عظمت کي ميرايو آهي. فيض صاحب جي عقيدت جي گلن جي خوشبو سان قارئين جو دماغ معطر ٿيو هوندو.. ته فيض صاحب جي باقي اصناف جو جائزو وٺون ته سندن وڏيڪ خوبين کان واقف ٿينداسون. جيئن ته مٿي عرض ڪيو ويو آهي ته فيض صاحب غزل جو بادشاهه هئو ۽ سندن اهي اشعار اڪثر و بيشتر اديب ۽ اهل قلم پنهنجي تحريرن ۾ حوالي جي طور تي پيش ڪندا آهن، جيڪو واقعي فيض صاحب جي شاعري جي نزاڪتن جو عڪاس آهي.

هاڻي انهي دعويٰ جي دلالت ۾ فيض صاحب جا اشعار پيش ڪجن ٿا، جيڪا پاڻ مٿي ڪئي اٿن. انهي دعويٰ کي ثابت ڪرڻ لاءِ اهي نه صرف ڪافي آهن، بلڪ قاري جي دل و دماغ تي اهڙو اثر ڪن ٿا، جو انسان وجد ۾ اچي ٿو وڃي:

آئي نسيمِ مشڪ فشان ڪوءِ يار ڪان،
تڙپي اٿيو هو ڪشتہ هجران مزار ڪان.

سرزد گناه توبہ ٿيو ميگسار ڪان،
نادم رهان ٿو رحمتِ پروردگار ڪان.

دستِ سوال غير ڏي هرگز نہ ڪر دراز،
محروم ٿي نہ رحمتِ پروردگار ڪان.

هڪ ٻيو غزل انتهائي خوبصورت انداز ۾ ملاحظہ ڪندا:

حسن آ درپءِ آزار خدا خير ڪري،
جلوه گر عشق سردار خدا خير ڪري.

محو آرائش و سينگار خدا خير ڪري،
جنگ جا ٿو پڏين هٿيار خدا خير ڪري.

ٿي وڃي گل نہ چراغ سحر شعر و ادب،
حضرتِ "فيض" آ بيمار خدا خير ڪري.

هن غزل ۾ محبوب جي چاهت جو جيڪو اظهار باقاعده دليل سان ڪيو آهي، ان جو جواب نہ آهي. ڇڻ تہ محبوب جي وجود کي پنهنجي حيات جو سبب ثابت ڪري پنهنجي بقا لاءِ ضروري سمجهي ٿو. ملاحظہ ڪريو:

اي جانِ جان مان توکان سوا جان کي ڇا ڪيان،
جانِ بهارِ فصلِ بهاران کي ڇا ڪيان.

جز تنهنجي حور و ڪوثر و غلمان کي ڇا ڪيان،
باغِ بهشت و روضئہ رضوان کي ڇا ڪيان.

سجدن جي ڏوم ڪوچۓ جانان ۾ ڏس اچي،
واعظ! سجودِ مسجدِ ويران کي ڇا ڪيان.

گل بار گور تي ۽ حياتي ۾ سنگ بار،
اي "فيض" هن نوازشِ ياران کي ڇا ڪيان.

هن غزل ۾ عشق جي ڪيف و مستي جو انداز ڏسو ۽ عشقِ رسول ﷺ جو تاثر بہ ملي ٿو:

مجنون بہ چيو مونکي ديوانہ و سودائي،
ڇا دادِ جنون آهي ڇا حوصلہ افزائي.

ڇا حسن و جمال آهي، ڇا شانِ ڪمال آهي،
انسان پيو شيدائي، الله بہ شيدائي.

هر چيز آ آئينو هن شاهدِ فطرت جو،
هرهنڌ نظر آيو آ يار پيو هرجائي.

اي حسنِ ازل تنهنجو ثاني نہ ڪوئي همسر،
مرغوبِ دو عالم ڪي هي نازشِ يڪتائي.

فيض صاحب جي باري ۾ عرض ڪيو ويو آهي تہ هو عشق رسول صہ ۾ ايترو تہ مستغرق هئو، جو غزل ۾ بہ نعت جو انداز ترڪ نہ ڪيو آهي. ڪمال اهو آهي جو اهي نعتيہ اشعار غزل جو حصو لڳن ٿا، ۽ قارئين جي دل ۽ دماغ حضور صہ جي محبت ۾ سرشار ٿي ٿا وڃن. ملاحظہ ڪندا:

عجب جو مظهرِ نور خدا هجي خدا نہ هجي،
خدا خدا نہ هجيَ ها، جي مصطفيٰ نہ هجي.

هجي نہ خوء عطا، عادت خطا نہ هجي،
ڪيان خطا نہ خطا پوش گر خدا نہ هجي.

ڪري نہ ساغر و مينا شراب ناب حرام،
ڏسو ڪو مجلس رندان ۾ پار سانہ هجي.

جهان ڪان تابہ ابد آه شور قتلِ حسين،
هجي نہ شورِ قيامت، جو ڪربلاَ نہ هجي.

چمن ۾ طوطيء شيرين زبان آ مهر بلب
جو "فيض" بزمِ سخن ۾ غزل سرا نہ هجي.

ان ڪان علاوه نظم جي صورت ۾ جيڪا شاعري ملي ٿي سا بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. ملاحظہ ڪرڻ سان هن شاعر بي بدل جي فن جي بلندين جي خبر پوندي تہ هي پين شاعرن ڪانَ ڪيترو نہ ممتاز آهي. علامہ اقبال کي خراج عقيدت پيش ڪندي فرمائي ٿو:

خوشا آغازِ ماه و سال اقبال،
زبانِ خلق تي اقبال اقبال.

بہ رزمِ حق و باطل دم قدم تي،
كيو اقبال استقبال اقبال.

جهان كي فيضياب باب آخر كيو "فيض"
ڀٽائي ۽ قلندر لال اقبال.

اوهان ڏٺو تہ نظم علامہ اقبال جي لاءِ آهي ۽ ڪهڙي خوبصورتيءَ سان، ڀٽائي، قلندر لعل شهباز جي شان ۾ بہ اظهار خيال ڪيو آهي، وڌيڪ قلندر لعل شهباز رحہ جي شان ۾ نظم جا هي چند اشعار ملاحظہ ڪندا:

قلندر واقفِ شانِ قلندر،
قلندر مرتبہ دانِ قلندر.

قلندر لعل شهباز ولايت،
چيو هي رازدارانِ قلندر.

مونکي اڄ "فيض" سيوهڻ ۾ مليو هو،
قلندر آهي، مهمانِ قلندر.

شاه عبداللطيف ڀٽائي جيڪو شاعرن جو تاجدار لکيو ويندو آهي، انهيءَ جي مدح سرائيءَ جا چند اشعار ملاحظہ ڪندا:

هر رند کي پياريو رطلِ گران ڀڃائي،
ميخانـۂ سخن جو پيرِ مغان ڀڃائي.

الهام آهي گويا هر بيت، بند، وائي،
آهي زبانِ هاتف تنهنجي زبان ڀڃائي.

هي "فيض" باده کش آ، عرفان جي مڪيده جو،
ساقي جي آ عنايت، رب مهربان ڀڃائي.

نظم پاڪستان فيض صاحب جو اهو معرڪتہ الا آلہ نظم آهي، جنهن ۾ پنهنجي ملڪ لاءِ انتهائي والهانہ عقيدت ۽ وابستگيءَ جو اظهار ڪيو آهي. ملاحظ ڪندا:

مثال خلد برين پُر بهار پاڪستان
برنگِ باغَ ارم لالہ زار پاڪستان

زمين پاڪ جو هر ذرو آفتابِ آثار
برنگ لالہ و گل تنهنجو خار پاڪستان

هي سنڌ و سرحد و پنجاب ۽ بلوچستان
بهشت پنهنجي جا طبقہ هي چار پاڪستان

دعاءِ "فيضِ" قلندر آ تا بروز قيام
نگهبان آ پروردگار پاڪستان

سنڌ سونهاري لاءِ جيڪا والهانہ عقيدت اٿس سا ملاحظہ ڪندا، ان طويل نظم جا چند اشعار ڏسو:

سراسر سبز تنهنجو گلستان سنڌ
تون آهين عزتِ باغ جنان سنڌ

زمين تنهنجي آ عرشِ برين گويا
ڪري ٿو رشڪ توتيَ آسمان سنڌ

ڏنو توکي محمد ابن قاسم
محمد جو متاع ارمغان سنڌ

ديار پاڪ سان پيوستہ تر رهہ
سڙيَ پل ساڙ ڪان هندوستان سنڌ

ديار سچل و شاهہ و قلندر
تونَ آهين سرزمينِ عارفان سنڌ

قارئين ڪرام، تبرڪات "فيض" مان مون چند گوهر چونڊي اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪيا، مون وانگر جيڪڏهن ادب جا شائقين "ڪليات فيض" جو دل جي گهراين سان مطالعو ڪندا تہ اهي بہ وڏيڪ گوهر تابدار هٿ ڪري سگهندا، ۽ هن فطري ۽ بي بدل شاعر جي تخيل ۽ ادراڪ جي بلندين کي ڏسڻ سان اهو اندازو لڳائي سگهندا تہ غالب سنڌ فيض بخشاپوري واقعي غالب سنڌ آهي، ۽ جيڪو مان ۽ مَرتبو ڪيس الله تعاليٰ جي بارگاهہ کان مليو،

فيض صاحب ان جو حقدار سمجهيو ويندو. ۽ تاجدار مديني جو هي عاشق انهي درجات جو حقدار آهي. خدا کيس جنت ۾ جايون ڏيندو. (آمين)

خدا رحمت کند اين عاشقانِ پاک طينت را

بنده ناچيز
**نوازعلي "نواز" ڊومکي**
وائس چيئرمين
غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري اکيڊمي
جيکب آباد.
۲۴ مئي ۲۰۰۸ع

## حمد باري تعالیٰ

هو لاشريڪ و واحد بہ وجودِ واحدانہ
هو قديم آهہ قائم بہ جمالِ جاودانہ

ڪيم لحظ لحظ سجده بہ نيازِ عاشقانہ
تنهنجي بندگي اي زاهد هي نمازِ پنجگانہ

مونکي هن جي جستجو آ مونکي هن جي آرزو آ
نہ خيالِ عيشِ عقبیٰ نکي وحشتِ زمانہ

نکو خوبرو مليو آ نکو روبرو ٿيو آ
ڪيم عاشقي ۾ سجده بہ يقينِ غائبانہ

مونکي بيخودي رسايو وڃي عرشِ آگهي تي
سر عرش ڪان پري آ منهنجو عرشِ آشيانہ

وڃي رات بتڪده ۾ ڏٺم قدرتِ خدا کي
ڪرن بت خدا خدا پيا بہ طريقِ ذاڪرانہ

ڪيان ٿو خدا پرستي جو لازوال هستي
منهنجي ٿي بلند پستي ڪيم ڪارِ بندگانہ

خطِ وحده رقم آ جو جبينِ لوح دل تي
مان کيان جبين سائي ٿو بہ عشقِ واَلهانہ

تي جنون و عشق و مستي مۂ ساغرِ الستي
اي غزالِ مست و رعنا بہ نگاهِ نرگسانہ

هي طريق، بندگي آ، هي حصولِ زندگي آ
منهنجي آهِ صبحگاهي منهنجو نالۂ شبانہ

رهي دست پُر دعا ۾ ٿو ڪليدِ گنج فطرت
شب و روز ٿو لٽايان پيو عرش جا خزانہ

خوشا منهنجي ڪج ڪلاهي، آ حديث تاج شاهي
جو بہ فقر و فاقہ مستي، رهي سطوتِ شهانہ

ڪٿي پردهٔ حقيقت ڪيم آشنا جهان کي
ٿيو فاش بيخودي ۾ سڄو راز محسسرمانہ

يا حديثِ يار آهي يا اي "فيض" شرحِ قرآن
تنهنجو قول ڪاملانہ هي ڪلامِ عارفانہ



# حمد باري تعاليٰ

هر گهڙي وردِ زبان، الله هو الله هو
هر نفس ۾ آ نهان، الله هو الله هو
آ رموزِ ڪن فڪان الله هو الله هو
حاصل هر دو جهان الله هو الله هو
دشمنِ وهم و گمان الله هو الله هو
ڪعبهءِ امن و امان الله هو الله هو
آ مليو هي گوهر ناياب گنجِ عرش ڪان
مايهءِ بي مايگان الله هو الله هو
محو تسبيح و ثنا آ ذره هاءِ ڪائنات
لامڪان ڪان تا مڪان الله هو الله هو
لامحاله اسمِ اعظم، اسمِ اعظم جو قسم
پاسبانِ عز و شان الله هو الله هو
گردشِ خونِ رگِ جان حرڪتِ نبضِ روان
دل جي ڌڙڪن ۾ نهان الله هو الله هو
مستيءِ مئي و صداءِ قلقلِ ميناءِ مئي
نعرهءِ پيرِ مغان الله هو الله هو
مرغ و ماهي برگ و گل شجر و ثمر شمس و قمر
تا چون ٿي يڪ زبان الله هو الله هو
ذرهءِ دشت و دمن و قطرهءِ بحر رواه
ٿو ڪري ڪوهِ گران الله هو الله هو

خامشي ۾ زمزمہ سنجي ڪرن ٿا هر گهڙي
هي زمين و آسمان الله هو الله هو
عرش ڪان آهي بلند قصرِ فرازِ ڪبريا
راهِ وصلِ عاشقان الله هو الله هو
خانہءِ ڪعبہ و سينو مدينو ٿي ويو
احد و احمد درميان الله هو الله هو
گلشن توحيد ۾ مرغِ چمن زارِ الست
دمبدم آ نغمہ خوان الله هو الله هو
ٿي ويا اي "فيض" منهنجا هم زبان منڪر نڪير
گور ۾ وردِ زبان الله هو الله هو
مايہءِ مردِ قلندر "فيض" ذڪرِ لا الله
بندگيءِ عارفان الله هو الله هو



## حمد باري تعاليٰ همہ اوست

هر هنڌ پنهان هر جا مظهر باهو لاهو الاهو
ظاهر مطلق غيب سراسر باهو لاهو الاهو
وردِ لبِ رندانِ قلندر باهو لاهو الاهو
دولت گهر در زينت زيور باهو لاهو الاهو
جلوه طرازِ عرش معليٰ ڪڏهن طور تي نور تجلا
دير و ڪليسا ڪعبه ۽ مندر باهو لاهو الاهو
برگ و گل ۾ آب ۽ مل ۾ روح دل ۾ باد و گل ۾
بوءِ وجودِ شام و معطر باهو لاهو الاهو
خود آگاهي، حق پرستي، هوش و مستي، جامِ الستي
صهبا ساقي، باده و ساغر باهو لاهو الاهو
حسنِ فروزان نور مجسم، زينتِ عقبيٰ زيورِ عالم
منظر منظر مظهر باهو لاهو الاهو
احد و احمد اسمِ اعظم، اُمي و عالم و علم معلم
مقصد آدم، درسِ پيغمبر باهو لاهو الاهو
رمز انور کي ناز نرالا، قامتِ رعنا نيزا يالا
فتنہءِ محشر لرزان مضطر باهو لاهو الاهو
ارض و سما و دوزخ و جنت، ڪن فيڪون جي عين حقيقت
مهر و ماه و انجم و اختر باهو لاهو الاهو
قوتِ فطرت نازِ شجاعت، زيستِ سخاوت مرگِ شجاعت
الله اڪبر نعرهءِ حيدر باهو لاهو الاهو
ذات صفات و وحدت وڪثرت جز و ڪل آئينہءِ فطرت
صورت صورت نقشِ مصور باهو لاهو الاهو

حسن و جمال و كمال ۾ روشن، وجد و حال قال ۾ روشن
مهر منور چهرهءِ انور باهو لاهو الاهو
عشق ولايت عشق نبوت. عشق شريعت عشق طريقت
عشق خدا و عشق پيغمبر باهو لاهو الاهو
رب رحيم ڪريم و قادر تون ئي سميع و بصير و پرور
خالق رازق داور دلبر باهو لاهو الاهو
ذرو ذرو قطرو قطرو حمد و ثنا ۾ محو و حيران
ڪوه و دامان دشت و سمندر باهو لاهو الاهو
مستي مستي وهم پرستي، گم ٿي نوشي جام الستي
ورد و وظيفهءِ "فيضِ" قلندر باهو لاهو الاهو



## بارگاھ عالي ۾ التجا

ڇو خدايا ھو پيو مون تي ستم ھردم ڪري
ڇا رضامند آھين تون جو ڪجھ پيو ظالم ڪري

ھي اميري ۽ غريبي جو رکيئہ ڪھڙو حساب
ڪي آھن دربان و بردا ڪي آھن عاليٰ جناب
ڪي رھن محلات ۾ ڪي بي گھر و خانہ خراب
ڪي آھن محڪوم ھردم ڪي ڇڏيئہ حاڪم ڪري

منھنجي بربادي بہ ڏس ھن جي ھي آبادي بہ ڏس
منھنجي ناشادي بہ ڏس ھنجي خوشي شادي بہ ڏس
منھنجي مظلومي بہ ڏس ھن جي ھي بيدادي بہ ڏس
ظلم و استبداد سان ظالم ڇڏيو بي دل ڪري

ھن جي سلطاني بہ ڏس منھنجي ھي ويراني بہ ڏس
ست رڇي ھن جي بہ ڏس منھنجي رُکي ماني بہ ڏس
ھن جي شيطاني بہ ڏس منھنجي مسلماني بہ ڏس
سر بسر ھر روز ھو ۽ مان مري ويس غم ڪري

آھ توکي اي خدا پنھنجي خدائي جو قسم
عرش اعليٰ جو قسم ۽ ھيڪڙائي جو قسم
احمد مرسل جي توکي مصطفائي جو قسم
خالقَ جور و جفا کي دم ۾ ڇڏ بيدم ڪري

غازهءِ اي خدا رنگ تڪلف جو تہ ڏس چھرن تي داغ
تو ڪري تقليدَ طائوسي جفا جو پاڻ زاغ
صاحب عزم و خودي جو هٿ نہ آيو ڪو سراغ
ويو هَليو پنھنجو زماني ڪان هو بيڙو گم ڪري

واسطي منھنجي ڪيئہ جو تنگ وسعتِ جھان
گور ڪان بہ تنگ آهن هي زمين و آسمان
ڇا ڪندس مان پو ڀلا اهڙو جھان اهڙو مڪان
هي سزا مون کي ڏنئہ ڇو صاحبِ عالم ڪري

ڇا ڪوئي سمجھي ڀلا تنھنجا اهي پوشيده راز
دوست جو آهين نہ تون دشمن سان آهين سازباز
ڇو نہ مان توکي چوان پوءِ اي خدا دشمن نواز
آهہ جو منڪر تنھنجو هو موج تو هردم ڪري

آسمان روپوش تن آسان فرشتن جو قسم
جنت الفردوس جي غلمان و حورن جو قسم
"فيض" پنھنجي همت و دردن ۽ سورن جو قسم
زندگي گھرجي نہ هو جو دم بدم نادم ڪري.



## نعت بہ حضور سرور كائنات

جلوه طرازِ عرشِ معظم صلي الله عليه وسلم
مظهرِ يزدان نورِ مجسم صلي الله عليه وسلم

حاملِ قرآن محسنِ انسان درد جو درمان حشر جو سامان
باعثِ آدم وجہ دو عالم صلي الله عليه وسلم

كعبۂ ايمان قبلہ عرفان نور فروزان نيّرِ تابان
معنيٰ فرقان عين معلّم صلي الله عليه وسلم

زينتِ دنيا زيورِ عقبيٰ ماوا ملجا مالك موليٰ
سلطان سرور صاحب حاكم صلي الله عليه وسلم

ماهِ مروت مهرِ محبت صورت فطرت حسن حقيقت
رحمت رحمت قلزم قلزم صلي الله عليه وسلم

خسروِ خوبان شاهہ نگاران حسن و جمال كمال تي حيران
دنيا دنيا عالم عالم صلي الله عليه وسلم

نظرِ كرم اسبابِ راحت نقش قدم آئينۂ جنت
آبِ وضو آ كوثر و زمزم صلي الله عليه وسلم

ڪن نيڪون جي جانَ محمد، ڪون و مڪان جو شان محمد
آ جبريل پيو دربان خادم، صلي الله عليه وسلم

حق جو فخر و ناز پيو تون آن. ظاهر باطن راز پيو تون آن
تون ئي سرِّ نهان جو محرم. صلي الله عليه وسلم

رب عنايت خالقِ رحمت. ناز نبوت فخر رسالت
اول آخر موجد و خاتم. صلي الله عليه وسلم

عفو جا پرور شافعِ محشر داور دلبر سائين سرور
ورد وظيفو هرهر هردم. صلي الله عليه وسلم

ذات صفات و احد و احمد. هر صورت مشهود شاهد
فيض سراسر "فيض" دو عالم صلي الله عليه وسلم



## نعت بہ حضور سرور كائنات

ذتم آئينۂ روۓ حقيقت يا رسول الله
خدا شاهد خدا آ تنهنجي صورت يا رسول الله

زبانِ حضرتِ يزدان تي مدحت يا رسول الله
الوهيت كي نازِ نبوت يا رسول الله

فروغ، شعلہ هاۓ شمع، فطرت يا رسول الله
سراپا موجۂ درياۓ وحدت يا رسول الله

بجز تنهنجي وجودِ هر دو عالم نقش بي معنيٰ
حقيقت ۾ حقيقت بي حقيقت يا رسول الله

منور تي ويو عالم بہ نور جلوه آرائي
ويو متجي وجودِ جهل و ظلمت يا رسول الله

نہ ناسوتي، نہ ملكوتي نہ جبروتي نہ لاهوتي
كري چا كوئي اندازِ ولايت يا رسول الله

بہ فتوائي جنونِ عشق آ سجدو روا توكي
مگر مانع رهي تنهنجي شريعت يا رسول الله

سراپا چارهءِ بيچارگان سامانِ بي سامان
دلِ بي حاميان نازِ حمايت يا رسول الله

متاعِ بي متاعانِ مايهءِ بي مايہ گان آهين
بہ محتاجان يتيمان گنج و دولت يا رسول الله

سهارا بي سهارن جا وسيلا بي وسيلن جا
گنهگارن تي پيي لطف و عنايت يا رسول الله

ڪٿي بختِ سيه پختان؟ ڪٿي مهر و ڪرم تنهنجو
نصيبِ خوش نصيبان فيضِ صحبت يا رسول الله

رهي عرشِ معليٰ کي ٿو فخرِ شرفِ پابوسي
خوشا خلوت گه يزدان ۾ جلوت يا رسول الله

گران دو عالم کان گران رطلِ گران آهي
لبالب لب تي آ جامِ محبت يا رسول الله

دو عالم دستِ رندان ۾ رهي ٿو صورتِ ساغر
مدامي مستيءِ صهباءِ وحدت يا رسول الله

گريز و بي رخي وجہِ عذاب آتشِ دوزخ
رضا تنهنجي كليدِ قفلِ جنت يا رسول الله

معاصي جا ڏيا ڏوئي ڇڏيا سڀ رندِ تر دامن
رهي ٿو موجزن درياءِ رحمت يا رسول الله

گداءِ بي نوا شاهہِ دو عالم درنشين آهي
نجاتِ دوجهان جي ڏي بشارت يا رسول الله

پڪاري ٿو پيو محشر ۾ "فيضِ" بي سر و سامان
شفاعت ڪر شفاعت ڪر شفاعت يا رسول الله



## نعت بہ حضور سرور ڪائنات

آئينہءِ حق حاملِ قرآن مُحمّدﷺ
يزدان جو قسم مظهرِ يزدان مُحمّدﷺ

الله سرِ عرش ثنا خوانِ محمّدﷺ
ڇا صليٰ عليٰ مرتبہ و شان محمّدﷺ؟

هر چيز ۾ نور نهان روح جي صورت
هي ڪون و مڪان جسم آهي جان مُحمّدﷺ

هي ارض و سما شوخيءِ گفتار ڪان پيدا
هي ڪن فيڪون ڪنهن جو آ فرمانِ مُحمّدﷺ

آ فخر نبوت جو نبين جو نبي آ
انسانيت ڪي ناز جو انسانِ مُحمّدﷺ

ڪعبي جي طرح عرشِ برين ناصيہ فرسا
هر نقشِ قدم منزلِ عرفان مُحمّدﷺ!

بادل جي طرح سايہ فگن مهر قيامت
جنهن دم جو ڪيو سايہءِ دامانِ مُحمّدﷺ

خوشيدِ جهان پرتوِ عڪسِ رخ انور
نقشِ قدم آ روضہءِ رضوانِ مُحمّدﷺ

فرخندگيءِ مطلعِ انوار الاهي
تابندگيءِ چهرهءِ تاباںَ محمد

قرآن پيي تنهنجو آ خدائي پيي خدا پيي!
جبريلِ امين تنهنجو آ دربانِ محمد

اُمي لقبي تو ڏنو آ درس حقيقت
انسانيت تي تنهنجو آ احسانِ محمد

بوسہ کفِ پا کان ٿو وٺي عرشِ معليٰ
ڇا حيثيتِ تختِ سليمان محمد

آ سرورِ کونين مسيحا جو مسيحا
دردِ دلَ ِعيسيٰ جو پيي درمان محمد

فرمانِ خدا آ جو رسولان خدا جو
آ بدَرقہ و سرور و سلطان محمد

والله جو الله هيو شکلِ بشر ۾
حرمان جو قسم صورتِ رحمان محمد

مخيانہءِ توحيد جو هي رندِ قلندر
ٿو "فيض" پيئي بادهءِ عرفانَ محمد



## نعت شريف

لبِ يزدان تي اذڪار محمد
پڙهو صلي عليٰ بارِ محمد
ڏٺو جو لااله لوح و قلم تي
ڪليو آدم تي اسرارِ محمد
ادب سان حضرتِ جبريل آيو
ٿيو جو پيشِ دربارِ محمد
هيا جو خسروانِ نازَ پرور
رهيا هو ناز بردارِ محمد
ڪليو هو غنچهءِ بستان، ڪليو جو
دهانِ پاڪ گل بارِ محمد
ڪري قربان فردسِ برين کي
ڏسي رضوان جو گلزار محمد
عيان آ عجزِ اعجازِ مسيحا
ڇٽو هرگز نہ بيمارِ محمد
فرشتو! عرشِ اعليٰ کي سجايو
قدم پيرا آ سرڪارِ محمد
زيارت گاهِ اهلِ ديد هو ديد
ڪيو جنهن خلدِ ديدارِ محمد
حرير و اطلس و هي برگِ گل ڇا؟
جو نازڪ نرم گفتارِ محمد

ڪيو بيتاب آ ذوقِ اسيري
مدد اي زلفِ خمدارِ محمد
ٿيو قيدِ دو گيتي کان هو آزاد
خدا شاهد گرفتارِ محمد
هو گويا چشمِ ۾ ڪحل الجواهر
وڌم جو خاڪِ ديوارِ محمد
نبي کي جنهن ڏٺو گويا خدا کي
ظهورِ حق هو اظهارِ محمد
ڪيو آ عالمِ تيره کي روشن
جمالِ روءِ انوارِ محمد
لبِ يزدان لبِ ختم الرسل آ
ڪلامِ الله شهڪارِ محمد
بجز لوح و قلم ڪا ڪوئي ڪاتب
ڪري تحرير اطوار محمد
نہ جنت داورِ محشر گهران ٿو!
رهي ٿو ذوقِ ديدار محمد
پيئي ٿو "فيضؔ" صهباءِ محبت
رهي ٿو مست ميخوارِ محمد



## نعت رسول بہ عنوان نور

انوارِ محمد کان آهي ڪون و مڪان نور
آيو جو جهان ۾ تہ ٿيو سارو جهان نور
اي نورِ خدا توکان زمين نور زمان نور
مہ نور مهر نور رخ ڪهڪشان نور
آ نورِ مجسم جي دل و ديده و جان نور
رخ نور، جبين نور، دهان نور، زبان نور
گويا جو خدا جلوه نما شڪلِ بشر ۾
سر نور، قدم نور، نهان نور، عيان نور
خلوت گہِ يزدان شب معراج فروزان
ٿيو عرشِ برين نور، فلَڪ نور، جنان نور
تون نورِ مبين نورِ مبين نورِ مبين آن
قرآن جو قسم صورتِ قرآن زبان نور
احمد و علي زهره و شبير شبر نور
عالم کان اڳي عالمِ لا ۾ هي نهان نور
از پرتو آئينۂ نور رخ انور
حور و ملَڪ و ڪوثر و تَسنيمِ روان نور
هر شيءِ ۾ آهي نور نهان روح جي صورت
هر برگ و گل و مل ثمر نور نشان نور
جنهن گهر ۾ آهي رمزمۂ ڪلمۂ توحيد
ديوار و در و صحن و بن و بامِ مڪان نور

گذري جو ويو راهِ جهانِ گذران کان
ٿيو کارگه تارِ جهانِ گذران نور
ميخانۂ عرفان تي رڳو نور وسي ٿو
مي نور، قدح نور، خمِ پيرِ مغان نور
روشن آ جهانِ دلِ رندانِ قلندر
ساقي جي نظر نور، آهي رطلِ گران نور
دلِ جلوه گهِ بارشِ انوارِ الاهي
اي "فيض" آهي هي حرمِ امن و امان نور



## نعت برنگ غزل

حاصل هر دوجهان عشق رسول،
بندگي پي ورنہ آ ڪار فضول

عاشق، احمد آ محبوب خدا،
لحظہ لحظہ هن تي رحمت جو نزول

هو ارادو جو ڪٿان دستِ دعا،
مزده هاتف دعا ٿي وئي قبول

سرو قامت ڪان قيامت مضطرب،
تابِ رخ ڪان مهرِ محشر آ ملول

جنت فردوس پي توڪان سواءِ،
ناقبَول و ناقبول و ناقبول

آبروءِ عشق آهي سر ڏيڻ
برسرِ دار آهي مقصد جو حصول

بوجهل اُستادِ اهلِ علم آ
تي دبستانِ پي ويو شهرِ جهول

هو خدا آگاهہ آهي خدا شناس،
معتقدِ شيوهءِ ابنِ بطول

مون ڪيو ڪوتاهہ پيچ و تاب سان
قصہءِ زلفِ دراز آ "فيض" طول



## نعت

محمد حامد و ممدوحِ يزدان، محمد حامل آيات و قرآن
محمد شهرِ علم ربِ ڪعبہ، محمد پاڪ آ فخرِ دبستان

محمد نازِ آدم وجه عالم، محمد مظهر انوار رحمان
محمد پاڪَ مسجودِ فرشتہ، محمد فخر و ناز و شانِ انسان

محمد پاڪ ختم المرسلين آ، محمد انبياءَ جو آهي سلطان
محمد رحمت للعالمين آ، محمد صورت و سيرت ۾ رحمان

محمد زينتِ ڪون و مڪان آ، محمد نو بهارِ باغِ رضوان
محمد جهلَ جي ظلمت مٽائي، محمد ڪان ٿيو عالم فروزان

محمد ڪان آ قطر و موج درياءَ، محمد ڪان آ ذرو مهر تابان
محمد نغمہءِ دائود گويا، محمد آ جمالِ يوسفستان

محمد ڪان ٿيو موسيٰ هو بيتاب، محمد طور تي آ نور افشان
محمد مصطفيٰ عزمِ ابراهيم، محمد پاڪ ڪان آتش گلستان

محمد شافع دنيا و عقبيٰ، محمد دردِ بي درمان جو درمان
محمد حاميءِ بي حاميان آ، محمد بي سرو سامان جو سامان

محمد مالڪِ ميخانہءِ حق، محمد ساقيءِ رندان و مستان
محمد نورِ روءِ ذات، باري، محمد فيض آهي عين عرفان.



## نعت شريف

خدا شاهد جو آهي عرش عالي گهر محمد جو
در الله آهي لامحاله در محمد جو

اڳي ڌوتم دهن کي مشڪ بسم الله سان يارب
وتم نالو بروءِ عشق روئي گهر محمد جو

ميسر مصطفيٰ کي آهي همدم شان يڪتائي
نظر آيو دو عالم ۾ نه ڪو همسر محمد جو

ادب آهي سگ ڪوئي مدينه سان خدا شاهد
جو چاٽان پاڻ کان ٿو مان ڪتو بهتر محمد جو

دل ڪعبه نما ڪعبي کان نڪري هل مديني ڏي
هرَ ڪعبي جو پيءِ آ ڪعبو جو آهي گهر محمد جو

محمد جو هيو دربان، دربانِ خدا همدم
هيو هي حضرت جبريل پيءِ نوَڪر محمد جو

ڏني تشبيه جنهن مه تاب سان خورشيد تابان سان
ڏٺو آهي نه هن هرگز رخ انور محمد جو

پلو ڪر تون اگر چاهين پلو پنهنجو دو عالم ۾
ٻڌو اي مومنو هي نڪتهءِ نادر محمد جو

شهنشاهي دوگيتي هو رهيو حال فقيري ۾
ڪٿل هو بخدا ساري عمر بستر محمد جو

هيو نہ هم سخن هن جو ڪوئي گوهر فشاني ۾
دهن، پاڪ هو گنجينۂ گوهر محمد جو

رهيو ساري عمر دشت و بيابان ۾ جو شيدائي
رهي جنت ۾ تو اچ عاشقِ بي گهر محمد جو

ڇيو ڪافر خدا يا معاف ڪر صدقي محمد جي
ڏسي پيو حشر ۾ منهن داورِ محشر محمد جو

لتاڙيندس نہ پيرن سان زمين پاڪ يثرب کي
وڃي روضو ڏسندس "فيض" مان سرير محمد جو



## سلام بہ حضور رحمت للعالمين

عرش اعظم جا مکين سو سو سلام، جلوه فرماءِ زمين سو سو سلام
اي شفيع المذنبين سو سو سلام، رحمت للعالمين سو سو سلام
اي امام المرسلين سو سو سلام، اي سراج السالکين سو سو سلام
حامل قرآن و دين سو سو سلام، رهنماءِ صالحين سو سو سلام
عرش و کعبہ ٿا کرن تنهنجو طواف، باليقين نورِ مبين سو سو سلام
روءِ حق روءِ منور بي شبه، نورِ رب العالمين سو سو سلام
شمعِ بزمِ عرش و مهر دوجهان، عارضِ نور آفرين سو سو سلام
ساقيءِ تسنيم و کوثر صد صلواة، رونقِ خلدِ برين سو سو سلام
جلوه فرماءِ دلِ صاحب دلان، کبرياءِ عارفين سو سو سلام
خسرو خوبان عقبيٰ و جهان، اي نگار نازنين سو سو سلام
مثلِ پروانہ هجومِ قدسيان، شمعِ بزمِ عاشقين سو سو سلام
جلوي کان سينو مدينو ٿي ويو، اي حبيبِ دلنشين سو سو سلام
"فيض" تي کر بارشِ نظرِ کرم!
ابرِ رحمت آفرين سو سو سلام.



## نعت

عارض انور کان آهي نور جي برسات اڄ
ٿي وئي پُر نور آ معراج واري رات اڄ

عرش تي آ زمزمہ سنج ثنا و نعت اڄ
آ لبِ يزدان تي پي صلّي عليٰ صلواة اڄ

زينت ڪون و مڪان و زيبِ بزمِ ڪن فڪان
نور افشاني ڪان تنهنجي آ فناَ ظلمات اڄ

عالم امڪان ۾ آيو رحمت للعالمين
صورتِ انسان ۾ آ گويا خدا جي ذات اڄ

گيسو و عارض کان نور و ظلمت ليل و نهار
مهر و مه ٿيا نقشِ پا جي خاڪَ جا ذرات اڄ

پاڪ ٿيو ڪعبو بتن کان، ٿي ويا گويا فنا
اهرمن، يزدان، هبل شورِ منات و لات اڄ

رونما آئينہ رو ۾ خداءِ لم يزل
بي گمان منجي ويا وهم و گمان شبهات اڄ

نزد ڪعبي جي نظر آيو هو عرش ڪبريا
منزل عرفان پي چڻ منزل عرفات اڄ

صورت سايہ بہ پشت مرڪب برق آفرين
بارڪ الله ڪهڪشان جي آ روان بارات اڄ

انبيا تنهنجا نقيب آهن اي ختمالمرسلين
هي چيو قرآن زبور انجيل ۽ تورات اڄ

ڪاسہءِ دل کي عطا ڪر گوهر نگهہ ڪرم
ڏي گداءِ در کي اي خيرالوريٰ خيرات اڄ

مان پري جهولي، صدا آئي سروشِ غيب کان
ويو کلي قفلِ درِ گنجينہءِ برڪات اڄ

چو نہ پو صدفِ زبان الماس افشاني ڪري
جلوه گر آهن حريم دل ۾ الهامات اڄ

بنده نادان ۽ تنهنجي ثنا عالي مقام؟؟
موجزن آهي اگرچہ دجلہءِ جذبات اڄ

"فيض" ميخاني ۾ مست و بيخود و مدهوش آ
ميڪده تي ابرِ رحمت بار جي برسات اڄ



## سلام

درود اي داورِ خيرالانامي
سلام اي سرورِ عالي مقامي

صلات اي اُميءِ يثرب قيامي
سلام اي روضءِ دارالسلامي

خدا شاهد جو تنهنجو نامِ نامي
وظيفءِ صبح گاهي، وردِ شامي

تمامي انبياءِ سلطان سلامي
فرشتہ خادم و بنده عامي

تعاليٰ الله مليو روح الامين کي
مقامِ هم رڪابي، هم ڪلامي

ظهور نور حق اسباب آدم
رسولِ اوّلين و اختتامي

خوشا اين غمزهءِ شمشير ابرو
سرِ تسليم خم عالم تمامي

شهن کي نازش حلقہ بگوشي
حسين تر تاج کان طوقِ غلامي

ڪف پا سان لڳل خاڪِ در دوست
چمڻ ڏي پير تون پنهنجا پيامي

دو عالم صورت طائوس رقصان
خوشا اي نازنين نازڪ خرامي

مه و خورشيد و ابرو برق و طوفان
سکيا مرڪب ڪان تنهنجي تيزگامي

شفاعت يا رسول الله شفاعت!
بجز تنهنجي نہ آ محشر ۾ حامي

پناهي آتش دوزخ تي ڏهڪي
نجاتِ شدتِ روزِ قيامي

رهي تو سر ۾ سوداءِ محبت
دلِ پر درد ۾ دردِ دوامي

ادب آهي سگ ڪوءِ صنم سان
غلامن جي غلامي نيڪ نامي

ويو تي رند، آيو ميڪده ۾
نہ هندي، پارسي، رومي، نہ شامي

رهي حاجت نہ آ شير و شڪر جي
خوشا شيرين لساني، خوش ڪلامي

پري ڏي جامِ عرفان يا حبيبي!
عطا ڪر "فيض" ڪي مستي مدامي



## قصيده حضرت علي عليہ السلام

مولىٰ علي امام علي مرتضىٰ علي،
كعبہ علي، قرآن علي، كبريا علي
ياور علي، پناهہ علي، پيشوا علي
منزل علي، مراد علي، مدعا علي
موجِ سمندِ ناز آ موجِ صبا علي
پهتو نہ گردِ راه كي دستِ قضا علي
نقشِ قدم بناءِ وجودِ، حرم رهيو
گويا جو سجده گاهِ جهان نقشِ پا علي
آئينہ دارِ جبر و جلالِ الوهيت
غالب علي، اسد علي، شيرِ خدا علي
درياءِ معرفت جي سفيني جو اي خدا
مانجهي علي، ملاح علي، ناخدا علي
تي ويو نيازمند هو دنيا كان بي نياز
جنهن ڏي كيو دراز جو دستِ سخا علي
وا ٿيو كڏهن نہ روضہءِ رضوان جو درِ بند
والله بجز تنهنجي كليدِ رضا علي
فتحِ عظيم فاتحِ خيبر تي سو سلام
مرحب دونيم؟ مرحبا صد مرحبا علي
اسلام زنده ٿي ويو باطل مري ويو
شبير سر ڏنو جو سرِ كربلا علي
حق روبرو هو بندگيءِ بوتراب ۾

پيشِ نظر خدا هو ٿيو رونما علي
تڙپي زمين لرزه براندام آسمان
جنهن دم بہ ذوالفقار هو جلوه نما علي
شيرِ خدا کان ڪفر کي آئي شڪست فاش
خيبر ۾ المدد آ چيو مصطفيٰ علي
ايمانِ ڪل و دين مڪمل نبي چيو
روح الامين چيو جو آ روحِ خدا علي
دم ۾ هزار مشڪلون آسان ٿي ويون
مشڪل ڪشا جو ٿي ويو مشڪل ڪشا علي
آئي فرازِ عرش کان لبيڪ جي صدا
مستي و بيخودي ۾ چيو مان جو ياعلي
اسبابِ مرگ عارفان آبِ حيات خضر
نگهہِ ڪرم آ ساغر آبِ بقا علي
حق آشنا بہ فيضِ رسولِ خدا رحيم
آ فيضِ مصطفيٰ کان ڪيو آشنا علي
نامِ خدا بهشت زيارت کان بارياب
هي آرزو امنگ اميد و دعا علي
عارف بهم سلسل اي "فيض" فيضياب
دل ۾ خدا نگهہ ۾ نبي لب تي ياعلي



## حسين عليہ السلام

لخت دل علي و محمد جي جان حسين
فرمانِ حق حسين خدا جي زبان حسين

آيات بينات جي شرح و بيان حسين
قرآن حسين، ڪعبہءِ امن و امان حسين

درِ صدف بحرِ جلال الوهيت
سينہءِ ڪائنات ۾ رازِ نهان حسين

وجہ وجود، آدم و اسباب ڪائنات
نازِ خدا وقارِ شهہِ دوجهان حسين

ڪٽجي ويو مگر نہ جهڪيو هو سر بلند
سرخم رهي ٿو تنهنجي اڳيان آسمان حسين

ميدان ڪربلا ۾ ڏسي توکي خاڪ و خون
جان مضطرب و چشم نبي خونچڪان حسين

لعل رسول پاڪ لهو ۾ لهو لهان
ماتم ڪنان زمين، رنو آسمان حسين

تڙپي شهيد ٿي ويا پير و جوان و طفل
گويا هي چمن ٿي ويو نذرِ خزان حسين

هر قطره پيش داور محشر آ داد خواه
لب آشنا نہَ آبِ فرات روان حسين

بي تاب هيو تاب كان خورشيد حشر پيي
نيزي تي جلوه گر هو سر ضوفشان حسين

هر قطرۂ لهو تي آ بنياد لا الله
هن لالہ زار دين جو آ باغبان حسين

وجہ نجات خلق قيامت ۾ خون بها
بخشي ڇڏي جو زهرۂ خلد آشيان حسين

پيش حضورِ پاڪ فرشتہ جهڪي پيا
فرمان رواءِ سلطنتِ قدسيان حسين

مظلوم ڪربلا ڪيو مسمار ظلم کي
سر ڏئي ڪيو چور سرِ سرڪشان حسين

بي حوصلو هو حوصلہ پيمان جو ٿي ويو
گويا جو ممتحن جو هيو امتحان حسين

تازو رهي ٿو حادثۂ ڪربلا سدا
تاحشر رهندو اهلِ جهان نوحہ خوان حسين

خورشيد سايہ پرور و رب مهربان هو
محشر ۾ "فيض" جڏهن ٿيو مهربان حسين.



## قصيده بحضور شهداء ڪربلا

عرش برين تي ذڪر زبان خدا حسين
فرشِ زمين تي وردِ لبِ مصطفيٰ حسين

ڪرب و بلا و ظلم و ستم، اضطراب و ياس
ميدانِ ڪربلا ۾ تهِ ڪربلا حسين

آتش فشان زمين، شرر بار آسمان
آڙاهه رنج و سوز ۾ هو بينوا حسين

ناز خدا، وقار، محمد، علي جو شان
عالم پناهه، شاهِ جهان، پيشوا حسين

پروردگار عشق و شجاعت، بهادري
فقر و غَنا و عزم و خودي جو خدا حُسين

ايمان نواز جو هي بلند حوصلو ڏسو
سجدا ادا ڪيا تهِ تيغِ جفا حسين

ساٿي شهيد ٿيا جڏهن ميدان جنگ ۾
لشڪر سان تيغ زن هو اڪيلو صفا حسين

قربانيءِ خليل پيي قربان همنشين!
حق آ جو ڪيو آهه حقِ حق ادا حسين

طفل و جوان تشنه لب تڙپي شهيد ٿيا
بي آب و نان جنگ ۾ تيغ آزما حسين

آهي بناءِ لااله خونِ شهيد تي
موليٰ دين، پيڪرِ مهر و وفا حسين

شرحِ قرآن نور نشان محورِ جهان
آئينہ دار حُسَنِ شهِ انبيا حسين

شمر و يزيد دشمن ايمان و دين سان
ڪيئن ڪري ها صَلح شهِ اوليا حسين

انسانيت و دين و حريت پناه هو
خود دار و حق شناس و خودي آشنا حسين

حسنِ ازل هي حُسنِ شهادت ڏسي چيو
صد آفرين، مرحبا، صد مرحبا حسين

يارب! فرات تشنہ لبي جو گواهہ آهہ
پيتو بجاءِ آب هو آبِ بقا حسين

اصغر، عباس، و قاسم و اڪبر علي جوان
راهِ خدا ۾ سڀ ڏنا هي لاڏلا حسين

ٿي ويو اگرچہ جامہءِ هستي هو تار تار
ڇڏيو ڪڏهن نہ دامنِ صبر و رضا حسين

عشق حسن مزده، آزادي و نجات
روزِ جزا ۾ آه بناءِ شفا حسين

آ خاڪ کي بہ ناز اي ابن ابو تراب
شرفِ زمين آهي تنهنجو نقشِ پا حسين

قبلہءِ دين و ڪعبہءِ ايمان خدا گواهه
پير مغانِ ميڪدهءِ مصطفيٰ حسين

هر قطرهءِ خون پاڪ خدائي ڪان آ گران
ڏيندين خدا تونَ ڇا جو گهري خونِ بها حسين

تنهنجي ثنا خدا ڪري يا مصطفيٰ ڪري
نا آشناءِ رتبہ ڪري ڇا ثنا حسين

سوز شبير ۾ آهي اي فيض دمبدم
چشمن ۾ آب دل ۾ تپش، لب تي يا حسين.



## قصيده بحضور شهداء كربلا

احمد جي جان حسين خدا جي زبان حسين
قبلہ حسين كعبہ هر دو جهان حسين

زلفِ سياهہ آ شب ديجور جي طرح
توريتِ جبين صائقۂ طور جي طرح
انجيل رخ آ برق نشان نور جي طرح
سينو ضياءِ نور كان زبور جي طرح
قرآن جو قسم صورت قرآن شہِ دين
ايمان جو قسم پرور، ايمان شہَ دين

نغمہ سراءِ پنج تن هي ششجهات آ
مدحت طراز هر نفس، كائنات آ
ذاتِ خدا پيي محو دَرود و صلواة آ
روح الامين هي كنهنَ جي شهادت جي رات آ؟
مسند نشينِ مهرِ نبوت اهو حسين؟
آئينہ وجودِ حَقيقت اهو حسين؟

اُهو حسين جنهن تي دمِ صفدري كي ناز
اهو حسين جنهن تي سرِ سروري كي ناز
اهو حسين جنهن تي آ پيغمبري كي ناز
اُهو حسين جنهن تي دلِ داوري كي ناز
اهو حسين جنهن تي كري ناز آسمان
اُهو حسين پشت زمين تي لهولهان؟

چمڪي رهيو آ شانهء روحِ الامين تي لاش
گويا هو ڪهڪشان جي لوحِ جبين تي لاش
عالم ڏٺو جو خاڪ ۾ فرشِ زمين تي لاش
ماتم هو آسمان ۾ عرشِ برين تي لاش
روحِ رسول خون فشان اشڪبار هو
انبوهِ قدسيانِ حرم سوگوار هو

نيزي تي سر جبين تي خونِ شباب آ
گويا جو شفق رنگ رخ آفتاب آ
رنگِ فرات چشم ۾ صد موجِ آب آ
درياءِ تشنگي لبِ رفعت مآب آ
گردون تي ڪهڪشان ڪيو هن کي جهڪي سلام
هڪ آفتاب رونقِ بازارِ شهرِ شام

خيمه سفيد گويا هيا قصرِ مرمرين
نقش قدم هو آئينهء جنّتِ برين
هر ذرهء زمين هيو عرش آفرين
نورِ خدا هو جلوه نما ضوفشان جبين
هان! شور و آه و زاريء موجِ فرات آ
هاءِ حسين تنهنجي شهادت جي رات آ.

نعتِ خدا و ناطقِ قرآن حسين آ
ڪعبهء دين و قبلهء ايمان حسين آ
القصہ ڪائنات جي پي جان حسين آ
سجده ڪرن فرشتہ هو انسان حسين آ
روحِ ازل و جوهر فرمان حسين آ
امرِ خدا و رحمتِ رحمان حسين آ

طوفان جي طرح لشڪرِ طاغوت برملا
ظلِ خدا تي حملہ زن هو دشمن خدا
نڪتو جو شاهِ دين بہ تيغِ اجل نما
فوجِ عدو غلغلہ ميدان ۾ زلزلہ
مضطر جلال شاهہ کان ارض و سما ٿيو
ميدانِ حرب و ڪرب ۾ محشر بپا ٿيو

ابن حسن بہ صورتِ طوبيٰ آ سبزپوش
ڪرب وبلا ۾ تيغ بڪف ۽ ڪفن بدوش
روئي چيو سروش جو خاموش هوش هوش
اي مردِ سرفروش شهادت جو جام نوش
شمشير حيدري کي وجهي ڇڏ نيام ۾
شيرِ خدا سان ملي وڃي دارالسلام ۾

هر قطره لعلِ خونِ شهيدانِ ڪربلا
گنجِ گران آ گوشَۂ دامانِ ڪربلا
نقشِ قدم کان آهِ گلستانِ ڪربلا
عالم ۾ تي بلند ويو شان ڪربلا
خونِ حسين کان هي زمين لالہ زار آ
گل پوش و گل فروش و فضاءِ بهار آ

هر چند تي ويو آ سچو گهر جو گهر صفا
دستِ حسين ۾ آ مگر دامنِ رضا
درياءِ خون آ موجزن بہ دشتِ ڪربلا
هر قطرهءِ لهو تي آ بنياد لااللہ
هڪ قطرهءِ لهو جو آ هر دو جهان بها
ڇا ڏيندين خون بها تون محمد کي اي خدا؟

چشم قلم هي بارشِ گوهر رقم ڪري
گوياً تي نوحہ خوانيءِ شاهِ امم ڪري
ڪاوش تي رشڪ جنبشِ لوح و قلم ڪري
مومن اهو آ، "فيض" جو ماتم و غم ڪري
لحظہ بہ لحظہ روز و شب و دمبدم ڪري
دل خون جگر ڪباب ڪري چشم نم ڪري.



## مرثيہ شهداءِ كربلا

لاوارثيءِ كعبہء كعبا تي روئان تو
بي ياروي ملجا و ماوا تي روئان تو

محسن كشي وحشتِ دنيا تي روئان تو
يارب! مان فراموشيءِ عقبيٰ تي روئان تو

مان تشنہ لبِ سيد الشهدا تي روئان تو
كمبختيءِ آب و لبِ دريا تي روئان تو

شبير تہِ كرب و بلا كرب و بلا ۾
مان حادثہءِ دشتِ معليٰ تي روئان تو

آ شيرِ خدا جنگ ۾ شبير اكيلو
مظلوميءِ بي ياور و تنها تي روئان تو

بي جامہ تن پاكِ حسين ابن علي آ
بي حرمتيءِ حرمت كعبا تي روئان تو

شمر چادرِ روءِ حرم پاك
بي پردگيءِ پردہءِ زهرا تي روئان تو

ناواقف و نا آشنا هر آشنا نڪتو
مان تيرگيءِ ديده بينا تي روئان ٿو

صد چور سرِ حاملِ آئينِ امامت؟
قهر و غضبِ ڪوَفي و ڪوفا تيَ روئان ٿو

درياءِ لهو موجزن هو هر بنِ مو کان
تن ريش و خون ريزيءِ آقا تي روئان ٿو

ويو حلق ۾ هو تير لهي آب جي بدلي
اصغر مان تنهنجي خونِ تمنا تي روئان ٿو

اولادِ نبي شدت زنجير و سلاسل؟؟
بي ديني و بي شَرمئي اعدا تي روئان ٿو

سجدي ۾ سرِ حضرت شبير ته تيغ
يارب! مان سر ناصيه فرسا تي روئان ٿو

نازان ٿو رهين دوست کي دشمن کان کُهائي
اي چرخ ڪهن نازش بيجا تي روئان ٿو!

اي ممتحن حوصله و صبرِ شبيري!
مان حوصلهءِ حوصله پيما تي روئان ٿو

هر سال روئين يادِ غمِ ابنِ علي ۾
اي ابر تنهنجي بارش گريا تي روئان ٿو

اي ساقيءِ گردون ملي جامِ شهادت
نايابيءِ پيمانہ و صهبا تي روئان ٿو

اي "فيض" شب و روز روئي خلق روئاريم
تاحشر روئيندس غمِ شهدا تي روئان ٿو.



(بتاريخ ۷ محرم بمطابق ۱۷ اپريل ۱۹٦۷ع بمقام جيڪب آباد)

## قصيده امام عالي مقام

هر آدمي جي دل ۾ آهي غم حسين جو
ساري جهان ۾ آهي اڄ ماتم حسين جو

شهداءِ ڪربلا جو هر مومن کي آهه غم
هر دل تي ڇانئجي ويو رنج و غم و الم
ذڪرِ حسين ڇا ڪيان نڪري ٿو دم ڪان دم
دل ۽ جگر جلائي ٿو هي غم حسين جو

وارثِ دين آ بقاءِ لاالہ حسين
واللہ آهي عزم و خودي جو خدا حسين
روءِ زمين تي ٿو ڪري شاهه و گدا حسين
بامِ فلڪ تي پيو آهي ماتم حسين جو

هر آيتِ قرآن آ سيرت حسين جي
هر صورت قرآن آ صورت حسين جي
بس عادت رسول آ عادت حسين جي
دشمن تي مهربان ٿيڻ آ ڪم حسين جو

ڪافر قبول ڪن ٿا سچائي حسين جي
ميراث آ اسان جي ڪمائي حسين جي
مشهور آ جهان ۾ سخائي حسين جي
آهي گداءِ درِ شهرِ حاتم حسين جو

هن شاهہ اوليا کان ٿيا فيض مند چند
جنيد و با يزيد پيي آهن نيازمند
شان حسين خضر و مسيحا کان آ بلند
همدم دم مسيح آهي دم حسين جو

هردم دمِ حسين تي ايمان کي ناز آ
عشقِ حسين تي دل يزدان کي ناز آ
عزمِ حسين تي تہ هَر انسان کي ناز آ
احسان مند آهہ هي عالم حسين جو.

دستِ حسين غير جي بيعت کان پاڪ هو
دست رسول تي رکيل هي دست پاڪ هو
يزيد بي حيا مثل پيرن جي خاڪ هو
ڪيئن ٿئي ها هن اڳيان سر خم حسين جو

اجراءِ کارِ عشق مقامِ حجاز هو
الله کي تہ هن جي محبت تي ناز هو
قتلِ حسين اصل ۾ پوشيده راز هو
ورنہ هو ملڪ الموت پيي خادم حسين جو

بوقت قتل پِي ڏسو شوق نياز هو
زيرِ ستم پِي دوست سان هو ساز باز هو
خنجر جي زير سايہ پِي محو نماز هو
صلوات چوندي عرش تي ويو دم حسين جو.

آهي سبق آموز صداقت حسين جي
آ باعثِ نجات محبت حسين جي
آ لوح دل تي نقش شهادت حسين جي
ماتم ڪيان تہ "فيض" دمادم حسين جو.





محبوب مهر رخ ڏسي خندان صبح صبح
ٿيو آفتاب! هاءِ پشيمان صبح صبح

گذري جو فڪر ڪعبہ ۾ بہ اضطرابِ شب
ڪيم طوافِ خانہءِ جانان صبح صبح

عالم تمام ٿي ويو حيران ڏسي ڏسي
زلفِ سياه رخ تي پريشان صبح صبح

ٿي پيو گمان روزِ قيامت جو ناگهان
آيو صنم بہ ناز و خرامان صبح صبح

خانہ بدوش خواب ۾ آيو جڏهن اي دل
ووڙيو وجي مون دشت و بيابان صبح صبح

مون ڪان گهمنڊ شب جي سياهي جو ويو لهي
ڏٺم جو هن جي زلفِ شبستان صبح صبح

دعوت هئي جو مان ويم وقتِ سحر بشوق
ڪاڏو وجي مون نشترِ مژگان صبح صبح

بستانِ دل ۾ غنچۀ اميد سڀ کليا
آيو جو دل ۾ رشڪِ بهاران صبح صبح

جاڳيو جڏهن خواب مان هو چشمِ پُر خمار
تي ويس نگاهِ مست تي مستان صبح صبح

تي پيو گمان خلق کي طوفانِ نوح جو
اکڙين وهايو اشڪ جو طوفان صبح صبح

اي "فيض" سر بہ خم ٿيا خوبانِ روزگار
آيو جڏهن هو خسروي خوبان صبح صبح





نہ تون وسرين نہ آيو هو خدا ياد!
مري ويندس ڪندين اي بيوفا ياد!

پٽيندو گور تي ايندين ستمگر!
جو آيو ڪشتۂ تيغِ ادا ياد

نگهہ پئجي وئي زخمِ جگر تي
اچي ويو بازوءِ تيرَ آزما ياد

نهاريم جو ڪٿي سر آسمان ڏي
تہ آيو صاحبِ جور و جفا ياد

پيجي بيهوش پيمانو ڪيو چور
جو آيو ڪيفِ چشمِ سرمہ سا ياد

رڳان چو نہ پلا هٿ خون دل سان
هٿن تنهنجن جو آ رنگَ حنا ياد

ستمگر کي نہ آيو رحم هرگز
نہ ڪافر کي ڪڏهن آيو خدا ياد

ڏٺم جو آفتابِ داغِ دل کي
تہ آيو خالِ روءِ مه لقا ياد

مليو ڇا خضر گم کرده کان آخر
سڪندر کي پيي رهندو رهنما ياد

رکي سر گور تي سرکش رنو هو
پيو جو سجده خيزِ نقشِ پا ياد

مري ويو طوطيءِ شيرين زبان هو
کرن ٿا بوستان ۾ هم نوا ياد

فنا ديده تي احسانِ مغنّي
رهي ٿو جلوهءِ برقِ صدا ياد

مري ويو "فيض" مي نوشِ تصّوف
اچي ٿو صوفيءِ قلبِ صفا ياد





سروپا دست و بازو، دل، جگر بند
ڪمندِ زلف ۾ آ بند هر بند

تيِر قيد خيال گل کان آزاد
ڪيا صيّاد جڏهيَن بال و پر بند

صبا! پيغام ڏي سرو روان کي
پيو صحرا ۾ آ آشفتہ سر بند

طبيعت جي وٺي رڪجي رواني
ٿيو جڻ موجِ طوفانِ بحرِ بند

قيامت آ ڪيو محو تغافل
خط و خال و سلام و نامہ بر بند

نہ باز آيو تجاهل پيشگي کان
نہ تا محشر ڪيو مون شور و شر بند

ڏنم جو "فيض" جو ديوان کولي
کليو گويا هو شهرِ شعر تر بند

کلي ويو همنشين! رازِ محبّت
ڪٿي نامو جو آيو نامہ بر بند

جهان بيني کيان اهلِ جهان! چا؟
نگهہ آهي نگاهہ ۾، ڇڻ نظر بند

جمال خود کيو هن کي مقيد
ٿيو َ آئينہ ۾ آئينہ گر بند

ڏئين ٿو هاءِ اذن ره نوردي
کري جاده و کوچہَ ره گذر بند

روان دل ۾ ٿيو درياءِ چاهت
نہ ٿي هرگز روئڻ کان چشمِ تر بند

نهان هر شعر ۾ آ ملکِ معنيٰ
کيم کوزي ۾ درياءِ هَنر بند

کندو جوشِ جنون سرچور يا در
پلي دربانَ کر دلبر جو در بند

هنيم جو مُهر خاموشي لبن تي
صدف ۾ ٿيَ ويا گويا گهُر بند

برنگ قيس هو صحرا نشين آ
پيو آ "فيض" ديواني جو گهر بند





دل کي آهي خواهش داغِ فروزان المدد
روءِ تابان المدد، مهرِ درخشان المدد

شيوهءِ فرهادِ و مجنون کي وري تازه کيان
کوه و دامان المدد، دشت و بيابان المدد

سدره و طوبيٰ جو هو واعظ ڏنو رنگين فريب
رشک بستان المدد، سروِ خرامان المدد

خواهش زهره جبين آ گوهر صدف نگهہ....
چشم گريان المدد، ابرو َو مزگان المدد

دل دوراهي تي تلاشِ دير و کعبہ ۾ آ گم
کفر و ايمان المدد، گبر و مسلمان المدد

تنگيءِ دل جي کري ٿو تنگ دل هاءِ گلا...
تيغ و پيکان المدد، ابرو و مزگان المدد

لالہ لب کي آ ثبوتِ آبلہ پائي طلب
خاکِ دامان المدد، خارِ مغيلان المدد

شهرهٔ آفاق غرق قلزمِ ضبط و سکوت
يادِ ياران المدد، شورِ رقيبان المدد

شاهد و باده تعاليٰ الله بناءِ زندگي
بزمِ جانان المدد، اي دورِ پيمان المدد

ظلم و بيداد و ستم آ باعثِ داد و کرم
قهرِ دوران المدد، اي مهرِ يزدان المدد

وحشتِ بوءِ نگار، غاليہ مو ۾ مران
ابرِ باران المدد، يادِ بهاران المدد

مست کائي ٿو بهاري ۾ عذابِ پيچ و تاب
زلفِ پيچان المدد، زنجير و جولان المدد

زيب ڏيندو خاتمِ دل ۾ نگين لعلِ لب
بختِ شاهان المدد، مهرِ سليمان المدد

"فيض" آشفتہ هجومِ رنج کان تڪيہ طلب
بابِ خوبان المدد، ديوارِ جانان المدد





تي ويو نظارهء رخِ جانان بروز عيد
گويا ڪيم تلاوتِ، قرآن بروز عيد

جڏهن ٿيم جو يار جو مهمان بروز عيد
ڪاڏو وڃي مون نشتر مزگان بروز عيد

نيڻن ۾ وجهي نيڻ نهاريو جو نازنين
بخت آ بلند ٿي ويو نازان بروز عيد

دل سان ملائي دل جو بغلگير ٿي ويو
حاصل ٿيو آ درد جو درمان بروز عيد

رند و شراب گردشِ پيمانہ و سبو
رڪجي وئي آ گردشِ دوران بروز عيد

مون ڪان ڪڏهن اي شيخ! شڪر پروري نہ ٿي
آ رزقِ روحِ، بادشِ، رحمان بروز عيد

روزه رکيءِ، نماز پڙهيءِ، صد مبارڪون!
شڪرانہ ڪر ادا اي مسلمان بروز عيد

گويا جو عيدگاه ۾ صف بستہ سجده منع
روڊن تي جو قطار حسينان بروزِ عيد

رمضان سان ڪئي رحمت و برڪت يي الوداع
رنج و الم ڪان ٿو رهان گريان بروز عيد

زنده ولي جي دستِ دعا ۾ اثر ٿيو
ٿي ويون هزار مشڪلون آسان بروز عيد

ساقي شراب و شاهد و مستي و بيخودي
ميخاني ۾ آ شورش رندان بروز عيد

رزاقيءَ رزاق جي ڇا بنده پروري!
سامان نصيب بي سرو سامان بروز عيد

همدم حضور رحمت بيڪس نواز ۾
"فيض" آ خداٗ پرست ثناءِ خوان بروزِ عيد

عيش و نشاط "فيض" قلندر آ ورد حق
باران آ ابرِ رحمت يزدان بروزِ عيد





تيو جلوه نما دل ۾ نگار نوبهار آخر
خزان ديده گلستان ٿي ويو آ گلعزار آخر

ڇڏيو چو ڪشتہِ تيغِ ستم جو تو مزار آخر
ڪيو رسوا ستمگر هيَ نشانِ يادگار آخر

جمال حسن روءِ مهر رو آئينہ حق آ
بت ڪافر جي صحبت ۾ ويم ٿي دينڊار آخر

جبين هر بتِ بتخانہ قرآنِ مُبين گويا
خط رخ ۾ نظر آيو ڪمالِ ڪردگار آخر

وتم بوسو جو گل رخ کان بوقتِ جنبش مژگان
برنگِ تير پيوستہ ويا ٿي لبَ سان خار آخر

مغني سان مئي و مطرب، رباب و رند سڀ رقصان،
ڪيو هر غنچہِ گل پنهنجو دامن تار تار آخر.

بڪوءِ يار همدم نقشِ ديواني کي دفنايو
قيامت جو ڪري چو ڪشتہِ غم انتظار آخر؟

تپ رخ کان لڳي آتش وئي آئينہ خاني کي،
ويو ٿي شعلہ رو آتش فشان و شعلہ بار آخر.

رهيو نازان فقيري فاقہ مستي ڪج ڪلاهي تي،
ڪري قدمن تي پيا همدم جهان جا تاجدار آخر.

هتي هنگامۂ عالم لحد ۾ شورشِ محشر،
ڪٿي ايندو پلا هن بيقرارن کي قرار آخر

خطا بخشي ڇڏيا سڀ بيشمار رحمتِ باري
فرشتن کان نہ ٿيو منهنجي گناهن جو شمار آخر

پياريو جامِ ڪوثر جو وجي "فيض" قلندر کي،
فرشتن کي چيو هي رحمتِ پروردگار آخر.





زيرِ پناهہ سرور عالم پناه ڪر
ايَ شهنشاهِ دوجهَان لطفِ نگاه ڪر

ڪعبي جو آ قسم ۽ مديني جي واسطي
دل کي برنگِ عرشِ برين جلوه گاه ڪر

اندازِ طُرهءِ ڪله فقر رشڪ تاج
پنهنجي گدا کي ايَ شهِ لولاڪ شاه ڪر

چاهت نہ آهس چشمہٴ آب حيات جي
يوسف مثل ايَ سيمين ذقن غرقِ چاه ڪر

قدرت ۾ هجي لوح و قلم و قضا و قدر
زيرِ نگين سلطنتِ مهر و ماه ڪر

پيمانہ و سبو و صراحي آ بي سرور
ساقي نگاهِ مست سان هيڏي نگاه ڪر

دل ۾ شرر فشان ٿو رهي آه آتشين
رندن کان دور اي خدا دوزخ جي باه ڪر

رحمت کلي معاف ڪري ذوق بيخودي
زهد گران پي رشڪ ڪري هر گناه ڪر

آئي سروشِ، غيب کان آهي نويدِ وصل
اي خوش نصيب ديده ۽ دل فرشِ راه ڪر

اي چشم مست مهر قيامت آ تابناڪ
مستن کي زيرِ سايۂ زلفِ سياه ڪر

ڪرب ۽ بلا ۾ سجدهٔ شڪرانہ ڪر ادا
تي مددِ سرفروش پو نازِ نباه ڪر

هرچند سبڪ ڪار آهي دستِ بت شڪن
پنهنجي پيي ما ۽ من جي صنمَ کي تباه ڪر

دارو رسن آ منزل مقصودِ معرفت
عالمِ عاشقي ۾ نہ فرياد ۽ آه ڪر

مرغوب هن کي مردِ قلندر جي بندگي
لحظہ بہ لحظہ وردِ لب الاالله ڪر

شاهد ڪان انتقام وٺڻ ناگوار آ
قاتل کي فيض ڪشتۂ هجران گواه ڪر

الماس ڪبريائي کي اي "فيض" ڪر نہ فاش
جيڪي چويئي خلق، پيو واه واه ڪر





قطرهءِ هاءِ خونِ كشتہ جوهر تلوار يار
اشڪِ خون آلودہ آ زيبِ خطِ رخسارِ يار

زيرِ دامِ زلف مرغِ دل بسير لالہ رخ؟
يعنَي جَولان گاہ صحنِ گلشنِ بيخارِ يار

صورتِ محراب ڪعبہ ماہ نو سر خم ٿيو
ڪنهن ڪي آهي تاب تيغِ ابروءِ خمدارِ يار

حاصلِ هر دوجهان خوشتر شراب و شهد ڪان
تشنہءِ گفتارِ يار و شربتِ ديدارِ يار

شرحِ دين مصطفيٰ، تمهيد امر ڪن فڪان
مستيءِ رَفتارِ يار و شوخيءَ گفتار يار

ٿيو نزول غصہ و قهر و غضب اُن ڏن ڇيم
مرحبا أي التفاتِ ابرِ رحمتِ بارِ يار

راحتِ جنت ۾ي گويا زحمتِ دوزخ هئي
خلد ۾ جو ياد آئي لذّتِ آزارِ يار

آه آتش بار دل اشڪ چشم خون فشان
سَرد ٿيو دوزَخ ڏسي هِي گرميء بازارِ يار

رنگ شبنم مهر محشر داغِ دل کان ٿيو فنا
سوخَتہ جانِ شعَلہء هاءِ عشقِ آتش بارِ يار

شيخ کي هن جو سهارو مونکي هن جو آسرو
تڪيہ ديوارِ ڪعبہ تڪيہ ديوار يار

بندگيء عشق ۾ فرقِ زمين و آسمان
تون ڪرين ٿو الله الله مان ڪيان ٿو يارِ يار

عقل حق ناآشنا پيشِ جنون سجدا ڪيا
چاڪ ٿيو دستِ جنون کان پردهء اسرارِ يار

"فيض" آشفتہ مبارڪ راحتِ راحت ڪده
سايہء طوبيٰ کان بهتر سايہء ديوار يار





سينـﮣ آسمان تي هي اختر
تنهنجي گردن جا منتشر گوهر

ڪون وعدو وفا ڪيو آخر
اي بهانـ طراز و حيلـ گر

فرشِ در تي جڏهن سُتم، سمجهيم
عرش اعظم تي آ لڳل بستر

مست ايڏو نگاه مست ڪيو
ياد آيا نـ بادَه و ساغر

گو ڪ جَنت ۾ خوب تر آهن
حور تنهنجو ڪوئي نـ آ همسر

سينڌ، سيني ۾ گوش و گردن جا
ڪهڪشان، مهر و مہ، ڪتيون زيور

آ عديم المثال دهن صنم.....
ڪنهن ڏنو آه نڪتـﮣ محور؟

چو نہ دنيا کي تف کيان، معلوم
حال دارا، مآل اسکندر

صورت بيستون دل شيرين
کوهکن ورنہ چو ٺکي پٿر

آه درويش کان حذر نادان!
چَو ٿو سر کي رکين تہ خنجر

غيب جي ڇا خبر پلا ڪنهن کي....؟
همنيشن! ڄاڻي ٿو خدا بهتر

معنيٰءِ شعر معنيٰءِ الهام
ڪاش سمجهي کو نکتہءِ نادر

خامہءِ "فيض" کان دم تحرير
رنگِ بارانِ بارشَ گوهر





تيو جو جلوه گر ميخانہ بدوش
ڪري غارت ويو دين و دل و هوش

چيو هاتف نہ ڪر غم رندِ مئي نوش
جنابِ محتسب آهي خطاپوش

مگر آئينہء هستي ۾ موجود
اگرچہ غيب جي پردي ۾ روپوش

ڪيان ها فاش رازِ عبد و معبود
چوي ٿي شريعتِ جانان ڪ خاموش

ڪٿي جنت ڪٿي هي خانقاهي
نہ ٿي گم راه اي شيخِ غلط ڪوش

مؤذن ٿو ڪري الله اڪبر؟
خدا جي نام تي انگشت درگوش

نہ آ جنهن ۾ شعور خودشناسي
خدا کي ڇا سڃاڻي خود فراموش

برنگِ عرش نازِ سر بلندي
ڪيمَ جو غازهء رخِ خاڪِ پاپوش

اگرچہ مضطرب خوف خدا کان
بتِ ڪافر نہ ٿيو هرگز فراموش

خدا تاريو هي ٻوڙيو ناخدا هو
اچي درياء رحمت ۾ ويو جوش

قيامت مهروش هر سرد مهري؟
ڪرين ٿو مدعي جو گرم آغوش!

رهي ٿو صيد آهوء مقدر
بدامِ دستِ مستانِ سبڪدوش

چراغِ بزمِ رندانِ قلندر
خوشا اين مَرتبہ "فيضؔ" بلانوش





آتشِ گل ۾ فروزان آهه فطرت جو چراغ
لالہ زارِ دهر ۾ هر گل آ وحدت جو چراغ

صورت روءِ صنم يزدان جي صورت جو چراغ
چهرءِ انوار آ نورِ حقيقت جو چراغ

لالہ گون مهر شفق آلوده موج رنگ کان
ميڪده ۽ سَاغر رنگ عشرت جو چراغ

مصحف روءِ صنم تي همنشين خال سياه
پاسبان روشن ڪيو گويا حفاظت جوَ چراغ

تحفءِ خوش رو ڪان روشن ظلمتِ ڪنج لحد
ڪشتءِ فرقت جي دل ۾ داغِ حسرت جو چراغ

مهر محشر دامن ابر ڪرم سان سرد ٿيو
گلَ ٿيو گويا قَيامت ۾ قيامت جو چراغ

ٿي ويو دودِ چراغ تازه ڪان سينو سياه
ڇو جلايو شيخ تو دل ۾ ڪدورت جو چراغ؟

غازه عرشِ برين آ خاڪ پاءِ مصطفيٰ
خانهءِ الله ۾ روشن نبوت جو چراغ

مدحتِ احمد ۾ آ، هر شعر مثلِ ڪهڪشان
يعني هر حرفِ غزل همدم آ مدحت جو چراغ

حيدر و صديق و فاروق و غني ڪان دهر ۾
غيرتِ خورشيدِ تابان هو خلافت جو چراغ

هر دو عالم لرزه بر اندام ضرب و حرب ڪان
حيدرِ صفدر ڪان تابنده شجاعت جو چراغ

ڪربلا ۾ تو رهي روشن برنگ آفتاب
روضهءِ ابن علي آهي امامت جو چراغ

ضوفشان هر قطرهءِ خون رگ جان حسين
سيد الشهدا ڪان فرخنده شهادت جو چراغ

تي ويا نذر خزان پيري ۾ گل هاءِ شباب
گل فشاني ڇا ڪيان گل آ طبيعت جو چراغ

ڪشتهءِ ناز و ادا و غمزهءِ لاله رخان
تو رهي روشن هميشه "فيض" تربت جو چراغ؟





سر لاغر نہ آهي ابروءِ شمشير جي قابل
نہ َ پاءِ خستہ آهي گيسوءِ زنجير جي قابل

ڏٺم هي خواب ۾ آ لاش منهنجو دوشِ قاتل تي
يقين آيو نہ آهي خواب هي تعبير جي قابل

دفن ملبوس خون آلوده سان ڪر ڪوئي قاتل ۾
نہ آهي ڪشتہءِ تيغِ ادا تشهير جي قابل

لکان ٿو ورق دل تي داستانِ خونچگان دل جو
نہ آهي ورقِ ڪاغذ شوخيءِ تحرير جي قابل

سر تسليم خم سان سرڪشي افسوس آ سرڪش
نہ َ تنهنجي بيرخي آهي گريبان گير جي قابل

غلط انداز سان آئين اي شرين پيش عاشق سان
نہ هو هي ڪوهڪن مزدور جوءِ شير جي قابل

بت ڪافر ڪيو ڪافر قسم ڪافر جي ايمان جو
نہ آهي عاشقِ ڪافر ادا تعزير جي قابل

نہ ويندي مون کان خوءِ عاشقي مونکي نہ سمجھايو
جنونِ عشق آ هرگز نہ ڪنهن تدبير جي قابل

وصل جي رات وئي گذري هي پيغام سحر کھڙو
نہ هو اي قاصدِ بد خبر حڪم تاخير جي قابل

هنيئہ بي فائده تير نگه نوخيز لاغر کي
نہ هو صياد هرگز تَير هنَ نخچير جي قابل

دل حسرت ڪده جو حال ڪر معلوم ڇهري کان
زبَان آهي نہ منهنجي اي صنم تقرير جي قابل

قيامت ۾ ملڻ جو تو ڪيو وعدو قيامت آ
غمِ دائم نہ آ ظالم دلِ دلگير جي قابل

هزارين چاڪ آهن "فيض" مان آخر سبان ڪنهن کي؟
نہ آ صد پارهءِ دل سوزنِ تدَبير جي قابل





دل وحشي نہ آهي دلربا جي پيار جي قابل
نہ چشمِ نارسا آهي رخ انوار جي قابل

ڪيان ڇو ڪعبہ و مندر ۾ آخر مان جبين سائي
جبينِ شوق آهي منهنجي پاءِ يار جي قابل

رهڻ ڏي داستان درد دل ڪي ٿئين متان رسوا
نہ آهي رازِ دل اي رازدان اظهار جي قابل

طبع پرخار ڪان گهريم لب گل رنگ جو بوسو،
ڇيو هن جوش ۾ يرجي آهين سنگسار جي قابل

حريص لذت درد محبت آ دل وحشي
جو آهي تيرَ و نشتر خنجر و تلوار جي قابل

مقيد بي قضا هن ڪي ڪيئہ ڇو دام گيسو ۾
نہ آهي مرغ دل اي گلشنِ رخ چار جي قابل

ڪيو تو بي سبب انڪار ڇو آخر محبت ڪان
ڀلا هي عرض منهنجو هو صنم انڪار جي قابل

تون پنهنجي برق باري ڏس ۽ منهنجي ابر باري ڏس
ستم آهي ستمگر ديدهءِ خون بار جي قابل

قرار ايندو ڪٿي شهر خموشان ۾ نہ دفنايو
هي لاشِ "فيض" آهيَ ڪوچئہ دلدار جي قابل



دل. وحشي آ وحشت ۾ سر سودا آ سودا ۾
هوَ مضطر موج دريا ۾ هو َسرگردان صحرا ۾

نہ آهي حلقہءِ زنجير پاءِ مستِ خستہ ۾
نہ پيچ و تاب و خم زلفِ نگارِ ناز فرما ۾

رباب دل کي ڇيڙين ٿو عبث مضراب مژگان سان
ڪٿيَ آ نغمہءِ جان آفرين سازِ شڪستہ ۾

هوش پيشہ تي آهي بارشِ نگہ ڪرم توبہ!
جلان ٿو آتشِ رشڪِ نوازش َهاءِ بيجا ۾

صنم خانو بڻيو ڪعبو ڪري مخلوق سڀ سجده
لڳل تصوير جانان جي هجي ديوارِ ڪعبہ ۾

خوشا جوش جنون عشق طوف ڪعبہ ۾ مجنون
چميو هو سنگِ اسودکي خيال خالِ ليليٰ ۾

نہ آيا ياد ميخانہ ويا جام و سبو وسري
رهان سرمست ٿو ڪيفِ غزال کان مست و شهلا ۾

ڏسو زاهد جي گمراهي حريم عرش تي ڳولي؟
ڏٺم هر چيز ۾ هن کي جو آهي موجود هرجا ۾

مه و خورشيد سرگردان خيال خال عارض ۾
نہ نورِ چشمِ نرگس ۾ نہ داغِ روءِ لالہ ۾

لبا لب لب تي آهي ساغر لالہ لبان هردم
رهين ٿو محو زاهد سبز باغِ عهدِ فردا ۾

شه خوبان ٿيو جلوه نما جو بزمِ خوبان ۾
ويا تي محو سڀ خوبان جمالِ حسنِ يڪتا ۾

نگاران جهان ۾ جو نگار نازنين آيو
مه ڪامل ٿيو جلوه نما بزمِ ثريا ۾

بذوق ساغر لالہ لبان ٿو دل کي بهلايان
وگر نہ "فيضؔ" سرمستي ڪٿي آ خامِ صهبا ۾؟





هو مستِ ناز اسير ٿيو، جڏهن دامِ عجز و نياز ۾
مليو بيِ نياز نيازمند کي هر سَجود و نماز ۾

آ هلاڪ شيوه آذري، تنهنجي چشمِ فتنہ طراز کان
آ اسير جادوءِ سامري، خمِ دامِ زلفِ دراز ۾

نہ پتو بشر جو نہ نور جو، سچو هو قصور شعور جو
ٿيو جلوه گر هيو خود خدا ـ بخدا لباسِ مجاز ۾

جتي رند سجده سرا ٿيو، اتي حق آ جلوه نما ٿيو
هر نظر نظر ۾ آ جلوه گر، هر نياز ۾ هر نماز ۾

اهو آئينو آ ڇا آئينو؟ جنهن ۾ محو آئينہ گر ٿيو
مليو اهڙو ڪونہ جهان ۾، نہ دڪانِ آئينہ ساز ۾

شبِ وصل شعلہ رو، روبرو نہ ٿي هن سان طاقت گفتگو
جوَ برنگِ شمع جلي ويم، تب و تاب سوز و گداز ۾

نہ جمال جو هن ۾ حوصلو، نہ جلال جو تو ۾ تاب هو!
مليو طور تي نہ ڪليم کي، ڏنو تو نہ شيخ نماز ۾

ڪٿي بي نياز جي سرڪشي، ڪٿ نيازمند جي سرخمي؟
تڏهن خوب سرگوشيون ٿيون، جڏهن آيو راز و نياز ۾

تنهنجو رند مست الست آ، نہ شعور بود نہ هست آ
نہ بلند آهي نہ پَست آ، نہ نظر نشيب و فراز ۾

هي اسير زلف دراز آ، نہ قتيل ناوڪ ناز آ
ڪٿي لاشَ "فيضِ" شهيد ڪي، ڪريو دفن خاڪِ حجاز ۾





گهر ۾ رهيم نہ ڪعبہ و دير و ڪنشت ۾،
سرگشتيءِ عشق ڪان دوڙيو مون دشت ۾.

گذري وئي بصورتِ خورشيد زندگي،
سرگشتگانِ گردشِ گَردون جي گشت ۾.

جلوه نما آ ڪاڪل مشڪين جو اي صبا،
بوءِ بهارِ يار آ باغِ بهشت ۾.

رڪجي وئي آ گردشِ ايام رم ڏسي،
چشمِ زدن ۾ جلوه نما ڇڻ هشت ۾.

سجدو بت ڪافر کي ڪيو مون تہ ڇا گناه؟
يا رب! لکيو هو لوح و قلم سر نوشت ۾

هن کي غرور و ناز آ مونکي نياز و عجز،
هو شيوهءِ صنم ۾ هي منهنجي سرشت ۾.

صدقي وڃان مان شانِ ڪريمي تي اي ڪريم،
"فيض" گناهگار وَڃي ٿو بهشت ۾.





سر تسليم خم هردم پيو هو هن جي قدمن ۾،
رهيو دستِ محبّت عمر ڀر دلبر جي دامن ۾.

اسير آهيان جو زندانِ محبّت ۾ آ خوش بختي
خم دستِ نوازش هاءِ جانان آه گردن ۾

سيه خالي ۾ ٿيو جلوه نما گويا مهِ ڪامل،
صنم جو پنبهه دندان ڏنو هو دل جي روزن ۾.

ڪيان بيفائده ڇو ناله و آه و نوا آخر
اثر آهي ڪٿي حسرت ڪده دل جي دانهن ۾

تجاهل باعثِ درس فنا هئي سادگي هنجي،
وسائي خاڪ پيو انَ دم، نہ هُو ڪجهه خاڪ مدفن ۾.

ڪندو ڇا خنجر خونخوار خستہ تن جي خونخواري،
نہ آهي قاتلا هڪ قطرهءِ خون ٻيي رگِ تن ۾.

الاهي ڪشتہءِ تيغِ شب غم ڪير آ هر شب
بنات العنش تي آ لاَش ماتم آ ستارن ۾.

نظر هر چيز ۾ اي دل مونکي حسن صنم آيو،
کيو هن ديد تي قبضو رهي ٿو يارَ چشمن ۾.

سبب کهڙو جو اهلِ مال ٿا تنهنجو ڪرن شڪوه،
الاهي ڏرم آ تنهنجي ڪرم جو تنگ دستن ۾.

مزو آيو جو همدم محفلِ اغيار ۾ مون سان،
بيان آهي کيو هن داستانِ عشق چٽون ۾.

ڪري ڇو ناز نہ هو ڪشتۂ تيغِ ادا قاتل
پيچي تلوار جو رهجي وڃي بسمل جي گردن ۾.

مرڻ کان بعد پيي اي "فيض" هو ڏس شوقِ پابوسي،
ڪريو بعد از قتل هي سر وڃي قاتل جيَ قدمن ۾.





فرقت جا داغ مـنجي ويا وصلِ يار ۾،
گويا ٿيو تباه گلستان بهار ۾.

طوفانِ تشنگيءَ دل جو ڇا ڪيان علاج،
قطرهءِ اَشڪ آ نہ چشمِ اشڪ بار ۾.

هڪڙي ئي ضرب سان ڪيو هن تن کان سر جدا،
ڇا آب هيو خنجرِ قاتل جي ڌار ۾.

آخر فريفتہ دست پا ماري ٻڏي ويو
ڦاٿو وڃي جو عشق جي بحرِ زخار ۾.

هجر و وصال مثلِ قيامت رهيا گران،
آيو نہ ڪو قرار دلِ بيقرار ۾.

بستانِ رخ جو سير ڪرڻ ويو ٿيو شڪار،
ڦاٿو وڃي هي مرغِ دل زلفن جي ڄار ۾.

تارن کان پيي گهٽا شب فرقت ۾ مون ڏٺا،
اي مہ جبين نہ داغ دل آيا شمار ۾.

چو بندگي کيان مان کري ترک عاشقي،
خوئي خطا نہ آهہ اطاعت شعار ۾.

ورتا مون لب زخم کان بوسا جو لعل لب،
خنجر هنيون هر خواهشِ بوسا جي خار ۾.

ناوکِ يار خاک بسر ڇو نہ ٿي وڃي
رکيلَ هيو ڇا خاک دلِ پُر غبار ۾

بي حد خطا شعار آهيان شرم ٿو اچي،
ڪيئن وڃان مان درگہِ پروردگار ۾.

ڪيڏو وفا شعار هو نہ "فيض" ناتوان؟
هردم پيو هو سايہءِ ديوارِ يار ۾.





پريشان انتظار نامہ بر ۾،
هميشه ديد آ ديوار و در ۾.

ڦري لخت جگر تو چشم تر ۾،
جو گويا محو آ دريا گوهر ۾.

فضاءِ رونق جنت آ گهر ۾،
رهان تو محو روءِ جلوه گر ۾.

پري تي مستيءِ چشم غزالان،
رکيو ڇاهي سرِ شوريده سر ۾.

اسير حلقهءِ زنجير ڪاڪل،
تو پيچ و تاب ڪائي پيچ و ور ۾.

نهاريم عرصهءِ ڪون و مڪان ۾،
بجز تنهنجي نہ ڪو آيو نظر ۾.

نسيم چؤ! تغافل آفرين ڪي،
ڪوئي آواره تر آ رهگذر ۾.

نهاريو هن جو دزديده نگهہ سان،
ويو تي تير پيوستہ جگر ۾.

پريشان آهہ شايد زلف مشڪين،
جو بوءِ مشڪ آ بادِ سحر ۾.

وڌم جو سرمہءِ خاڪِ در يار،
اضافو تي ويو نورِ نظر ۾.

ڪمربستہ ويو تي لشڪر دل،
ٻڌو رختِ سفر عزمِ سفر ۾.

گهٽو مون "فيضِ" ديواني کي ڳوليو،
نہ صحرا ۾ آ سرگشتہ نہ گهر ۾.





مضطر ٿو گذاريان دل مضطر زدگي ۾،
گذري ٿي پئي زندگي بستر زدگي ۾.

اسباب سروبرگ نہ ڪوئي سرو سامان،
هي نَاتوان حيران آهي گهر زدگي ۾.

سر بار آهي دوش تي شوريده سري ڪان،
زانُون پيي آ زنجير زده سر زدگي ۾.

عرصي ڪان رهي همنشين گردش ۾ ستارو،
سرگشتہ و آواره تر اختر زدگي ۾.

درويشِ خدا مست رهي چونہ تهي دست،
احباب آ حيران هوسِ زر زدگي ۾.

سجده مون ڪيا سنگ در سنگ دلان تي،
سر مٿجي ويو ڪاوشَ پٿر زدگي ۾.

دراصل آ، هي دار و رسن منزل عرفان،
واعظ خدا ڪان دور آ منبر زدَگي ۾.

پورورده پرور ٿو چوي پاڻ کي پرور
گمراه آ هي خلق پيي پرور زدگي ۾

آزادي و جمهور جو احساس رهي ڇا؟
هي قوم آهي مبتلا ليڊر زدگي ۾

هي ڪعبهء اول و طرب گاه يهودي؟
الله جو گهر مومنو! ڪافر زدگي ۾

ڏي داد فلڪ دشتِ ادب کي ڪيم گلشن!
بيماري و خستہ تني بستر زدگي ۾

ڇا ياد ڪندا "فيض" کي مدهوش رهن ٿا؟
زندانِ قدح باز پيي ساغر زدگي ۾





خال سياه آ خط روءِ نگار ۾،
گويَا تو رهي مارِ سيه سبزه زار ۾.

جلوه نما آ يار دل داغدار ۾،
هو لالہ لب تو سير ڪرَي لالہ زار ۾.

دستِ جنون آ هر گهڙي دامانِ تار ۾،
بوءِ بهارِ يار نسيمِ بهار ۾.

آيا نہ بي سبب ڪڏهن دنيا ۾ زلزلہ،
تڙپي تو ڪوئي ڪشتہءِ هجران مزار ۾.

بيحد گناهگار آهيان شرم تو اچي
ڪيئن وڃان مان درگهِ پرودگار ۾.

غافل نہ ڄاڻ باده پرستانِ عشق کي،
درپرده هوشيار بظاهر خمار ۾.

بي پرده ٿي وڃي متان پرده دري نہ ڪر،
هو عيب پوش آهي دلِ عيبدار ۾.

نظارهءِ جمال ڪيو محو تي ويو،
آئينہ ساز آئينہءِ روءِ يار ۾.

ڇا داد تير غمزهءِ ناز پري رخان.
دل نہ آه سينہءِ سينہ فگار ۾.

همدم بفيضِ غفلتِ دربان خفتہ تر
صد بار بَارياب حريمِ نگار ۾

دشت جنون آ غيرت صدرنگ لالہ زار،
گلگَشت ڪوئي آبَلہ پا خارِ زار ۾.

مهر و ڪرم مهروشان مار آستين،
برقِ تپان آ دامنِ اَبرِ بهار ۾.

باغِ جنان ۾ گر نہ مليو نو بهار ناز،
رهندس ڪڏهن نہ اي خدا اُجڙي ديار ۾.

خوءِ گداگري بجلال شهنشهي؟
داغ خزان اچا آ جبيَنِ بهار ۾.

ڪوتاه "فيض" قصہءِ زلف دراز ڪر!
چو بيقرار ٿو ڪرين شبَ هاءِ تار ۾.





ڏٺو مون خسرو خوبان وچي اڄ بزم خوبان ۾،
چمڪ آ مهر و مه ۾ ڪٿ هئي جا رَوءِ تابان ۾.

الائي! حشر ٿيندو ڇا هت حورن حسينن جو،
صنم رشڪِ پري جو ناز سان ويو باغِ رضوان ۾.

پلا ڇو نہ ٿئي اي فتنہ خو عالم کي حيراني،
قيامت خيز فتنو آ تنهنجي ناز و خرامان ۾.

ڪيان ڇا عشق جي دعويٰ ڪيو ڪمزور بيتابي،
قسم تنهنجو اي منهنجي جان نہ آهي جان بي جان ۾.

مڪان ڪان لامڪان تي ويس جنون ۾ ويو مڪان وسري،
رهيم بي خانما ساري عمر دشت و بيابان ۾.

الڳ آهي سخن گوين ڪان انداز بيان منهنجو،
منهن جا اشعار آهن هر گهڙي دَستِ حريفان ۾.

چمن ۾ غنچهءِ گل کي دلِ گمگشتہ مون سمجهو،
مليو آ ديد کي دوکو ڏسو ڪيڏو گلستان ۾.

مرڻ ڪان بعد سيني تي رکي تصوير ڇڏ دلبر،
وگر نہ گور ۾ هوندس، حشر تا محشرستان ۾.

ڪيم بحر سکون ۾ غرق جڏهين اضطرابن کي،
خدا شاهد ڪئي مون "فيض" آهي ننڌ طوفان ۾.





قابو ڪيو مون دوست کي دامِ نياز ۾،
مليو پو بي نياز هو، هر هر نماز ۾.

آهي نجاتِ خلق جو فتنهءِ حشر کي،
ڪر قيد اي صنم پنهنجي زلفِ دراز ۾.

ڪيئن بچي هي دل پيلا چشمن جي گهور کان
آهن هزارين دام نگہ نيم باز ۾.

هر روز، روزِ حشر هو، طوفانِ رنج کان،
آيو قرار خاڪ هو، عمرِ دراز ۾.

بي عشق آهي بخدا بي لطف زندگي،
مونکان نہ پڇ جو لطف آ سوز و گداز ۾.

جهڪيم بتِ ڪافر اڳيان ايمان عزيز هو،
غارت گرِ ايمان هو لباسِ مجاز ۾.

نامِ خدا اي نوحہ گرو خستہ تن جو لاش،
دفنايو بعدِ مرگ زمينِ حجاز ۾.

مٽجي ويو هو حرف دوئي جو ٿيا سي هڪ،
آيو جو بي نياز، هو راز و نياز ۾.

غمزه هٽي جو هن ڪيو عاشق تمام خلق،
ٿي پيو فساد محفلِ فتنه طراز ۾.

آزاد ٿي اي "فيض" غمن کان دل حزين،
پهتم جڏهن جو بارگهِ دل نَواز ۾.





مزار ڪشتۂ غم جو نشان ناهين مزارن ۾،
ستمگر يادگار آهي اهو يي يادگارن ۾.

جمال ناز پرور آ نمايان ناز وارن ۾،
ٿيو جلوه نما گويا مه ڪامل ستارن ۾.

صنم جي سنگ در تي جو مٿايم سر ڪري سجده،
رهي ٿو شور طرزِ بندگيءَ جو ديندارن ۾،

رهي هر نقش ٿو آئينۂ صورت بهر صورت،
ٿيو پردي ۾ بي پرده مگر آ پرده دارن ۾.

حقارت جي نظر سان ره نشينن کي نہ ڏس هرگز،
جو شانِ بوترابي جلوه گر آ خاڪسارن ۾.

چمن زادو! بخاموشي وڃو نڪري گلستان کان،
رهي ٿو باغبان صياد بڻجي گلعذارن ۾.

هزارين داغ فرقت جا ويا هڪ وصل ۾ مٽجي،
ٿيو برباد گويا بوستان رنگين بهارن ۾.

جنون انگيز چشم مستِ ساقي مئي فروشي ۾،
ڏسو اي هوشيارو هوش آهي هوشيارن ۾.

گنه پيشِ ڪرم ڇا؟ نااميدي ڪفر آ زاهد!
اگرچه بي عمل آهيان مگر اميدوارن ۾.

قد و گيسو ۾ ڪائي پيچ تو ڏس فتنۂ محشر،
ڪيو جنهن خلق کي بيتاب نڪتو بيقرارن ۾.

وسايم خاڪ پا سر تي، ڪيم سجدا جتان گذريو،
گذاريم زندگي ساري صنم جي رهگذارن ۾.

ادب ڪر "فيض" جي صحبت غنيمت ڄاڻ اي همدم!
چراغِ سحر جي صورت رهي ٿو دلفگارن ۾.





سجدو ڪعبہ ۾ ڏنم رتبو وڃايم ڇا ڪيم؟
خاڪ ۾ شانِ جبينَ سائي ملايم ڇا ڪيم؟

خانۂ دل ۾ هيو جلوه نماس بيخانما.
خانۂ الله ڪعبي کي بڻايم ڇا ڪيم؟

گور تي ايندس. ڪيو هن واعدو آيو نہ هو.
سر انهي اميد تي ناحق وڃايم ڇا ڪيم.

پرزا پرزا هن ڪيو هڪ ضرب سان هاءِ نصيب.
سنگ دل سان شيشۂ دل کي لڳايم ڇا ڪيم؟

عالم غم فرقتِ شب ۾ ٿيو بستر شريڪ.
بسَ خيالِ يار ۾ پاسا ڀڃايم ڇا ڪيم؟

بيوفائي کان جفا پيشہ ڪيم ترڪِ وفا.
گردنِ اميد تي خنجر وهايم ڇا ڪيم؟

مصحف رخ کان ڪٿي پردو بتِ ڪافر ڇيو.
ڪافرِ بيدين کي قرآن پڙهايم ڇا ڪيم؟

ڇا ڏيان جو بزمِ دشمن ۾ ڪري دلبر طلب،
رشڪ جي آتش ڪده ۾ دل جلايم ڇا ڪيم؟

جنهن ٻڌي هن جي ثنا، هو ٿي پيو منهنجو رقيب،
رشڪِ جنت کي ڏسو موضوع بڻايم ڇا ڪيم؟

ٿي بهارَ دل دل آتشڪده سان بغلگير،
هن ڇيو ڏس خلد دَوزخ سان ملايم ڇا ڪيم؟

مرڪندي مونکان اچي خوشرو پڇيو ڏي حال دل،
هن تبسم ريز کي روئي روئاريم ڇا ڪَيم؟

لاش کي بوسا ڏيئي روئيندي پٽيندي هن ڇيو،
"فيض" دلبر کي رقيبن کان کهايم ڇا ڪيم؟





بجاءِ ڪعبہ طواف نگارخانہ ڪيم،
ادا نماز بہ اندازِ عاشقانہ ڪيم.

فغان صبح دم نالۂ شبانہ ڪيم،
خيالِ عارض و گيسو ۾ جاودانہ ڪيم.

بفخر سر تي بلند طرۂ شهانہ ڪيم،
قلندري ۾ ٻيي نازِ تونگرانہ ڪيم.

رکيم خزانۂ دل ۾ نہ لا الا ڪان سوا،
جهان ۾ تازه طريقِ قلندرانہ ڪيم.

اگرچہ غيب جي پردي ۾ دوست ناديده،
زبان تي نامِ صنم وردِ غائبانہ ڪيم.

خوشا رسائيءِ تير نگاه عشق و جنون،
بشر و حور و فرشتہ خدا نشانہ ڪيم.

صنم کي سجده ڪيم مظهر خدا سمجهي،
خدا پرستي بہ اندازِ ڪافرانہ ڪيم.

صنم کي سر ڏنم منصور و ڪوهڪن کان اڳي،
نہ دار و تيشہ جو ڪو حيلہ و بهانہ ڪيم.

اگرچہ موج و تلاطم نهنگ آدم خوار،
عبور عشق جو درياءِ بيڪرانہ ڪيم.

'ڪئي مون عاشقي موسيٰ پيمبري نہ ڪيم!
اگرچہ ڪار، جهان ۾ پيمبرانہ ڪيم.

بزور جهلِ مرّڪب هيا هزار خدا،
جهانَ ۾ بندگيءَ هستيءِ يگانہ ڪيم.

بدست و بازوءِ عرفان و آگهي يا رب!
شڪستہ تر سرِ اصنامِ ملحدانہ ڪيم.

نگاه مست صنم ڪان رهان تو مستِ الست،
ڪڏهن نہ آرزوءِ بادهءِ مغانہ ڪيم.

قدم قدم تي هو صيّاد دم قدم تي دام،
نگاه گلشنِ هستي تي طائرانہ ڪيم.

مليو نہ ڪوئي خريدار در گنجِ سخن،
اگرچہ شهرِ سخن جا پيي وا خزانہ ڪيم.

ڪلام "فيض" پيي هم صورت ڪلام ڪليم،
چيو آ روح الامين! قولِ عارفانہ ڪيم.





ترکِ بتخانہ حرم خانہ کيم،
خدمتِ ساقي و ميخانہ کيم.

دست ۾ تسبيحِ گيسوءِ مَشام،
لالہ لب جا لبَ تي پيمانہ کيم.

همنشين يار پري پيکر کري،
خانہءِ ويرانَ پري خانہ کيم.

هو جنون پرور بصحراءِ جنون،
رهبريءِ قيسِ ديوانہ کيم.

ملتوي رحمت کيو روزِ حساب،
مدحتِ اوصافِ جانانہ کيم.

بندگي تي ٿيو فرشتن کي پيي رشک،
عاشقي ۾ کارِ رندانہ کيم.

مستيءِ چشم غزال مست کان،
بيخودي ۾ چور پيمانہ کيم.

ذکر چشم آهوءِ مست الست،
نرگسِ مستان کي مستانہ کيم.

آتشِ گل مان بيانِ شعلہ رو،
شمع روين کي پِيِ پروانہ کيم.

پوشِ تن گويا غلاف کعبہ هو،
گيسوءِ جانان سرِ شانہ کيم.

هر رضاءِ يار تي راضي رهيم،
رنج و راحت غم ۾ شڪرانہ کيم.

رشڪ عيسيٰ آهہ اعجازِ سخن،
شيوهءِ ڪارِ مسيحانہ کيم.

رند باده مست تي ساقي کي ناز،
سهَل آباد ميخانہ کيم.

سجدهءِ بي لوث و عجزِ بي طلب،
هڪ نيازِ بي نيازانہ کيم.

دشمن جان سان سلوڪ دوستي،
شفقتَ و لطفِ شفيقانہ کيم.

"فيض" آ رند خراباتي مگر،
گفتگو هن سانَ شريفانہ کيم.





تنهنجي زلف جي زنداني ڪي پيرن ۾ زنجير ڏنم.
تنهنجي ابرو جي ڪشتي ڪي شھ رگ ۾ شمشير ڏنم.

سبزه خط ۾ روزِ ازل جي ڪاتب جي تحرير ڏنم،
مهرِ جبين جي مصحف فرخ تي قرآن جو تفسير ڏنم.

جولان گاھ مست نگھ ۾ ڪيئي مست اسير ڏنم،
تنهنجي مژگان جي ماريل ڪي سيني ۾ سؤ تير ڏنم.

سرمد پنهنجي جان گنوائي، سولي تي منصور چڙهيو،
ڪرب و بلا ۾ تنهنجي سر تي سر ڏيندي شبير ڏنم.

غمزه و ناز و ادا تي قربان جنت و حور و قصور ڪيم،
حسن و جمالِ ڪمال تي حيران مهر و ماه منير ڏنم.

تنهنجي درد و فراق جو ماريل شام ڪي روئي صبح ڪري
سانوڻ جي برسات جي صورت نيٽين وهندي نير ڏنم.

درويش جي دستِ دعا ۾ هر دو عالم لوح و قلم،
مظلومن جي آه ۾ همدم بجلي جو تاثير ڏنم.

حرص و هوس جي دشت و دمن ۾ ساري دنيا ڊوڙي ٿي،
رخشِ دل کي راه انهيءَ ۾ عرصي کان گهگير ڏٺم.

ڪير رهيو آ؟ ڪنهن جي دُنيا؟ نامِ خدا کي آهه بقا
نَفس نَفس کي راهِ فنا ۾ شام و سحر رهگير ڏٺم

مجنون وانگر دشتِ جنون ۾ خستہ و لاغر و زار ضعيف،
ڪپڙا لير ڪتير ها جنهن جا عشق جي ملڪ جو مير ڏٺم.

جيڪو ڪعبهءِ دل کي تنهنجي عشق سان ٿو معمور ڪري،
ان جي رنگ محل کي ٽيندي جنت ۾ تعمير ڏٺم.

روز مگس ٿي موجون ماڻي پروانو هر رات جلي،
اهلِ هوس دل شاد و خرّم اهلِ دل دلگير ڏٺم.

دير و حرم ۾ ڳوليم جنهن کي عرش و فرش تلاش ڪيم،
دل جي آئيني ۾ آخر دلبر جي تصوير ڏٺم.

هڪ غمديده، رنج رسيده، خاڪ نشين، آفاق زده،
تنهنجي در تي شاهِ دو عالم، ويٺي "فيض" فقير ڏٺم.





جڏهن نسيم سحر کي شريڪ ڪار ڪيم،
گره ڪشائيءِ گيسوءِ تابدار ڪيم.

ازل ۾ رازِ نهان کي جو آشڪار ڪيم،
حضورِ يار فرشتن کي شرمسار ڪيم.

بخونِ غمزه خوبانِ روزگار نديم!
دل و نگاه کي نذرِ نگاه يار ڪيم.

نہ دل ۾ دير و حرم جو رهيو ڪو نقش و نشان،
جڏهن ڪان شيوهءِ رندانہ اختيار ڪيم.

شڪيب و صبر و ستم ديده برقرار، مگر،
فغان سان محوِ تغافل کي هوشيار ڪيم.

ڪري حڪايتِ گيسو و چشم مست صنم،
چمن ۾ سنبل و نرگس کي شرمسار ڪيم.

بغنچہ غنچہ گمانِ لب گلاب رهيو،
بجستجوءِ صنم سيرِ لالہ زار ڪيم.

ڏنو جو دست ۾ ساقي هو تيغِ جام ڪٽي،
دمِ سحاب سرِ توبه تن ڪان ڏار ڪيم.

ويو ٽي بحر محبت هو بي ڪنار جڏهن،
لبن کي هن جَي لبن سان جو هم ڪنار ڪيم.

نہ سجده گاه محبّت ڪان سر ڪنيم هرگز،
جبين کي خاَڪ سرِ سنگِ درِ يار ڪيم.

وجهي ڪمند مونکي زلف غمزه ساز ڇيو،
جهان ۾ ناهين ڪو اهڙو نہَ جو شڪار ڪيم.

شراب و شاهد و مطرب مونکي نصيب ڪٽي،
قبا کي تار ڪري حرمتِ بهار ڪيم.

برنگ "فيض" ڪيو عاشقي هو آواره،
نہ روزگار ۾ يارو ڪو روزگار ڪيم.





هر دُرِ اشک زينتِ مژگان ڪري ڇڏيم،
بزمِ ڪدهءِ يار چراغان ڪري ڇڏيم.

بيچارگي کان چاڪ گريبان ڪري ڇڏيم،
دورِ خزان ۾ جشن بهاران ڪري ڇڏيم.

دل کي اسير ڪاڪل پيچان ڪري ڇڏيم،
زندان گزينَ يوسفِ ڪنعان ڪري ڇڏيم.

نقش و نشان تنهنجو مٿايان چمي چمي،
اي خال توکي حافظِ قرآن ڪري ڇڏيم.

هر خار خونِ آبله پا کان آ لاله رنگ،
ويرانهء جنونَ کي گلستان ڪري ڇڏيم.

زاهد بروءِ عاشقي معراجِ بزرگي،
سر وقفِ سجدهءِ دُرِ جانان ڪري ڇڏيم.

احسان ناخدا کان بچايو مونکي خدا،
ڪشتيَ کي خود حوالهءِ طوفان ڪري ڇڏيم.

سرخم ٿيو اشارهءِ ابرو سان ماه نو،
سر تيغِ نازِ يار تان قربان ڪري ڇڏيم.

شور فغان و زمزمہ سنجي سان همنشين!
اهلِ چمن کي گرمِ غزل خوان ڪري ڇڏيم.

منهنجي زبان تي ناز ٿي سنڌي زبان ڪري
دشتِ غزل کي رشڪِ خيابان ڪري ڇڏيم

بيمار عشق جو نہ مسيحا کان ٿيو علاج،
يادِ صنم کي درد جو درمان ڪري ڇڏيم.

اندازِ دوستي ۾ ڏسي رمزِ دشمني،
عرصي کان ترڪِ صحبتِ ياران ڪري ڇڏيم.

دور شراب و نغمہءِ چنگ و رباب مان،
همدم علاجِ گردشِ دوران ڪري ڇڏيم.

زاهد کي ويم جو ڪوءِ خرابات ۾ وٺي،
اي شيخ هن فرشتي کي انسان ڪري ڇڏيم.

شرح جمال عارضِ نور آفرين ڪري،
ڪافر کي پڻ اي "فيض" مسلمان ڪري ڇڏيم.





هلال ابروءِ جانان بصورت صمصام،
جهڪي سلام ڪري ٿو هلالِ ماهِ صيام.

لبن تي جام لبالب رهان ٿو مست مدام،
پيان ٿو حضرتِ زاهد بنامِ ماهِ صيام.

نہ پي نہ روڪ پٽڻ ڪان اي شيخِ تلخ ڪلام!
نہ خونِ خلق حلال آ، نہ آبِ تلخ حرام.

خوشا اين صحبتِ شيرين لبان و سر و قدان،
خيالِ ڪوثر و تسنيم و فڪرِ طوبيٰ خام.

برنگ و بوءِ گلستان، نسيم گلگشتي،
مدارِ گردشِ گردون خرامِ مست خرام.

مراد روزه آ اصلاحِ نفس اماره
هواءِ نفس قلندر تي آ عبَث ابهام

نصيب صحبتِ شيطان ٿيو پس روزه،
عليٰ الصباح ڪري شيخ ٿو حمام حمام.

پليد پاڪ نہ ٿيندو نہ پاڪ ٿيندو پليد،
ڪري هو جامہء رندي ۾ هو ٻڌي احرام.

طفيلِ حضرتِ احمد معاف ڪر يار رب،
عذابِ ڪنجِ لحد و حسابِ روزِ قيام.

ڪٿي يزيد جي ذلت، ڪٿي حسين جو شان؟
غلام ابنِ غلام و امام ابنِ امام

بندگانِ خدا بندگيءِ خاص الخاص،
بندگانِ زمان اذنِ طرز طاعتِ عام.

مقامِ "فيض" جو منڪر، بغل ۾ مهر ڏکي،
چويَ ٿو شهرهءِ آفاق ڪي ڏسو گمنام.

نگاه مهر صنم ڪان رهان ٿو محرمِ راز،
بدوش عشق پريشان گيسوءِ الهام.

چيو مغنيءِ افلاڪ ڪي هو روح الامين،
ٻڌاءِ "فيض" قلندر جو عارفانہ ڪلام.





لالہ لب جو لب تي آ زرين جام،
دست ۾ تسبيحِ گيسوءِ مشام.

پاءِ خم تي دمبدم سربسجود،
عابدن جو پير رندن جو امام.

رهنما گويا آ جبريلِ قدح،
ٿو رهي بندو خدا سان هم ڪلام.

دشتِ وحشت ۾ آ سرگردان نديم،
دل برنگِ آهوانِ خوش خرام.

ريش تي پيا دستِ قاتل قتل ۾،
اهڙي نازڪ ڪان وٺان ٿيا انتقام.

ساقي و مطرب و مهتاب و شراب،
رقص و مستي مان ۽ يار لالہ فام.

آ شراع شيخ ۾ تضيحڪ خيز،
خون انسان آ حلال و مئي حرام.

عرشِ خم کان جام آ چلکي ٿو پيو،
چشمِ تر ۾ غرق خمخانہ تمام.

تون پيي آهين رشڪِ حورانِ بهشت،
دل پيي گويا روضہء دار السلام.

گرم آغوش تهي آغوش آ،
آهوء شوخ و شلنگ آ زيرِ دام.

تاجِ شاهي ڪج ڪلاهي تي نثار،
اي گداءِ درگہِ خيرالانام.

سر تي آهي تاج اقليمِ سخن،
مرحبا سرتاجِ شعراءِ ڪرام.

ڪير ٿو سمجهي فرشتي جي زبان؟
"فيض" صاحب جو آ الهامي ڪلام.





ڏنم روزِ قيامت ۾ جو فتنہ سر و قامت ۾.
قيامت تي قيامت ٿي ويئي گويا َ قيامت ۾.

نگاه عشق ۾ ھي وسعتِ ڪون و مڪان ڇاھي؟
ڪيو مون عرصۂ آفاق کي ھڪ گام وحشت ۾.

ندامت ڪان وھائي اشڪ ٿو دامان آلوده...
رحيما! صاف ڪر ڌوئي وجھي درياءِ رحمت ۾.

ڪيو تو ترڪ آھي شيوهٔ عاشق ڪشي ھاءِ،
جھڪايان سر وڃي ڪنھنجي اڳيان شوقِ شھادت ۾.

خلاف عاشقي اي مرغ دل آھي نوا سنجي!
نہ ڪر شور نو نوا و نالہ گلزارِ محبت ۾.

معاف آھن ڪيون منھنجون خطائون تو عفاڪ الله،
ٿيون سرزد بجوشِ عشق جو اثناءِ الفت ۾.

پري ڪر چھرهٔ مھتاب ڪان شب رنگ زلفن کي!
نہ ڪر تبديل صبحِ وصل کي شب ھاءِ فرقت ۾.

ٻٽائي زندگي کي زهر تي تنهنجي شڪر رنجي،
مزو آيو صنم توکي پلا کهڙو ڪدورت ۾.

پڇي راهِ جنون جون منزلون مونکان پيو همدم،
مليو جوَ قيس کج رفتار هو صحراءِ وحشت ۾.

خمار عاشقي آهي شعور بندگي، زاهد...
حضورِ يار ۾ حاضر تيم نشہ جي حالت ۾.

جنازي سان هليو هو نازنين تي خاڪ آلوده
مچي ويو شور مرگِ "فيض" تي حورانِ جنت ۾.





رگ جان تي وئي پيوستہ آهي تار بستر سان.
ٿيو مضبوط گويا رشتۂِ بيمار بستر سان.

اداسي ڇانئجي وئي چهرهٔ گردون تي تارن تي،
شبِ زحمت ڪٽي جو بيڪسي گفتار بستر سان.

زمانو طعنہ زن، احباب حيران، اقربا نالان...
حريف ڪار آ، راحت طلب آ پيار بستر سان.

طفيل، اضطراب موج سيلاب، بلاءِ غم،
ڪشاڪش، رزم آرائي، سدا تڪرار بستر سان.

ڪري ڇا منزل راه قناطي ناتواني ۾،
ڪٽي وڃ رهزنِ رَاهِ اجل بيمار بستر سان.

تہ طوبيٰ ڏسي طاغوت ڪي طعنو هنيو ملڪن...
وري نازل ٿيو آ خلد ۾ سرڪار بستر سان.

رهيو آغوش ۾ دوشيزهٔ زحمت عروس غم،
رهي حور خوشي جي دشمني غمخوار بستَر سان.

ثبوتِ خون محشر ۾ بساط خون الوده.....
صفا قاتل ڪيو جو خنجرِ خون خوار بستر سان.

وري سر تي قيامت آ، نہ گذريو دم قيامت ڪي،
اچي تي بوءِ بالين ڪان لڳل آ وار بستر سان.

ڪتابِ زندگي شيرازهءِ درد و غم و ذلت....
ڪيمَ پيوستہ اجزاءِ پريشان تارِ بستر سان.

برنگ ماهيءَ بي آب تڙپي "فيض" تو هردم،
رهيَ تو بسملِ رنج و الم دوچار بستر سان.



آ نعرهءِ منصور سر دار "انالحق"
مان دام گهہِ مسند و مَنبر نہ گهران ٿو.

منظور موحد کي آ يکتائيءِ وحدت،
حافظ جو ٿيڻ هم نشين، همسر نہ گهران ٿو.

هر چند هجي شام و سحر سر تي قيامت،
در تنهنجو ڇڏڻ چشم فسونگر! نہ گهران ٿو.

هر وار تي همدم! ڏنم تلوار کي بوسا،
مان خوگرِ غمِ لطف ستمگر نہ گهران ٿو.

آتش کدهءِ عشق گهران ٿو هو سمندر
چنگاريءِ بہ نگاهِ قلندر نہ گهران ٿو.

هر چند جو سر چور شکستن کان رهي ٿو،
مان معرکہءِ عشق ۾ ياور نہ گهران ٿو.

هڪ گام کيم عرصہءِ آفاق جنون ۾،
مان جادهءِ عرفان ۾ رهبر نہ گهران ٿو.

ڏي داد جو هر شعر آ گنجينہءِ معنيٰ،
اي "فيض" زر و زيور و گوهر نہ گهران ٿو.





جز مهر جبين داور محشر نہ گهران ٿو،
حورانِ بَهشت و پري پيڪر نہ گهران ٿو.

جز زلف سيه تر لبِ خوشتر نہ گهران ٿو،
مان سايہءِ طوبيٰ، لبَ ڪوثر نہ گهران ٿو.

جز يار ڪنهن جو دل ۾ ڪرڻ گهر نہ گهران ٿو،
ڪعبي ۾ صنم خانہءِ آذر نہ گهران ٿو.

تون جلوه نما دل ۾ ڪيان ڪعبي کي سجده،
مٽي ۾ ملائڻ مان ڪڏهن سر نہ گهران ٿو.

هان! حوصلہ و صبر حسين ابن علي ڏي،
مان حوصلہءِ خضر وَ سڪندر نہ گهران ٿو.

برسات هلي توبہءِ تازه کي پيچان، ڏي،
هڪ جرعہءَ مئي، ساقيا! ساغر نہ گهران ٿو.

هو تيز ڪندو تيغ، ٻڌي درد بياني،
مان ديده جانان کي ڪرڻ تر نہ گهران ٿو.

خس خانہءِ خلوت ۾ رهڻ ڏي اي زمانہ!
جلوت ڪدهءِ قصرِ سڪندر نہ گهران ٿو.



پيوستہ آه سر در عالمِ پناه سان.
چا واسطو رهيو حرمِ و سجده گاه سان.

گل تي وئي جو شمعِ ضيا بار آرزو،
هفت آسمان سياه ٿيا دودِ آهَ سان.

اي مهر رخ و مه جبين هجران ۾ روز شب،
يادش بَخير تذڪرو آ، مهر و ماه سان.

ٽڪراءِ جام جام سان آ رسم ميڪشي،
ساقي ملاءِ مست نگهہ ڪي َنگاه سان.

پيوستہ ڪر پيي سوزنِ مزگان سان چاره گر،
دل ذره ذره ٿي وئي تيرِ نگاه سان.

راه جنون ۾ ٿي ڪٿي، مجنون سان گفتگو،
هو پنهنجي راه سان ويو، مان پنهنجي راه سان.

يا رب متاعِ درد جو جَنت معاوضو،
تڪرار چا ڪري هي گدا، بادشاه سان.

ناشفتہ در اشک ڏسي خنده زن ٿيو،
صدف دهان هو درِ فشان واه واه سان.

گردن ۾ هيو حلقهٔ بازو بدمِ وصل
سينہ بسينہ لب بلب ۽ ساه ساه سان.

رحمت جي رکيم لڄ، فرشتہ جلي ويا
آهي بلند رتبهٔ انسانِ گناه سان

مونکي گهرو تہ مان پيي گهران، ورنہ خوش رهو،
دل کي دل سان راه آهي چاه چاه سان.

افسوس ناهي "فيض" جي صحبت کان فيض ياب؟
بدخواهيءَ عظيم سر خير خواه سان؟





نالان آهي دل تنهنجي بيدادگري کان،
پرنم آ منهنجي چشم تنهنجي تنگ نظري کان.

هر مرتبه تو پيش رقيبن جي روئارين،
پيا لطف آيو توکي منهنجي چشم تري کان.

هر لحظ آهي يار قيامت تي قيامت،
تڙپان تو تنهنجي عشوه گري فتنه گري کان.

صحرا ۾ رهيم عمر ملي داد جنون جو،
آيو نه ڪڏهن ياد گهر آشفته سري کان.

ٿي باد تيم شعله زن، والله لحد کان،
وڌءِ جو گورِ غير تي گل بي خبري کان.

ڪم آيو پس از مرگ پيي هن شوخ جو تحفو،
آ لحد فروزان منهنجي داغ جگري کان.

حاصل آ تنهنجي ڪشته کي هي شرف شهادت،
اي دوست تنهنجي غمزهءِ ابرو جي ڇري کان.

حق معاف ڪيو منهنجي ڏسي سينہ فگاري
معلوم ٿيا اعمال منهنجي جام تري کان.

پُر ڪيف آهي غزل مرصّع جو هرهڪ حرف.
مسرور آSهي خلق منهنجي سخنوري کان.

منت ڪش دربان نہ رهان پيل رهي دربند.
حاصل جو ٿئي دوست جو ديدار دري کان.

دولت کي نکي ديد، نہ کو هوش، نکي دل.
آيو مزو ڇا خلق کي بي نور چري کان.

گذري ويا ڪي وره ويو "فيض" گذاري.
فارغ نہ آهي خلق اجا نوحہ گري کان.





عليٰ الصباح ڪرن ٿا طوافِ ميخانہ،
خراب باده پرستي ۾ خوب مستانہ.

ويا نہ خوفِ جنون ڪان قريب فرزانہ،
حضورِ يار ۾ آيا بيهوش ديوانہ.

جڏهن ڪان خانہء دل ڪان رهين ٿو بيگانہ،
خراب ٿي ويو خانو خداءِ بيخانہ.

نہ ڏي شراب نہ ڏي، درد، مي تہ ڏي ساقي!
هٽي ٿي تشنہ لبي جا هي عيد ٻيي طعنہ

خداءِ برتر و غفار جو قسم واعظ!
قسم ڪٽڻ جي آ قابل سلوڪِ رندانہ.

خوشا جبين جو سنگ در صنم ۾ مٽي،
خوشا وجود جو آ گردِ راهِ جانانہ.

هوس پرست کي تشبيه سوختہ جان سان نہ ڏي!
ڪٽي نصيب مگس کي سرشتِ پروانہ.

گناهه ترڪ گنه پيءِ ڪيان اي شيخ! اگر،
ڪريم ترڪ ڪري شيوهءِ ڪريمانہ.

حديثِ خاڪ نشينيءِ ميڪده تي نہ وڃ!
ببامِ عرشِ بساطِ نشاطِ رندانہ.

سرور سجده ڪٿي، خاڪِ عيدگاه ڪٿي،
نمازِ عيد ادا ڪر بڪنجِ ميخانہ.

ڪيم خلوص سان قربان نفسِ "امّاره"
نظر ۾ هن ڪان نہ آيا عزيز نذرانہ.

فلڪ ڪي ذوق خرابي ۽ مان خراباتي،
شراب: رنج و الم جا پيان ٿو پيمانہ.

حسين فريب جهان ڪي قلندري ۾ ڏنم،
تنِ فقير تي آهي لباسِ شاهانہ.

معاشِ "فيض" قلندر آ وردِ الاالله،
نہ فڪرِ نان شبينہ، نہ روزِ روزانہ.





دل نادان نہ ڪر مون کي حيران.
دردَ تنهنجي جو آ ڪٿي درمان؟

شب فروزان ۽ گهر چراغان هو.
ماهَرو رات جنهن ٿيو مهمان.

هڪ ادا يار تي ڪيم قربان.
هي دو عالمِ و عالمِ خوبان.

ياد آيا نہ ڪعبہ و مندر.
مون ڏٺو جڏهن خانہءِ جانان.

هو پري چهره مون ڏٺو جڏهين.
دل پريشان آ، حوصلو حيران.

ياد آيا جو حشر ۾ تڙپيم.
خنجرِ ابرو و نشترِ مزگان.

مهربان يار ٿيو جڏهن همدم
ٿي ويون پل ۾ مشڪلون آسان

باغ جنّت ۾ دم پيو نڪري.
ياد آيو جو خانہءِ جانان.

پاڻ چائن هو خالق و مخلوق،
چو ستائين ٿو خلق کي ملان.

آ مُيَسر نہ هي فرشتن کي،
صورتِ حور و رتبهءِ انسان.

دشمنن کي ڏي هي جهان يا رب،
ناهين درڪار ياس و غمِ حرمان.

آهن آرامگاهہ مستن جا،
ڪوچهءِ جانان، گوشئہ زندان.

بندگي بندگي نہ آ زاهد،
آ تصور ۾ هر گهڙي جانان.

گور ۾ زندگي ماڻي شايد،
زندگي آهہ موت جان يزدان.

ياد آيو جو "فيض" آزرده،
چشم کان اشڪ ٿيو روان طوفان.





ڪر باد صبح گاهي، واگره زلف پيچان،
تو پيچ و تاب کائي، بيتاَب زيرِ جولان.

هو سرو ناز پرور شايد جو آ خرامان،
هر جادهَ گل بدامان، هر راه آ گلستان.

هر حرف خامہ گويا، صد دفتر دبستان،
هر قطرهءِ سياهي، صد جوءِ آبِ حيوان.

سر سنگ سان هٽي تو وحشت ۾ مستِ خستہ،
زنجير جي صدا ۾ آ مزدهءِ بهاران.

ٿيا بحر دل ۾ پيدا، جو حباب آرزو جا
وري يادَ يار آيا هو شڪستہ عهد و پيمان.

تنهنجو هر غضب مسرت، تنهنجو هر عذاب راحت،
غم و درد و رنج و حرمان، دل ناتوان جو درمان.

دنيا آ چار روزه، ۾ چار چيز بهتر،
ساقي شراب و شاهد، رنگينيءِ گلستان،

زهي شانِ فقر فخري جو آ دست ۾ دو عالم،
آئينۂ سڪندر نہ نگينۂ سليمان.

سر شام صبحِ جلوه رخ شوخ جو ڪيو هو،
تيَو گم نقاب شب ۾ بيتاب مهرِ تابان.

رهيو روز و شب روئڻ آ رڳو ڪار عاشقي ۾،
بمثالِ ابرِ باران رهي چشم اشڪ افشان.

هنگامِ غم و شادي نڪو شور نوحہ و نغمہ،
رهي چو مڪانِ ويران تي نہ خَنده زن بيابان.

نہ ڪو ماهر ڪرشمہ، نہ ڪليد قفلِ ابجد....
ٿئي شرحِ شعر ڪنهن کان ڪلي بابِ گَنج ڪنهن سان.

لبِ خشڪ، آب ديده، خستہ و غم رسيده،
اڄ راه ۾ مليو هو مونکي "فيض" چاڪدامان.





آئي نسيم مشڪ فشان ڪوءِ يار ڪان،
تڙپي اٿيوَ هو ڪشتهءِ هجران مزار ڪان.

سرزد گناهِ توبه ٿيو ميگسار ڪان،
نادم رهانِ تو رحمتِ پروردگار ڪان.

سر ۾ سياه مستيءِ چشم غزال شب،
روشن جهانِ دل خورِ روءِ نگارَ ڪان.

چهره ڪان ڪنيون پردهءِ گيسو جو مهروش،
ٿيو آفتاب جلوه گر شبِ هاءِ تار ڪان.

زهر غم فراق ڪان بيدم نه ٿي رهان،
ترياق ڏي اي يار لبِ شهد بار ڪان.

رنگ حناءِ دست صنم ڪان اڳي ويو،
رنگِ شباب آهه شڪايت بهار ڪان.

ساڙي ڇڏيو هو سوزِ تپ آفتاب عشق،
نڪتم جڏهن جو سايهءِ ديوار يار ڪان.

گذري وئي آ زيست طواف و سجود ۾،
گذريو خرامِ ناز هو جنهن رهگزار کان.

ميناءِ دل بصورتِ، جامِ، جهان نما.
سرمست مست دولتِ، ديدارِ يار کان.

دستِ سوال غير ڏي هرگز نہ ڪر دراز،
محروم ٿي نہ، رحمتِ پروردگار کان.

عشاقِ سينہ چاڪ لهو ۾ لهولهان،
دستِ حنا نواز ڪنيون هن شڪار کان.

يا رب هي ڇا حساب برنگ امام سبح،
عالم ۾ تو رهان مگر ٻاهر شمار کان.

شيرين نہ جوءِ شير گهر عشق ڪشي نہ ڪر؟
وٺ امتحان نہ ڪوهڪن جان نثار کان.

ڪعبو صنم ڪده ڪي، صنم ڪي خدا چيم،
بيخوف "فيض" عشق رهيو گير و دار کان.





اي جان جان مان توکان سوا جان کي ڇا ڪيان؟
جانِ بهارِ فصل بهاران کي ڇا ڪيان؟

جز تنهنجي حور و ڪوثر و غلمان کي ڇا ڪيان؟
باغِ بهشت و روضهءِ رضوان کي ڇا ڪيان؟

سرمستيءِ مدام آ جامِ الست کان،
ساقي شراب و مجلسِ رندان کي ڇا ڪيان؟

ممڪن نہ آهہ وصلِ صنم خضر جز فنا،
آبِ بقا و چشمهءِ حيوان کي ڇا ڪيان؟

هر لحظ عرشِ دل تي بصد جلوه روبرو،
طوفِ حرم تلاوتِ قرآن کي ڇا ڪيان؟

ڪافر جمال ڪنجِ خرابات ۾ مليو،
حسنِ عمل کي ڇا ڪيان؟ ايمان کي ڇا ڪيان؟

قطر و فنا رسيد بہ بحر ربوبيت،
عرشِ برين و منزلِ عرفان کي ڇا ڪيان؟

بلقيس دهر خاڪ نشيني ۾ همنشن،
شهرَ و سبا و تختِ سليمان ڪي ڇا ڪيان؟

هر چند آهي بارشِ نگهہ ڪرم صنم،
اشڪِ روان و ديدهء گريانَ ڪي ڇا ڪيان؟

ڏيکار پيل تون عشرتِ دنيا جا سبز باغ،
دجالِ وقت فتنہء شيطان ڪي ڇا ڪيان؟

صياد دم قدم تي آهي دامِ در بغل،
اي باغبان مان اهڙي گلستانَ ڪي ڇا ڪيان؟

سرمايہء حيات آهي وردِ لالہ،
دولت ڪده و ثروت سامان ڪي ڇا ڪيان؟

وصل و فراق هر دو جهان ۾ آ مضطرب،
يا رب دلِ فريفتہ و نادان ڪي ڇا ڪيان؟

پيوستہ چاره گر دل صد پاره ڇا ٿئي؟
تارِ نگاه و سوزنِ مزگان ڪي ڇا ڪيان؟

دل ٿي نہ آهہ در خور عرضِ نيازِ عشق،
صلحِ عدو نوازشِ جانان کي ڇا ڪيان؟

تسبيحِ زلف شاهدِ فطرت آ دست ۾،
هي طرزِ عام طاعتِ يزدان کي ڇا ڪيان؟

سجدن جي ڏوم ڪوچۂ جانان ۾ ڏس اچي،
واعظ سجود مسجدِ ويران کي ڇا ڪيان؟

گل بار گور تي ۽ حياتي ۾ سنگ بار،
اي "فيض" هن نوازشِ ياران کي ڇا ڪيان؟





گم ٿي وئي آهي دل غم ديده نظر کان،
شايد جو ملي خبر تنهنجي راهه گذر کان.

اڳ توکان گرفتار ڪيو باد بهاري،
صياد خدا واسطي وٺ ڪار حَذر کان.

هو خشڪ نه هو قطرهء خون تير ويو تشنه،
معلوم ٿيو احوال مونکي زخمِ جگر کان.

سرگرم نوا شوخ اڳيان ٿيم، ويو تڙپي،
خورشيدِ قيامت دلِ تفته جي شرر کان.

صدقو وڃان اي عشق تنهنجي راه ۾ مجنون،
بوسا وتا ليلا جي نقش پاءِ شتر کان.

کلي جڏهن جو عشق صنم کان هي صدف دل،
جهولي ڀري مون اشڪ جي پاڪيزه گوهر کان.

واقف نه هيم روز جزا خوف و تڙپ کان،
آگاه ڪيو غصءَ جان سوز نشر کان.

نو آشيان آهيان مان چمن ۾ گلِ خوش رو،
بجلي نه هجي ابر ۾ تڙپان ٿو خطر کان.

تڙپي مون ڪيو چاڪ نقاب سر چاهت،
محفل ۾ وتو ڪار هَن دزديَده نظر ڪان.

هر جان بصد زخم ڏنم دل جگر صد چاڪ،
بچيو نہ ڪوئي يار تنهنجي تير و تبر ڪان.

رنم جو سر راه رہ عشق ۾ شب روز،
پڇيو نہ ڪنهن احوالَ بيهي خستہ جگر ڪان.

تڙپيو جو شب هجر ۾ بيدم تادم صبح
اي صبحِ رو پڇ ماه ڪان نازن ڪان سَحر ڪان

بيڪار چون تا پيا جو فن غزل ڪي،
بهتر مون ٻڌايو آهي هي عيبَ هنر ڪان.

گم راه آهي حضرت موسيٰ نہ تي همراه،
واقف نہ آهي خضر رہِ عشق نگر ڪان.

باعثِ فنا يار آ هستي جو نظارو،
شبنمَ ڪي جئن درسِ فنا آه مهر ڪان.

عالم ۾ هيو شور قيامت تا قيامت،
فتنہ جو قدِ سرو اٿيا تنهنجي ڪمر ڪان.

مدت ڪان آهيان جستجوءِ يار ۾ گم گشت،
بيخبر آهيان "فيض" هاڻي پنهنجي خبر ڪان.





تاجدار سخنوران آهيان.
شاعرِ آخرالزمان آهيان.

مقصدس حرف ڪن فڪان آهيان،
ذات پنهنجي ۾ هڪ جهان آهيان.

ڪلمهءِ لاالله آ لب تي،
هم طريقِ قلندران آهيان.

جسم فاني، ۽ نام لافاني،
گويا زنده مان هر زمان آهيان.

شيخ جو رند سان تناسب ڇا؟
هو زمين آ، مان آسمان آهيان.

بد چون تا پيا مونکي بدڪار،
دشمنِ علتِ بدان آهيان.

مستي و بيخودي ۾ آگاهي،
رهبرِ جمله عاقلان آهيان.

بت ۾ آئينهءِ خدا آهن،
عاشقِ صورتِ بتان آهيان.

مشرب رنديت سبحان الله،
عارفِ رازِ عارفان آهيان.

نفي اثبات و ظاهر و باطن،
ناهيان آهيان جي درميان آهيان.

جسم خستہ و روح برجستہ،
عهدِ پيري ۾ پيي جوان آهيان.

مون خدا کي چيو جهان دشمن،
هن چيو مانُ جو مهربان آهيان.

آ زبان منهنجي گويا سيف الله،
دشمنِ جانِ ڪافران آهيان.

سجدو مونکي وري ڪر اي جبريل!،
سجده گاهِ فرشتگان آهيان.

ويا ٻڏي ڪيئي دست و پا ماري،
علم جو بحرِ بيڪران آهيان.

چا ڏسي مونکي شپره بي نور؟،
صورتِ مهر ضوفشان آهيان.

خوب تر رنگ محفلِ خوبان،
همنشينِ پريءَ رخانَ آهيان.

حرص دنيا پيي آ عذاب النار،
سيمَ و زر ڪان ڪشان ڪشان آهيان.

منهنجا اشعار سربسر اسرار،
هاتفِ غيب جي زبان آهيان.

"فيض" ڪان عالم سخن روشن،
مشعلِ بزمِ شاعران آهيان.





خودي کي خوابِ غفلت کان جڏهن بيدار ڏسنداسون،
تڏهن روشن اي همدم ظلمتِ ڪردار ڏسنداسون.

هلو اهلِ جنون صحرا وسايون ڇو رهي شڪوه،
نه ڪوئي يار ڏسندا سون نه ڪو اغيار ڏسنداسون.

پري ناهين قيامت شيخ صاحب ڦر مريدن کي،
جو تنهنجو حشر ٿيندو حشر ۾ مڪار ڏسنداسون.

اگر هن دؤر ۾ ڪو مردِ حق همدم ٿيو پيدا،
فريبِ صوفي و ملا جو دامن تار ڏسنداسون.

مڪان کان لامڪان تائين ڪيئه رسوا ملوڪيت،
اگر ڪو ڏينهن ٿيو توکي ذليل و خوار ڏسنداسون.

جهنم ۾ پوي جنت اي واعظ بخش آ توکي،
اسان روز قيامت ۾ رخ دلدار ڏسنداسون.

رهان آتش به جان ٿو ياس و حسرت جي قيامت ۾،
غضب آ وعدهءِ محشر ڪيئه اقرار ڏسنداسون.

جنونِ حق آشنا گر كار فرما ٿيو يقين آهي،
خرد کي حاضر و موجود کان بيزار ڏسنداسون.

پتو شرم و حيا کي گر نہ پيو اي دل مزو ٿيندو،
نگاهن جو نگاهِ يار سان تڪرار ڏسنداسون.

حشر آهن صنم جا تير مزگان خنجر ابرو،
وڃي هن جنگجو جي جنگ جا هٿيار ڏسنداسون.

رهي شوق نظاره ۾ اگر ديوانگي باقي،
ڇڪي اسرار جو پردو سڀو اسرار ڏسنداسون.

جهان ساري ۾ چرچو آه هنجي خوش بياني جو،
جنابِ "فيض" کي همدم وڃي هڪوار ڏسنداسون.





ڪريان مان ڇو نہ سير وڃي ڪوهہ طور جو،
آهي ڏسڻ جو شوق مونکي هن جي نور جو.

زاهد شهد کان پاڪ تر سمئي آه بخدا،
الٽي مگس جي آه، هو جوهر انگور جو.

زاهد شرابِ عشق گر هڪ وار پي ڏسين،
وسري وڃئي خيال شرابِ طهور جو.

چمڙو نہ آفتاب کي اي همنشين ڏسي،
بي نور جو قصور آ يا هن جي نور جو.

جور و جفا و ظلم تشدد کان باز اچ،
اي بي خبر هي آه زمانو جمهور جو.

تنهنجي ڪري صنم مونکي جنت جي آ طلب،
والله نہ ڪو خيال آ حور و قصور جو.

خورشيد و ماه سان آهي روشن، جهان غلط،
هي ڪرشمو آ پنهنجي صنم جي ظهور جو.

بامِ فلڪ تي هن جو جنازه نماز هو،
پشتِ زمين تي لاش رکيل هو غيور جو.

فتنو ڇڏي تي مرد مسلمان صلح پسند،
نڪتو ڪڏهن نہ نيڪ نتيجو فتور جو.

دانا هو ڪوهڪن، ڏسو نادان ٿي پيو،
افسوس آ اي همنشين هن جي شعور جو.

شيطان صلاحڪار هو آدم جو خلد ۾،
هو حوصلو ڪٿي پلا همدم حضور جو.

تڙپي اٿيم اي "فيض" قيامت ۾ گور ڪان،
قاصد جو سمجهيم سڏ هيو آواز صور جو.





هو باده فروش آيو ميخانہ بدوش آيو،
صهبا کي نہ جوش آيو ساقي کي نہ هوش آيو.

رخ رشڪِ ارم گويا لب غيرتِ ڪوثر آ،
فردوسِ نظر آيو، آ جنتِ گوش آيو.

اي چشم غزال آهي، چا ڪيف و سيه مستي،
جو آيوَ بہ نظاره المست وا نوش آيو.

آيو رخ انور آ، جو عالم امڪان ۾،
آئينہءِ حق آيو، از غيبَ سروش آيو.

منصور جڏهن آيو، هي دار و رسن آيو،
هي سرورِ سر بازان، سرو جان فروش آيو.

ٿيو نقشِ شهيد آخر، قاتل تي سوار آهي،
سر برِ سر سر آيو، غارتگرِ هوش آيو.

برخيزِ ازين محفل، اي شيخِ ريا فرسا،
هي دشمنِ دل آيو، غارتگرِ هوش آيو.

چا بزم ۾ تنهنجي آ دستور زبان بندي،
هو صفتِ گويا، آيو جو خموش آيو.

از روءِ خطا پوشي دامن کي ڏکيو رحمت،
گويا تنِ عريان تي ڪعبه جو هو پوش آيو.

صوفي کي ڇيو ڪنهن جو آ دير و حرم يڪسان،
تسبيح بدست آيو، زنار بدوش آيو.

آيات جي صورت ۾ تنزيلِ سخن گويا،
هن رندِ قلندر کي جو جوش و خروش آيو.

رحمت تي يقين محڪم ڪر "فيض" خراباتي!
پي بادهِ عرفان پي، پيغامِ سروش آيو.





جلوي ۾ جمال رخ جانان نظر آيو.
خورشيد شفق رنگ پشيمان نظر آيو.

پُرخم جو سر گيسوءِ پيچان نظر آيو،
شايد جو بهار آيو آ، جولان نظر آيو.

خوبان ۾ رخ خسرو خوبان نظر آيو،
شعلہ ۾ رخ شمعِ فروزان نظر آيو.

خال رخ زيبا کي ڏنم سبزهءِ خط ۾،
هيءَ عارضِ مصحف جو نگهبان نظر آيو.

پازيب جي جهنڪار ۾ ساز دم عيسيٰ،
هر مردو مونکي گور تي رقصانِ نظر آيو.

هو ڪافر رخ، آئينہءِ روءِ خدا آ،
ڪافر پيءَ ڏسي صاحبِ ايمان نظر آيو.

غنچہ دهني، سيم تني، گل بدني تي،
هر لال و گل چاڪ گريبان نظر آيو.

آ چاه زنخدان، جو تہ زلف سيہ تر،
ظلمتِ ڪده ۾ چشمہءِ حيوانُ نظر آيو.

چا صحبت شب؟ عارض نا شتہ صبحدم،
هر رنگ ۾ صد رنگ گلستان نظر آيو.



آمد جو ڪري مه جبين انجام نہ آيو.
آيو نہ شبِ هجر ۾ آرام نہ آيو.

مجروح ڪيو تيغِ تمناءِ شهادت،
قاتل جو ڪٽي دست ۾ صمصام نہ آيو.

مونکي نہ ڏسي هن چيو پردي ۾ رهياسي،
صد شڪر جو محفل ۾ هو بدنام نہ آيو.

نڪتو تہ سهي بتڪده مان خوف خدا کان،
ڪعبي ۾ پي پو هو بڏي احرام نہ آيو.

هر روز عدو تو ڪري بهتان تراشي،
هو ڏينهن نہ آيو جو ڪو الزام نہ آيو.

ڇا راز آهي، ڇا دل افلاڪ ۾ آهي؟
مدت کان ڪوئي صاحبِ الهام نہ آيو.

بيتاب آ هو خواهشِ آغوشِ عدو ۾،
آرام توکي ڇو دلِ ناڪام نہ آيو.

دم دير دم مرگ نہ دمساز ڪري ها،
قاصد ڪي ڏيڻ همنشين! پيغام نہ آيو.

هو حڪم فنا خامشيءِ يار پيءِ گويا،
پيغامِ اجل آيو جو پيغام نہ آيو.

هر داغِ دل آ داد طلب داورِ محشر!
گل پيءِ تہ وجهڻ گور تي گلفام نہ آيو.

اي "فيض" جنهن جي سر تي ويو سر آهي افسوس!
ميت سان پيءِ هو بي وفا هڪ گام نہ آيو.





تڪيندي رات وئي گذري، افق کان آفتاب آيو.
نہ آيو ماہ رو آخر نہ هنجو ڪو جواب آيو.

نہ آئي ننڊ نيڻن کي نہ دل کي ڪو قرار آيو.
فراقِ يار ۾ هردم فقط هڪ اضطراب آيو.

تصور مون ڪيو هنجو، اچي شل خواب ۾ مون وٽ،
ٿيم محوِ تصور مان، نہ هڪ پل مونکي خواب آيو.

وڃي نہ دم ڪان دم نڪري مسرت ۾ اڄ اي همدم،
اچي ٿو مرڪندو قاصد جو شايد ڪامياب آيو.

نہ طاقت گفتگو جي ٿي، رهي ويون حسرتون دل ۾،
ڇڏي ويو حوصلو منهنجو جڏهن هو بي نقاب آيو.

هجومِ غم شب تيره طلب عيش و طرب يا رب،
غم دل ڪَان اٿيا شعلہ جگر بڻجي ڪباب آيو.

صنم جي سياہ گيسن ڪان وٺي شب تيرگي آئي،
چمڪ هن شوخ چهري ڪان وٺي هي آفتاب آيو.

بشوقِ سير بستان ۾ جڏهن غنچۂِ دهن آيو،
تہ غنچن جي کلي منهن ويو، چمن ۾ آب و تاب آيو.

ڪري توبه، پڳر توبه، پو توبه ڪان ڪيم توبه،
ڪرم جو ٿي ويم طالب، ڪرم ۾ هو جناب آيو.

ڏسي ديوانگي منهنجي ڪيو حق معاف محشر ۾،
زبان تي نام احمد هو، نہ پيو مونکي حساب آيو.

نہ پئندو هان، مگر پيتم سهاني رات ۾ زاهد،
شبِ مهتاب ۾ جڏهين هو روءِ ماهتاب آيو.

نگاه پر خمار آيو جڏهن اي "فيض" محفل ۾،
نہ سَاقي هوش ۾ آيو نہ ڪو دورِ شراب آيو.





عجب انداز سان پنهنجي گلستان ۾ بهار آيو.
جو گلچين موسمِ گل ۾ چمن کان اشڪبار آيو.

خزان آ ويس ۾ هنجي، هي چوندو باغبان نڪتو،
بهار آيو، بهار آيو، مگر نا خوشگوار آيو.

يجي ويس شور دنيا کان، قبر ۾ شور محشر هو،
نہ هتِ مونکي قَرار آيو نہ هُت مونکيَ قرار آيو.

ارادو هو ڪندس هن جي گلا گر آيو محفل ۾،
ڇڏي ويو حوصلو ان دم جو چشمِ پُر خمار آيو.

وئي اچ ڇانئجي رونق گلن تي صحن گلشن ۾،
جڏهن هو لالہ رخ، غنچہ دهن، رشڪِ بهار آيو.

ڪري بي آبرو هر هر اٿارئين هن کي محفل مان،
رقيبِ رو سيه جڏهين بہ آيو شرمسار آيو.

ڏٺو جنهن شيشہء رخ کي تہ پنهنجو رخ نظر آيس،
جهان ۾ چمڪندو همدم رخ آئينہ وار آيو.

ٽيو حسنِ جهان شرمنده ۽ حيران خدا شاهد،
جڏهن هو َ خوش جمال ۽ خوبرو حسنِ نگار آيو.

ويو ٽي نور هن جي عڪس ڪان آئينۂ دريا،
جو هو درِ عدن مرجان عقيق ۽ گوهر وار آيو.

ستمگر ستم ڪان توبه ڪئي جڏهن ستم گه ۾،
جو هي ڪاهده تن شوريده سر سينہ فگار آيو.

اميدون ٽي ويون بي حوصلہ موسيٰ مثل اي "فيض"
جلائيين طورِ دل، دل ۾ جڏهن هو برقبار آيو.



❊

مهر رو بي نقاب ٿي ويندو،
شرمندو ماهتاب ٿي ويندو.

خانهٔ عشق کي نہ ڪر آباد،
تنهنجو خانو خراب ٿي ويندو.

روڪ دل پنهنجي گرم آھُن کي،
هي ڪليجو ڪباب ٿي ويندو.

شب جو ٿي جلوه گر رخ انور،
شرمندو آفتاب ٿي ويندو.

پا کي مان بزم ۾ ڏيان بوسہ،
خوف آ پُر عتاب ٿي ويندو.

ڪول نہ گنبندِ گنه يا رب!
سياه روزِ حساب ٿي ويندو.

ميڪشي غرضِ بيخودي آهي،
هي گناهه بي ثواب ٿي ويندو.

نہ مخاطب رقيب سان ٿي، ڇڏ،
بيحيا بي حجاب ٿي ويندو.

حسن سان ڇيڙ تو ڪري نادان،
عشق زيرِ عتاب ٿي ويندو.

ڇا ڏيان مان جواب ناصح کي،
خود بخود لاجواب ٿي ويندو.

غزل "غالب" ٻڌي اگر همدم،
مهربان هو جناب ٿي ويندو.

ميڪده ۾ نہ هن کي نين ساقي،
"فيض" محوِ شراب ٿي ويندو.





سر بزانو ناتواني کان رهيو رنجور هو.
هاءِ هن سمجهيو شرابِ شوق کان مخمور هو.

سوزنِ مزگانِ تير انداز کان آيو مزو،
زخمِ دل ورنہ ويو ٿي همنشين! ناسور هو.

لب تي هو حرفِ اناالحق برسر دار و رسن،
مون ڪيو تازو وري هي شيوهءِ منصور هو.

آه سان اغيار کي آتش بدامان هن ڪيو،
محفلِ جانان ۾ جو منهنجو ٿيو مذڪور هو.

دلبري، دلبستگي، پيوستگي توکان نہ ٿي!
شيشہءِ دل کي ڪيو تو سنگدل چو چور هو.

ڪنهن گهري دست حناگون کان شراب وانگين،
زهرِ قاتل پيي ملي ها گر، پيڻ منظور هو.

آفتِ درد، محبت کان هر سرگرم نوا...
هر رگِ جان جلترنگ و باجہ و تنبور هو.

هن جفا جو کي نہ هو ترکِ وفا جو کو گمان،
ايترو هي عاشقِ آشفتہ سر مجبور هو.

ڇا کيان ها ياد مان توکي، نہ وسريو هو ڪڏهن،
لحظہ لحظہ اي خدا دل ۾ خيالِ حور هو.

ڇا کيان ها روزگار عشق بتان هو روزگار،
گهر هيو ويران، مکانِ دلَ مگر معمور هو.

هن وفا نا آشنا کي ڇا خبر ڇاهي وفا؟
بيخبر حسن و شباب و زيب تي مغرور هو.

"فيض" آشفتہ نہ جنگ عشق ۾ پسپا ٿيو!
گو شڪستن کان ٿيو اي همنشين! سر چور هو.





كڏهن محض محو شباب هو.
كڏهن رند مستِ شراب هو.
جو خراب عالم خوب ۾ پيو،
هي "فيض" خانہ خراب هو.

نہ خيال زهد و نماز هو.
نہ ملالِ پست و فراز هو.
رڳو ياد زلف دراز ۾،
مونکي روز و شبِ پيچ و تاب هو.

هتي عيش و آرائش و طرب.
هتي حزن و ماتم مضطرب.
هتي هڪ جهانِ قرار هو.
هتي عالم اضطراب هو.

هو سوال نامۂ شوق ڇا.
لاجواب ڇا هو ڪو پيو وجه؟
ڏنو نامہ بر کي جو تند خو.
تو جوابِ خط کان جواب هو.

ڇا جنون عشق بيان کيان.
ڇا فسونِ حسن عيان کيان؟
هتي دمِ بدم اضطراب هو.
هتي لحظہ لحظہ حجاب هو.

آيو راس عالم بيخودي،
كيم غم غلط كَري ميڪشي،
جو حريف عالم درد و غم،
هي سرورَ و ڪيفِ شراب هو.

نہ قرار زيست شڪستہ ۾،
نہ سڪون طلَسم مرگ ۾،
تنهنجو هي جهان ڀَي حباب هو،
تنهنجو هو جهان ڀي سراب هو.

هتي دم بدم قهر و بي رخي،
هتي شوق وصل گهڙي گهڙي،
هتي لمحَ لمحہ حجاب هو،
هتي لحظ لحظ خطاب هو.

سچو هو قصور شعور جو،
جو نہ آيو عالم ڪان هو مزو،
هيو لطف عالم خواب ۾،
نہ عذاب هو نہَ ثواب هو.

هيو مرضِ مفلسي لا دوا،
چيو خلقَ بندهء بي خدا،
آيون پيش ٺوڪرون جابجا،
بهرحالِ خراب هو.

ٽيا خويش و اقربا سڀ خفا،
هٿا غير هردم ستم سرا،
هي فقير بيوس و بينوا،
ساري عَمر زيرِ عتاب هو.

چيو خلق هردم برو ڀلو،
رهيو عمر ڀر اهو سلسلو،
ڪيان ڇا حساب ستم ڀلا،
جو حساب ڪان بي حساب هو.

هتي دردِ آفت عاشقي،
هتي ناز وَ غمزه وَ سرڪشي،
هتي عجز و طاعت و بندگي،
هتي غضب و قهر و عتاب هو.

ٽيو پيشِ روزِ حساب هو،
جو حضورِ داوَرِ حشر ۾،
ٽيو دردمنّد وَ ستم زده،
سان حساب هو نه ڪتاب هو.

جهان ٽي ويو بيقرار هو،
رنو آسمان زار زار هو،
ڏسي حالتِ "فيض" ديده تر،
آيو چشمِ يزدان ۾ آب هو.





هر لحظ مستِ ناز کي هو پا بدست هو.
محوِ نياز ڇا نہ محبت پرست هو.

تي ويو خيال خانہء دلدار دل نشين،
آيو ڪڏهين نہ دل ۾ خيالِ بهشت هو.

عقبيٰ جو ڪو خيال هو نہ فکر ششجهت،
ڪيڏو نگاهِ مست تي هو مستَ مست هو.

ڇو نہ جلي ها برق خو رشڪ رقيب ڪان،
سينہ ۾ آخر دل هئي يا سنگ وخشت هو.

احسان خستگي جو هو احسان مند نہ ٽيم،
دستِ طلب ڪڏهن نہ ڪنيو سست دست هو.

هر هر دعا ۾ هنجي زبان تي هو نامِ حور،
زاهدِ نامراد پيي شهرت پرست هو.

لٽيو هو عشق حافظہء فکر دين و ڪفر،
ڪعبو هيو ڪو ياد نہ ديرَ و ڪنشت هو.

همدم بہ ادب هن ڪيو احوال دل بيان،
پيشِ صنم فريفتہ ڪيئن دست بست هو.

نازڪِ يار همنشين ڪائي ويو شڪست،
افسوس بيشتر جو جگر لخت لخت هو.

گذري ويہ مان حلقۂ هستي ڪان ٿي فنا،
آئينۂ فنا ۾ ڏٺم نقشِ هست هو.

ڪعبي ۾ پڙه نمازِ جنازه جو ويو مري،
پي ميڪده ۾ جامِ فنا حق پرست هو.

چڏيو ڪڏهن نہ هن در و ديوار بتڪده،
خانہ خراب "فيض" وڏو بت پرست هو.





روزِ محشر جو مهر تاب آيو،
هو قيامت جو اضطراب آيو.

غمزه و عشوه و ادائن کان...
هر دو عالم کي پيچ و تاب آيو.

توبه توبه ڪري پيگم توبه،
وقتِ توبه جو هو سحاب آيو.

ميڪده ۾ ويو نصيحت کاڻ...
شيخ پي خوب ٿي خراب آيو.

نور باري ڪئي رخ انور،
بزم گيتي ۾ بي نقاب آيو.

پي ڪندس مان جهان دل روشن،
منهنجي ساغر ۾ آفتاب آيو.

شب فرقت ۾ دم ڏنم تڙپي،
مهرَ آيو، نه مهر تاب آيو.

آمد نوبهار کان همدم...
دلَ جي دنيا ۾ انقلاب آيو.

تنگيءِ دل کان تنگ ٿي نڪتو،
ناوڪِ ناز جو شتاب آيو.

چا ڏيان مان جواب خط آخر،
جو جواب آيو لاَجواب آيو.

آ فريبِ نگاهه بس عالم...
هي سمَندر نظر سراب آيو.

رند بخشيو ويو قيامت ۾،
شيخ صاحب ته عذاب آيو.

خانءِ عشق تو ڪري آباد،
پنهنجو خانو ڪري خراب آيو.

طور تي وئين ڪليم! غش ڪائي...
عرش تي پيِ هو بي حجاب آيو.

شيوهءِ بندگي، خدا حافظ!
"فيض" صاحب پيِ پي شراب آيو.





سرخستگي کان دوش تي منهنجي وبال هو.
ڪيڏو نہ خستہ جان ڪيو ياس و ملال هو.

آ پرتو وجود جماد و نبات و اِنس،
آيو نَظر هو چيز ۾ هنجو جمال هو.

هت حرص خامشي ۾ گريبان هو تار تار،
هت شوقِ ڪشمڪشِ جواب و سوال هو.

بزم خيال يار ۾ رکيم بغرض داد،
گلدَستہءِ نگاه جو حسرت جو مَال هو.

ديوار بتڪده، در ڪعبہ هئا قريب،
شبَ روز ڪفر و دَين جو وصل وصال هو.

دست حنا نواز تي رنگ حنا ڏسي،
دل ۽ جگر جو رشڪ کان ٽيوَ رنگ لال هو.

هو جلوه گر بہ نازش حسن جهان فريب،
آيو غرورِ حسن جهان بجو زوال هو.

غش آيو ملي شدت خورشيد کان نجات،
محشر ۾ ياد آيو تنَهنجي رخ جو خيال هو.

لب خشڪ، چشم تر ۽ جسم اضطراب ۾،
آشفتہ "فيض" هر گهڙي شوريده حال هو.



※

سوال وصل ۾ قاصد تہ لاجواب نہ هو.
مگرَ جواب هي تسڪينِ اضطراب نہ هو.

شبِ وصال ۾ جلوه نما هو مهر جبين،
نہ َآسمان تي نمايان هي ماهتاب نہ هو.

چپن ۾ ديد ڪي دوڪو مليو هو بوسہ ڏنم،
هو غنچۂ گلِ لعل لب گلاب نہ هو.

بوقت قتل نظارو مان هنِ جو خوب ڪيو،
شڪرَ جو خنجرِ قاتل ۾ آب و تاب نہ هو.

اکين ۾ آب جگر ۾ هو ضعف دل ۾ خلش،
شبِ طرب ۾ جو آيو هو مهر تاب نہ هو.

جنون فروش نگاهن جو هو ڪرم ساقي
جنون منهنجو جو منت ڪش شراب نہ هو

هو بند شهر معاني ڪوئي سمجهيو نہ غزل،
قفلِ ابجد هوَ لڳل ڪنهن سان ڪليو باب نہ هو.

خدا رسيد ٿيو هو صنم پرستي ۾،
اگرچِ عشق بتان ۾ هو ڪامياب نہ هو.

خراب خوب رو هن ڪي نہ چؤ خدا جو قسم،
رقيب "فيض" هو منهنجو مگر خراب نہ هو.





شب تيره و تار آ دل داغدار ڪي ڇا ٿيو؟
ٿيوَ ماهِ تاب نہ رونما رخ شعلہ بار ڪي ڇا ٿيو.

رهي ساز باز رقيب سان ٿو اي يار، يار ڪي ڇا ٿيو؟
ڪري رنج و غم ۾ ٿو مبتلا منهنجي غمگسار ڪي ڇا ٿيو.

نہ ڪي سر خوشي آ نصيب ٿي، ڪيان ڇو نہ ماتم بي غمي،
غم يار گر آ گريز پا، غمِ روزگار ڪي ڇا ٿيو.

هو حريص آرائش و طرب، آ خيال غير ۾ مضطرب،
نہ سڪونَ و صبر و قرار آ، دلِ بيَقرار ڪي ڇا ٿيو.

لڳي باه آتش گل ڪان ٿي هڻي تير هردم ڪلي ڪلي،
هي بهار پيي آهي طعنہ زن، منهنجي نوبهار ڪي ڇا ٿيو.

اڃا سنگ در نہ مٽيو صنم، اڃا نقش پا پيي نہ ٿيو فنا،
ويو پيشتر آهي خاڪ ٿي سرِ دَيندار ڪي ڇا ٿيو.

پئي خال رخ تي جو شوخ آ نگاه حاسد بدنظر،
پيو پير آفت تي آ مگر، تنهنجي سياه مَار ڪيَ ڇا ٿيو.

هيا خوب لبريز خم جا خم، آيو ميڪده ڪان هو تشنہ لب؟
ڪٿي "فيض" ساقي آ بيرخي، پلا مئي گسار ڪي ڇا ٿيو؟



✲

آيو جو بي نقاب، صنم پرده پوش هو،
مونکي زبان نہ دل نہ جگر هو نہ هوش هو.

ڏٺم جو پنهنجي دامن بت سان برهنگي،
گويا غلافِ ڪعبہ منهنجَي تن جو پوش هو.

ڪاڏو مون غم هميشه ۽ پيتو مون خونِ دل،
يا رب جهانِ عشق ۾ هي خورد و نوش هو.

مقتل ۾ ضربِ تيغ کان تڙپي ڏنم جو دم،
بس لاش خستہَ تن جو هو قاتل جو دوش هو.

خونِ شباب قلزمِ دل ۾ هو، پي ويو،
چا تشنئہ لب عَشق بي درياءِ نوش هو.

ديد و شنيد تي هيو تکرار هاءِ دل،
ڇا لطف هو جو ڪشمڪشِ چشم و گوش هو.

دل خون، جگر ڪباب ڪيم جوشِ عشق ۾،
ظلمت ڪده ۾ ٿيو جو ذوقِ ناؤ نوش هو.

حاصل ٿئي ها ڪيئن، نظارو جمال جو،
ستر هزار پرده ۾ جو هو روپوش هو.

جليو نہ طور برق سان ويو آه سان جلي،
ڇا! سينہءِ موسيٰ ۾ محبت جو جوش هو.

بزمِ رقيب ۾ جو هو آيو ستم سان پيش،
عاشَق ستم پسند ڏس! ڪيڏو خموش هو.

رکيم قدم جو حلقہ وحشت ۾ ٿيم شڪار،
صيّاد تيز دست يي ڇا سخت ڪوش هو.

گوهر ڏسي ٿيو خنده دندان نما بہ ناز،
پيو خاڪ ۾ ستارهءَ گوهر فروش هو.

قاتل ڪٽي ويو هو رقيبن کي خوش ڪرڻ،
مقتل ۾ لاشِ "فيض" کي سر هو نہ دوش هو.





اڙيم جو هنجي دل ۾ اڏيل دام چاه هو،
نخچير ٿي ويم لڳو تيرِ نگاه هو.

خود رفته راه عشق ۾ دوڙيم گهڻو جنون،
منزل جو هر نشان نه ڪوئي سنگِ راه هو.

ايمان گواه آه جو آهيان خدا رسيده،
هردم هو راهِ حق ۾ همراهِ راه هو.

محشر مچي ويو هو رقيبن ۾ رشڪ کان،
محفل ۾ مونڏي هن ڪيو شوقِ نگاه هو.

آسائشِ دو گيتي خدايا نه ٿيو نصيب،
تنگ لحد کان جهان ۾ آرام گاه هو.

وسري ويو هو روزِ قيامت ويم ڏجي،
محشر کان ڪنجِ گور زياده سياه هو.

هن سادگي جو داد ملي جو ستم زده،
بيداد گر کان اي خدا جو داد خواه هو.

بگڙيو تہ رنگ گرچہ لڳا ها نظر گھٽا،
مصحفِ رخ جو خيال جي زيرِ پناه هو.

هن نازنين گردنِس بسمل ڪان تيغِ ناز،
ان دم ڪنيو جو نڪري ويو دم ڪان ساه هو.

سرمايہءِ حيات هو رنج و غم و الم،
عشقِ صنم ۾ تيو سر و سامان تباه هو.

اي "فيض" بعدِ جستجو ڪاهيده تي ويم،
يادِ صنم بساط هو غم تکيہ گاه هو.



ڇا خوشي همدم جو مونکان غم ويو.
غم ويو ان دم جو دم ڪان دم ويو.

رشڪ آ هن جي شهادت تي جو دوست،
لاش سان گڏجي ڪندو ماتم ويو.

هاءِ اڄ معصوم دل منهن جي ڦري،
چشمِ غمزه ساز سان ظالم ويو.

ابروءِ محراب هو خنجر مثل،
جو ويو هن جي اڳيان سرخم ويو.

تي ويون آهن اميدون سڀ شهيد،
دم عدم تائين ڪندو ماتم ويو

بزمِ جانان ۾ جو آيو شان سان،
تي رقيبِ روسيه نادم ويو.

تي دو عالم جو ويو درهم نظام،
گيسوءِ پرخم جو تي برهم ويو.

رونقِ خط تي پريشان زلف ڪي،
بس ڏسي حيران ٿي عالم ويو.

تنهنجي گهر ڪان ائين وچان ٿو خلد ڪان،
ٿي جيئن بي آبرو آدم ويو.

قاصدا خوش رو ڪي چؤ در ڪان تنهنجي،
"فيض" خستہ ديدهٔ پرنم ويو.





چهرو ڏنو وجي مون رخ لعل فام جو،
رنگِ طلوعِ صبح هو يا مهر شام جو.

بس هڪ نگاه مست سان مدهوش ٿي ويم،
پر ڪيف چشمِ يار ۾ هو ڪيف جام جو.

دستِ حنا نواز ۾ سو دل هزار هوش،
ڏٺم عجيب ڪرشمو نازڪ اندام جو.

شيرين بيان جي ٻڌي پُر شهد گفتگو،
ٽٽو غرور واعظِ شيرين ڪلام جو.

مومن جهڪي پيا لڪين غمزه هٽڻ تہ ڏس،
غمزه شعار ڪافرِ نازڪ اندام جو.

طوفان اضطراب ۾ عالم پيو ڏسي
موجِ خرام تيزرو محشر خرام جو

شب رنگ ڪاڪلن ۾ ڇپي ويو صبوح رخ،
گويا اچي ويو دام شب ۾ مهر شام جو.

هن کي ڏسي ويو حوصلو ايمان و ڪفر جو،
وسري ويو هو نام خدا جو ۽ رام جو.

آهي بہ اضطراب پيامي جو انتظار،
ايندو جواب ڇا اي دل منهنجي پيام جو.

شيرين ڪلام سخنور آهن گهڻان مگر،
مليو نہ ڪو مثال "فيض" خوش ڪلام جو.





بيعت خدا سان آهه بهانو آ پير جو،
دستِ خدا آ دست منهنجي دستگير جو.

وردِ زبان هو ڪلمۂ توحيد گور ۾،
سرخَرو ٿيو هو شرم کان منڪر نڪير جو.

اڄ ميڪده ۾ پير خرابات ڪي چيو،
جز جام ڇا علاج آ غم جي اسير جو.

خوبان خوب تر کان گهڻا خوب تر ڏٺم،
مليو نه ڪو نظير بتِ بي نظير جو.

دل ۾ هٽي تو ديد جون دلبر دناليون،
سيني تي وسي مينهن تو مزگان جي تير جو.

رخ کان نقاب زلف پري رخ پري ڪيو،
نڪتو هو رخ سحاب کان ماهِ منير جو.

دل ڪائنات آهه دل ڪائنات ۾،
معلوم ڪنهن کي راز سمَندر جي سير جو.

رحمت تي بدگمانِ جهنم رسيد ٿيو،
صلو مليو هو شيخَ کي زهدِ ڪثير جو.

ديد و شنيد علم جي دولت آ بي بها،
انعام آ سميع و بصير و خبير جو.

بهر خدا اي شيخ شرارت ڪان باز آ،
شاگرد ٿي ويو آهين شيطان شرير جو.

قدمن ۾ آهي طهءِ تاجِ شهنشهي،
ڇا شان آهه شاهِ جَهان جي فقير جو.

ٺوڪر سان آهي در خيبر شڪسته تر،
ڇا زور دست صاحبِ نانِ شعير جو.

اشعار "فيضِ" شاعر شيرين سخن پڙم،
شعرنَ ڪان آيو لطفَ شڪر شهد شير جو.

بزم ڪده ۾ "فيض" هو سرگرمِ فيض عام،
زاهد مريد ٿي ويو رندن جي پير جو.





حال نرگس جو ڀڏي مستي و رعنائي جو،
خم ٿيو سر بہ ادب آهوءِ صحرائي جو.

سر مٿيو سنگ در يار تي سودائي جو،
داد ڏي عشق َ مونکي ناصيہ فرسائي جو.

خود کان غافل نہ خودي کان، نہ خدا کان زاهد،
بيخودي ۾ ٿو پيان جام خود آرائي جو.

غيرتِ ساغر جم شيشه دل آ ساقي،
رند ٿيو سَير کري گنبدِ مينائي جو.

روءِ جانان بخدا آئينہءِ روءِ خدا،
خاڪِ پا سرمہءِ الماس آ بينائي جو.

جاگزين آهين دل حضرتِ يزدان ۾ صنم!
کير انداز کريَ تنهنجي پذيرائي جو.

نرگس مست جو بيمار شفاياب نہ ٿيو،
ويو َ کلي ڀرم مسيحا جي مسيحائي جو.

دشت ۾ پاءِ خجستہ هيو زنجير طلب،
ذوقِ زندان ۾ ٿيو باديہ پيمائي جو.

ٿي ويو زلف مان برهم آ نظامِ عالم،
همنشين طرفہ تماشا آ تماشائيَ جو.

خم ابرو کي ڏسي صورتِ محراب حرم،
ماهِ نو کي پيو ٿيو ذوق جبين سائيَ جو.

قيس صحراءِ جنون ۾ جو ڏنو دادِ جنون،
مون چيو شڪريہ! هن حوصلہ افزائي جو.

شڪر صد شڪر جو يارانِ وطن ياد ڪيو،
حق ادا ٿي ويو ديرينہ شناسائي جو.

دور صهبا هو مگر "فيضِ" بلا نوش نہ هو،
راتَ رندن ۾ رڳو ذڪر هو صهبائي جو.





بيداد ڏس جو بي سبب مونکان خفا رهيو.
صحبتِ غير ۾ رهي مونکان جدا رهيو.

وعدو ڪري ڦري ويو هردم بهانه ساز،
عمر تمام هاءِ هو ڪندو دغا رهيو.

بيزار ٿيم ڪڏهن نه صنم کان خدا گواه،
هر چند مونتي يار جو جور و جفا رهيو.

ليليٰ سڙي سياه ٿي آڙاه عشق ۾،
مجنون تمام عمر آتش زير پا رهيو.

بيزار ٿي ويا مون کان احباب و اقربا،
مشڪل ۾، تنگ وقت ۾، منهنجو خدا رهيو.

تير نگاه يار وڳوڙو وجهي ويو.
جگر هميشه جوش ۾ دل کان جدا رهيو.

هڪ پل ۾ بحر عشق ۾ ٻيڙو ٻڏي ويو.
ڪشتي جو اي خدا جو خود ناخدا رهيو.

زنّار پوش خلق پئي مونکي چيو جڏهن،
ديوانگي ۾ دوش تي تارِ قبا رهيو.

چتون سان ڪيئہ چور چهاڙي چڪن ٿا چاڪ،
هر وقت دل ۾ درد جو طوفان بپا رهيو.

هن تي پيلا پو چو نہ فرشتن کي رهي رشڪ،
انسان هو مگر صاحبِ ارض و سما رهيو.

واقف نہ آهي فيض جي رتبہ کان "فيض" خود،
افسوس آشنا رهي نا آشنا رهيو.





همنشين خوبان سان جو شوخ و شمائل تي ويو،
جلوه گر تارن ۾ گويا ماهِ ڪامل تي ويو.

منڪر مئي محفلِ ساقي ۾ شامل تي ويو،
آدميَ ناقص هيو انسانِ ڪامل تي ويو.

صبح زير شام آ رندن جو دور جام آ،
مهر رخ تَي گيسوءِ شب رنگ حائلَ تي ويو.

سربخم محرابس ڪعبہ صورتِ چرخ برين،
ماه نو شمشيرَ ابرو کان جو گهائل تي ويو.

ڪشتيءِ اهلِ توڪل جو خدا هو ناخدا،
موجِ بحرِ بيڪران جو سير ساحل تي ويو.

تنگيءِ دامان جو هو شڪوه زبان تي دمبدم،
جو غنيءِ دوجهان جي در تي سائل تي ويو.

خود پيچي ڪعبو صنم پنهنجو ڪيو خانو خراب،
سنگ دل کان جو شڪستہ شيشہءِ دل تي ويو.

رند کي ڪامل يقين رحمت تي زاهد بدگمان،
هو ويو جنت ۾ هو دوزخ ۾ داخل ٿي ويو.

ٿي ويم همدم حريم ناز ۾ جو بارياب،
زندگاني جو هي حاصل هو جو حاصل ٿي ويو.

لوحِ دل تي ٿيو نزول شعر بامِ عرش کان،
يعني جبريل قدح آيتَ جوَ حامل ٿي ويو.

"فيض" جو مدحت طرازِ رحمت باري رهيو،
روزِ محشر پيي ثناخاني کان مڪمل ٿي ويو.





فنا آئينۂ هستي، برنگ شبنمستان هو،
عتابِ يارِ گويا پرتوِ خورشيدِ تابان هو.

جهان جاگير رندانِ خراباتي تعاليٰ لله،
نظر اي همنشين! هيِ ششجهت آيو خمستان هو.

فراقِ تاجدار گل رخان هو باعثِ رونق،
جهانِ دل هجومِ داغ کان ظرفِ گلستان هو.

ٿيو دستِ ڪرم سر گرم جو مشڪل ڪشائي ۾،
ٿيو هرڪارِ مشڪل همنشين! لحظي ۾ آسان هو.

وجودِ بت پيي آئينہ هيو يزدان نمائي جو...
بتِس ڪافر جي صحبت ۾ ٿيو ڪافر مسلمان هو.

خطا ڪهڙي هئي تمهيدِ محشر زندگي يا رب!
جو هردم حادثي تي حادثو، طوفان تي طوفان هو.

برنگ خال ليلا هو ستارو سياه مجنون جو،
جو آتش هاءِ الفت ۾ جليو هو سوختہ سامان هو.

رهيو رندِ بلاڪش تشنہ لب هر چند جو ساقي،
ڏنو ساغر تي ساغر خم تي خم، پيمان تي پيمان هو.

ڪيو هن تيرگيءِ جادهءِ راه صنم روشن،
فروزان داغِ فرقت پِي بمثلَ ماه تابان هو.

وئي عمر روان گذري رڳو ماتم سرائي ۾...
نہ سورن َڪا ڏني ساهي، نہ ڪو راحت جو سامان هو.

ونگي پُر پيچ ڪاڪل سان وڌو قيدِ محبت ۾،
قفس ۾ پي ديوانو "فيض" گويا پابہ جولان هو.





نقاب زلف شب گون کان جو روءِ مه جبين نڪتو.
غلافِ سياه کان گويا هو قرآنِ مبين نڪتو.

مچي ويو شور محشر جو قيامت ٿي وئي برپا،
حريمِ ناز کان جنهن دم نگارِ نازنين نڪتو.

وڃايو مون، زمين کان رشڪ ڪائي هو جتان نڪتو،
تهِ نقشِ ڪفِ پاءِ صنم لوحِ جبين نڪتو.

پياريو زهر قاتل جو صنم دست حنا گون سان،
بہ بحرِ عَاشقِ جاندادهِ جام و انگبين نڪتو.

منافق معتقد کان، منڪر صادق گهڻو بهتر،
بڻايم رازدان جنهن کي، هُو مارِ آستين نڪتو.

هو سمجهو، صحبتِ ناجنس حورانِ بهشتي کي،
جو همدم حضرتِ آدم بفردوسِ برين نڪتو.

مري ويو قيس ديوانو، ٿيو ويران ويرانو،
مڪانِ دل ٿيو ويران هو جڏهين مڪين نڪتو.

ڏنو جو بسملِ تيغِ ادا کي تڙپندي قاتل،
اکين کان آب هو نڪتو، زبان کان آفرين نڪتو.

صنم جي سنگ در تي جو متّاير سر ڪري سجده،
جلي ويو مهرِ محشر ضوفشان داغِ جبين نڪتو.

عبادت رائگان ٿي وئي، گنهگاري ته رحمت،
جو عابد بدگمان و رند اربابِ يقينَ نڪتو.

دم بيدم کان دم نڪتو، دل محزون کان غم نڪتو،
ويو هو دم کان دم نڪري، جو دل کان دلنشين نڪتو.

نگاه ڪشتهءِ هجران ڪليل آهي، گمان هنڪي،
جنازو در کان هو نڪتو، نہ هو پرده نشين نڪتو.

ويا برباد ٿي دشمن، حسد کان ويا جلي حاسد،
خدا حافظ نگهبان رحمت للعالمين نڪتو.

بتن کان صاف ٿيو ڪعبو، مگر هو "فيض" بتخانو،
نہ نڪتو نازنين دل کان، اگرچہ نازنين نڪتو.





ناوڪ يار جو دل صد تار کان نڪتو،
هر لختِ جگر ديدهء خون بار کان نڪتو.

هر بوستان دشت و بيابان نظر آيو،
جو مرغ نگه گلشنِ رخسار کان نڪتو.

همدم رقيب روسيہ جو ناز سان آيو،
بي آبرو ٿي محفلِ دلدار کان نڪتو.

نڪري ويو هو دم عدم ان دم ٿيم بيدم،
عشقِ صنم جنهن دم دلِ بيمار کان نڪتو.

ٻاهر نيام کان ڪڍيو قاتل بغرضِ قتل،
دم منهنجو اڳي خنجرِ خونخوار کان نڪتو.

گويا جو گوهر صدف کان نڪتو هي سمجهو خلق،
هي شعر جڏهن قالبِ اشعار کان نڪتو.

پوشيده زليخا سان هئي يوسف کي محبت،
رسوا ٿي تڏهن حسن جي بازار کان نڪتو.

مونکان لکائي غزل چيو هن اي همنشين،
آهي شڪر جو ڪار هي بيڪار ڪان نڪتو.

مشتاق آهي هاءِ هو منهنجي رقيب تي،
هي راز بي همراز جي گفتار ڪان نڪتو.

ڪٽندو ويس مان شوق سان ڏيندو ويو هو شهہ،
ڏيئي سگهيس نہ قرض جو منهدار ڪان نڪتو.

ڳريو بدن جو شدتِ آڙاه عشق ڪان،
هر خونِ رگہِ جان سرِ هر وَار ڪان نڪتو.

عشقِ بتان ڪان هن ڪئي توبه براءِ زهد،
بهترَ ٿيو جو هو رهِ پُرخار ڪان نڪتو.

نازڪ دين و ڪفر آ بفيض عشق "فيض"،
چڱو جو قيدِ تسبيح و زنّاز ڪان نڪتو.





مشاط ـ چشم مست تي مستانہ تي ويو.
آئينہ تابِ رَخ کان پري خانہ تي ويو.

ڪاشانہ سيلِ اشڪ کان ويرانہ تي ويو،
نقشِ بهارِ سبزهءِ بيگانہ تي ويو.

لب آشناءِ باده و پيمانہ تي ويو،
زاهد مريد ساقيءِ ميخانہ تي ويو.

ڇا دل فريب رونقِ گل هاءِ نقش پا؟
رضوان پيي محوِ ڪوچهءِ جانانہ تي ويو.

يارب هجومِ جلوهءِ ڪافر جمال کان،
گويا حريمِ دل پيي صنم خانہ تي ويو.

يوسف جي طرح چاه زنخدان کان درڪنار،
هر پيچ و تابِ زلفَ قفس خانہ تي ويو.

بخشي تو رندِس ميڪده شانِ شهنشهي،
هرچند پنهنجو حال فقيرانہَ تي ويو.

رندِ خراب جو ڪيو سالڪ ۾ احترام،
مرغوب حق جو شيوهء زندانہ تي ويو.

دشتِ جنون ۾ صيد زبون تر هو جبرئيل،
يزدانَ شڪارِ همتِ مردانہ تي ويو.

صدف نگهہ ڪان جو شب هجران ۾ پيدا ڪري،
هر طَفلِ نور گوهرِ يڪدانہ تي ويو.

حورِ غزل بطرهء ليليٰ ٻڌي چڙيم،
مجنَون صفت جو "فيض" ۾ ديوانہ تي ويو.





حق پرستي ۾ جو مصلوب ٿيو، خوب ٿيو.
نام منصور سان منسوب ٿيو، خوب ٿيو.

رات ڀر محفلِ خوبان ۾ رهيو رند خراب،
همنشين خوبَ ٿيو، خوب ٿيو، خوَب ٿيو.

لذت درد ستم، راحت جنت کان فزون،
عشقَ آ َحسن جو، معتوب ٿيو خوب ٿيو.

ميڪده بند ٿيو، دختر رز شهر بدر،
خونِ دل رند جو مشروب ٿيو خوب ٿيو.

خوش نصيبي تي ڀلا ڇو نہ ڪيان ناز نصيب!
رات جو صحبتِ محبوب ٿيو خوب ٿيو.

نگهت پيرهن يوسف گم گشتہ ڪان هو،
ديده ور ديدهءِ يعقوب ٿيو خوب ٿيو.

نور ئي نور جو عالم هو سر عرشِ برين،
جلوهءِ طالب و مطلوب ٿيوَ خوبَ ٿيو.

ياد جو زود فراموش ڪيو زود اثر
فيض درويش جو مڪتوب ٿيو خوب ٿيو

قربت ڪشتہءِ ديوار سر ڪوءِ صنم،
"فيضَ" محبوب کي مرغوبَ ٿيو خوب ٿيو.



دل آ خزان بهار سان ڇا واسطو رهيو؟
هجر و وصالِ يار سان ڇا واسطو رهيو؟

گل تي ويا چراغ هاءِ شهر آرزو،
دل هاءِ داغدار سان ڇا واسطوَ رهيو؟

ديوانگي آ دريءِ تدبير و عقل و هوش،
زنجير و گير و دار سان ڇا واسطو رهيو؟

سرگوشيون رقيب سان راز و نياز ۾،
يارِس جفا شعار سان ڇا واسطو رهيو؟

ترکِ وفا بجاءِ وفا بي وفا ڪيو،
تسڪين و انتظار سان ڇا واسطو رهيو؟

دور شباب، دور محبت، نہ دور جام،
سرمَستي و خمارَ سان ڇا واسطوَ رهيو؟

دل ۾ نہ موج و ولولہ و ذوق و پيچ و تاب،
گيسوءِ تابدار سان ڇا واسطو رهيو؟

هر روز روزِ حشر آ، هر شب شب فراق،
صبر و سڪون قرار سان ڇا واسطو رهيو؟

چاڪِ دل و جگر آ حريف رفوگري،
يارانِ غمگسار سان ڇا واسطو رهيو؟

دير و حرم ۾ پير نہ پاتم بفيضِ عشق،
ڪافر و ديندار سان ڇا واسطو رهيو؟

خلوت گزين! تنهنجو جڏهن ڪان نہ ٿيو گذر،
ڪوچہ و رهگذار سان ڇا واسطو رهيو؟

پيمانہ و سُبو و صراحي و ميڪده...
رندن جو روزگار سان ڇا واسطو رهيو؟

مٺجي ويو خيال لب و روءِ گل رخان،
لالہ و لالہ زارَ سان ڇا واسطو رهيو؟

ٿيو نوحہ گر جو "فيض" جنازو ڪٿي ويا
غم هاءِ سوگوار سان ڇا واسطو رهيو؟





جلوه گر جو خوش جمال و خوش رخ و خوش نام ٿيو.
آفتابِ روزِ محشر لرزه بر اندام ٿيو.

صبحِ رخ تي جو پريشان گيسوءِ شب فام ٿيو،
صبح دم رندن چيو ساقي کي وقتِ شام ٿيو.

سر ڏيئي منصور صادق موردِ الزام ٿيو،
الله الله عشق جو ڪهڙو اهو انجام ٿيو.

سوسن و سرو و صنوبر صورت سايہ ٿريا،
گوشہءِ گلشن ۾ جو گلگشت گل اندام ٿيو.

اي صبا هن ناز پرورده کي ڪر فرياد رس!
عاشقِ مسڪين نذرِ آتشِ آلام ٿيو.

گور ڪان گذريو تہ هن روئي رقيبن کي چيو،
دست منهنجي ڪان هي ديوانو ته صمصام ٿيو.

غيرت ڪعبہ هجوم سجده ڪان هو نقشِ پا...
خرقہءِ عشاق رشڪِ جامہءِ احرام ٿيو.

ڪفر و ايمان پرورش هڪ هنڌ پاتي جو حرم،
خانہءِ الله ڪڏهين خانہءِ اصنام ٿيو.

مان هو ديوانو جو زنجيرن گهري مونکان پناه،
پرزا پرزا دامِ گيسو کان سوا هر دام ٿيو.

وسعتِ عالم هو يا رب تنگ کنج گور کان،
عرصهٔ آفاق ۾ وحشت ۾ هو هڪ گام ٿيو.

بادهٔ قدرت جا قطره سب کواکب ٿي ويا،
وازگون ساقي کان جامِ چرخ نيلي فام ٿيو.

غيرتِ لوح و قلم رشڪ لب روح الامين،
خامهٔ درويش کان جو همنشين ارقام ٿيو.

برسر بازار حسن يوسف زندان گزين،
جامهٔ شرمِ زليخان ۾ ڏسو نيلام ٿيو.

برسر منبر پڙهيندو هو خلاف مئي گهڻو،
همنشين! تڏهين جناب شيخ کي سرسام ٿيو.

ڪير ٿو توکان گهري جنت، جهنم ۾ پوي؟
ڪهڙي ڪافر کي خدا! دل ۾ خيال خام ٿيو؟

وا در ميخانہ ڪر ساقي سروش غيب کان،
رات هي مزده مليو وا بابِ فيضِ عام ٿيو.

گردشِ گردون ۾ سرگدان هيو پيتم
گردشِ ساغر حريف گردشِ ايام ٿيو

بادهء عرفان پي ڪر ترڪ زهد و بندگي
"فيض" درويشِ خدا کي رات هي الهام ٿيو





چمن ۾ پرتوِ حسن و جمال يار ڏسو.
گلِ شگفته آ آئينهءِ بهار ڏسو!

فرازِ طور تي ڪوئي آ بيقرار ڏسو!
بساطِ عرش تي ڪنهن جو آ انتظار ڏسو.

ٿيو هو ميڪده بردوش جلوه بار ڏسو.
رهيو ڪو محفل ساقي ۾ هوشيار ڏسو!

نه ذڪر و فڪر نه صوم و صلات و ورد و سجود.
ڪيو مون شيوهءِ رندانه اختيار ڏسو!

فروغِ عارضِ نور آفرين تعاليٰ الله.
بزيرِ چادرِ خورشيد شعله بار ڏسو!

حريف ڪفر خزان، گر بهار دين خليل.
ويو تي آتشِ نمرود گلعذار ڏسو.

طواف ڪعبه ۾ آيو خيال بتخانه...
ڪيو مون جامهءِ احرام تار تار ڏسو.

ملائي خاڪ ۾ بيدادگر هو پڇتايو...
وسائي خاڪ تو سر تي سرِ مزار ڏسو.

نمازِ عشق تو مرغوب بي نياز رهي،
گرفتِ دامِ نيازِ خَدا شڪار ڏسو!

جمال حور شمائل ڪي ڪا نظر نہ لڳي.
خدا َجي واسطي يارو نہ بار بار ڏسو!

نگاه چاهِ زنخدان ۾ غرق آ گويا.
هي خضرَ چشمۂ حيوان تي بيقرار ڏسو!

دل و دماغ و ضمير و نگاه حق آگاه.
متاعِ "فيض" سپرد نگاهِ َيار ڏسو!





آشفتہ سر زلف گره گير رهان تو.
پابستہ تِر حَلقہءِ زنجير رهان تو.

ابرو جو قسم زنده ڪري قتل وري ڪر،
جاندادہءِ خونريزيءِ شمشير رهان تو.

هر نقشِ ڪف پا تي ڦري سجده ڪيان تو،
هر رهگذرِ يار ۾ رهگير رهان تو.

پنجي ۾ آهي لوح و قلم زلف مقدر،
مشاطہءِ دوشيزهءِ تقدير رهانَ تو.

دل ڪي آ وري خواهش دزديده نگاهي،
تيرِ نگهہِ ناز جو نخچير رهان تو.

اي! سرو نہ ڪر جلوه گري فتنہ طرازي،
مان فتنہءِ محشر ڪان عنانگير رهان تو.

هو راز جو پوشيده آهي روزِ ازل ڪان،
هو خواب جو شرمندهءِ تعبير رهان تو.

ڪوتاه نگاهي ڪان سچاتو نہ زماني،
خورشيدِ جهان جي طرح تنوير رهان ٿو.

آئينہءِ نظاره آهي دستِ دعا پيي،
مان منتظرِ جوهرِ تاثير رهان ٿو.

هڪ لحظہ پيي غافل نہ رهيم محو تغافل،
هرچند ستم ديده و دلگير رهان ٿو.

آ ڪنهن کي پلا تابِ جمال رخ تابان؟
مان غرقہءِ نظارهءِ تصوير رهان ٿو.

سرخم نہ ٿئي غير اڳيان ڪٿجي وڃي پل،
مان معتقدِ شيوهءِ شبيرؑ رهان ٿو.

آ نازشِ ساقيءِ ازل رندِ قلندر،
ميخانہءِ عرفان جو توقير رهان ٿو.

شيرين سخن و شهد لب "فيض" تي نازان،
مان تلخ ڪلامي تي شَڪر شير رهان ٿو.





كمال ظلم سان بيدادگر كمال كيو.
پڇو نہ حال زماني جو منهنجو حال كيو.

جنونِ دشت نوردي، نہ هوشِ سير چمن،
زوالِ حال مونكي عشقِ لازوال كيو.

نہ ذوق باده پرستي، نہ حرص عيش و طرب،
غمِ حبيب هو منت كشِ كلال كيو.

كيم تصور جانان تہ ياد آيو عدو،
خيال خلد تہ دوزخ ملال كيو.

رهي تہ خواهشِ صد رنگيءِ بهشتِ برين،
جڏهن نظارهءِ نيرنگيءِ جمال كيو.

پناه آتشِ دوزخ گهري بروزِ جزا،
روان جو ديدهءِ تر اشكِ انفعال كيو.

اگرچہ حال پريشان كان آشنا هو جهان،
كڏهن تہ خستہ جگر جو هو كنهن خيال كيو.

رهيو نہ هوش جو بي پردہ پردہ پوش ٿيو،
ڪليمؔ! خاڪ تو نظارهءِ جمال ڪيو.

فريب وعدہ نئين سر نہ ڏي اي وعدہ شڪن!
هزارَ بار هو تو وعدهءِ وصال ڪيو.

چيم جو بزمِ سخن ۾ سو لاجواب چيم،
نہ ڪنهن جوابَ ڏنو هو، نہ ڪنهن سوال ڪيو.

بمثلِ غالب و حافظ بطرزِ شعر و سخن،
مقامَ دهر ۾ پيدا مون بي مثال ڪيو.

دماغ تنهنجو ٿيو آ خراب چرخ ڪهن!
حريف دوست کي سمجهي خراب حال ڪيو.

نہ تخت و تاج وٽي ٿو، نہ بخت و جاہ و جلال،
جهان کان "فيض" قلندر جو انتقال ڪيو.





صليب و سلاسل صلو عاشقي جو،
مزو مرگ ۾ دائمي زندگي جو.

قيامت ۾ عالم هو بيگانگي جو،
هيو اجنبي کي سهارو نبي جو.

خدا آشنا خود فراموش آهي،
سبب بيخودي آهه هن آگهي جو.

هي سرمست کي آهه مستي الستي،
ڪٿي هوش ميخاني جو، ميڪشي جو.

جڏهن محو ٿي ويو هي بندو خدا ۾،
خودي جو پتو آ نہ ڪو بيخودي جو.

ٿيو مهر گم، مهر رو جلوه گر ٿيو،
کلي ويو پرم هن جي تابندگي جو.

ٿيو غرق دريا تہ قطرو آ دريا،
خدا سان ٿيم هڪ نہ دم آ دوئي جو.

خيال آهي تنهنجو صنم لحظ لحظ،
نہ جنت نہ دوزخ نہ نيڪي بدي جو.

چمن ۾ نزاڪت ڏسي لالہ لب جي،
ٿيو داغ لالہ کي هو نازڪيءَ جو.

قيامت قيامت جي آ زلزلي ۾،
ڏسي ناز و انداز سروِ سهي جو.

محبت اگر ناهي دل ۾ خدا سان،
مزو زندگي جو نہ آ بندگي جو.

هي نادم وهائي ٿو اشڪِ ندامت،
خدا ننگ رک منهنجي شرمندگي جو.

نہ ڪر غم! برو گر چوي "فيض" عالم،
ولي کي آ معلوم رتبو ولي جو.





آ قيامت هڪ اداءِ ناز سرو ناز جو،
شورشِ عالم ڪرشمہ حسنِ فتنہ ساز جو.

رونقِ نقشِ قدم آ صورتِ باغِ ارم،
هر قدم ظرفِ گلستان آ قدمِ انداز جو.

هڪ نگهہ سان ٿي ڪري حيران هزارين حوصلہ،
همنشين! غمزو هٽڻ ڏس، چشم غمزه ساز جو.

هو درين پرده ڪري نغمہ سرائي ٿو، مگر،
ڪنهن ٻڌو آواز سازِ زيست بي آواز جو.

دم، دمِ بي دم ۾ آيو مطربا! وقتِ سماع،
دم سمايل ساز ۾ گويا هيو دمِ ساز جو.

وصل شيرين ڪوهڪن کي ڪونہ ٿيو آخر نصيب،
هن سرِ سرڪش جي سر تي سر ويو سر باز جو.

حرمتِ آدم ڪيو ملڪن کي بي حرمت ڪري،
ڇا ڪري انداز ڪو هن لطفِ بي انداز جو.

اي دل محزون نوا سنجي نہ ڪر، خاموش رھ،
لاڄ رک نادان! خدا لڳ عشق جي اعزاز جو.

راز افشاني ڪئي ھن ھاءِ بزمِ غير ۾،
ٿي ويو لبريز جو ھو ظرف ڪم همراز جو.

پرزا پرزا ٿي ويا ھڪ ضرب سان ھي دل، جگر،
تير ڪان معلوم ٿيو ھو زور تير انداز جو.

آسمان گردي ۾ ٿيو جو "فيض" سرگرمِ خرام،
ھو غبار آلوده پر جبريلِ خوش پرواز جو.





هي ستمر ديده جو پيشِ داور محشر ٿيو.
لرزه بر اندامر ان دمر هو سَتمر گستر ٿيو.

جوءِ خون چشمن کان هو جاري، جگر هو لخت لخت.
دل نشين جو قصءِ ديرينہ درد آور ٿيو.

ٿيو بهار عشق کان سرسبز هو حيران خرد.
اي جنونَ! صحرا نوردي ۾ جو ويران گهر ٿيو.

ڇا ڪيان ناعاقبت انديش تي مان ڀروسو؟
بارها وعده شڪن، همدمر! هو بي باور ٿيو.

قاصدي کان آ بلند، همدمر! مقامِ عاشقي!
ٿي پيو ڇا، حضرتِ موسيٰ جو پيغمبر ٿيو.

ميڪده ۾ رات ڀر پيندو رهيو مڪار شيخ.
صبح دمر ڏوئي ڏٻا هو برسرِ منبر ٿيو.

جادهءِ راهِ محبت کان هيو گمراه خود.
خضر ڏَس جو حضرتِ موسيٰ جو هو رهبر ٿيو.

هو نہ هر صورت ڪوئي صورت بهر صورت نديم!
شهرتِ صورت ڪده ناموسِ صورت گر ٿيو.

همنشين بامِ فلڪ آهي گذرگاهِ خيال،
منهنجو پروازِ تخيل ۾ نہ ڪو همسَر ٿيو.

برق خو وعدو ڪيو ويندي قيامت جو مگر،
غمِ دلِ مضطر نہ ڪر جيڪي ٿيو بهتر ٿيو.

ڏس بجاءِ ڪعبہ ٿو گرد صنم خانہ ڦري،
هو جنابِ "فيض" مومن عشق ۾ ڪافر ٿيو.



*

خدا ڄاڻي ظهورِ فرزندِ مريم ڪڏهن ٿيندو،
خبر ناهي دلِ مجروح جو مرهم ڪڏهن ٿيندو.

الاهي! تازگيءِ شان و عظمت جي طلب آهي...
وري مَلڪن کي امرِ سجدهءِ آدم ڪڏهن ٿيندو.

نمازي ڪافرن ڪئي خونِ نبوي سان وضوسازي،
يلا هي فيصلو اي داورِ عالم! ڪڏهن ٿيندو؟

سراسر قهر و استبداد آ جو هو سر و سر آه،
زوالِ هستيءِ ظالم يلا همدم ڪڏهن ٿيندو.

شبِ فرقتِ روان ٿيندي ڪڏهن ڏي طالعا تسڪين،
سحر ٿيندي ڪڏهن، وصلِ صنم پيهم ڪڏهن ٿيندو.

رهيو خميازهءِ غمگين تي هردم صنم خندان،
خبر ناهي اي همدم! خوش فهم هر غم ڪڏهن ٿيندو.

نہ ڇئو مجبور آهيان، ڇا ٻڌايان، ڇا خبر مونکي؟
درِ دلدار کان دربان عزمِ رَم ڪڏهن ٿيندو.

تغافل هاءِ جانان باعثِ صد سوز و غم آهي،
دلِ غمگين هو مولاءِ غم محرم ڪڏهن ٿيندو.

قيامت آ ڪيئہ اي فتنہ خو وعدو قيامت جو،
رهي بيتاب ٿو هردم هي دم، هو دم ڪڏهن ٿيندو.

بغرضِ حق نمائي شغل مي نوشي ڪيم ساقي!
ظروفِ دل الائي مثلِ جامِ جم ڪڏهن ٿيندو.

ازل کان آ حريف آدميت بي سبب يا رب!
ڀلا طاغوتِ سرڪشَ نادم و سرخم ڪڏهن ٿيندو.

فنا ديده کي نگهہِ مهر جي آهي طلب آخر،
گوهر اي پرتوي خورَ قطره شبنم ڪڏهن ٿيندو.

سلاسل کان ڪڏهن آزاد ٿيندو "فيض" آشفتہ،
صبا! هي گيسوءِ پر پيچ و خم درهم ڪڏهن ٿيندو.





چو دور ميڪشي ۾ تا تشنہ لب ڏڪاريو،
گر جامَ ناهين ساقي! مون کي دردِ مئي پياريو.

هت درد آشنائي هُت قهر بي نيازي،
مَون دمبدَم نهاريو هڪ دم نہ هن نهاريو.

هر لخت دل هو صحرا، هر قطره اشڪ دريا،
هر آرزوَ جنون هو جنهن دم ڪان تو وَساريو.

هر نقشِ پا تي سجده، هر رهگذر هو ڪعبو،
مون شوقِ عاشقي ۾ دير و حرم وسايو.

هُت روز سينڌ سرمو، هت خاڪ زيب تن آ،
هن پاڻ کي سينگاريو، مَون پاڻ کي سينگاريو.

جو نيم باز چشمن جي ڪيف ياد آئي،
مون ڇلڪندو پيالو هو بيخودي ۾ هاريو.

بتِ سيم بر! ڇڏي مون هرگز نہ تنهنجي پوڄا،
هرَ چند مون کي عالم ڪافر ڪري پڪاريو.

ڪجھ فرق هو تہ همدم ابليس ۽ وحي ۾،
هُن کي غرور ماريو، هِن کي نياز تاريو.

اٿين ويم جهان کان، گويا ڪوئي ويو هو،
دردِ دوست کان جو همدم دربان اچي ڏڪاريو.

سر سنگ سان لڳو هو هر هر قدم بوحشت،
مون بار بار توکي اي سنگِ دل! سنياريو.

ڪري ڪير ها اي يارو هي ڪار غزل سنجي!
هن قلزمِ طبع کي طوفانِ غم اُڀاريو.

هي لاش "فيض" بيڪس جو بي ڪفن دفن آ،
ناس ڪفن ڪنهن ڏنو هو، نا ڪنهن گلاب هاريو.





برق و بجلي جي طرح فيض جهان کان گذريو.
هو شرر آ جو رگِ سنگِ گران کان گذريو.

عشق طوفان و بلا امن و امان کان گذريو.
خوفِ دوزخ ۽ تمناءِ جنان کان گذريو.

قطرهءِ خون سان در و بام چمن رازِ بهشت.
لاشِ ڪشتہ جو درِ سرو روان کان گذريو.

تي وئي شهر خموشان ۾ قيامت برپا.
رشڪِ عيسيٰ جو رهِ گنج گران کان گذريو.

تي ويا محو جمال رخ زيبا يارب!
محفل و لالہ رخان، سيم بران کان گذريو.

واقف سرِّ نهان مست الستي واعظ!
مندرَ و مَسجد و ناقوس وَ اذان کان گذريو.

تي ويو گوهر ناياب صدف ۾ گويا.
قطره جو سينہءَ دريائي روان کان گذريو.

جلوه افروز سر عرش بذوق پرواز.
طائرِ هوش سرِ وَهم و گمان کان گذريو.

نازشِ زهدِ گران تر ڪان هي شيخِ بدبخت،
تشنہ لبِ ميڪدهءِ پيرِ مغان ڪان گذريو.

راه عرفان ۾ سبڪ سر ٿو رهي مست الست،
گوَشہءِ ميڪده و رطلِ گران ڪان گذريو.

جنبشِ ابرو و مزگان آ، نہ ناز و غمزه،
صيد افگن شغلِ تير و ڪمان ڪان گذريو.

زينت دار و رسن، زيب قفس رزق شمشير،
جو ٿيو تنهنجو اهو سوَد و زيان ڪاَن گذريو.

آهہ آغوش ۾ دوشيزه عرفان همدم!
"فيض" خوبان ڪان ويو عشقِ بتان ڪان گذريو.





ميڪده ۾ جاده قبلہ نما وسري ويو،
بت پرستي ۾ بَتِ ڪافر خدا وسري ويو.

وعدهٔ وصل وفا اي بي وفا وسري ويو؟
اي بهانہ جو و حيلہ گر صفا وسري ويو؟

صورت موسيٰ ٿيم بي حوصلہ پيشِ صنم،
ڇا ٻڌايان ياد ڇا آيو؟ ۽ ڇا وسري ويو.

گور ڪان گذريو تہ خاڪِ گور ڪان آئي صدا،
ڪشتہٴ تيغِ ادا اي دلربا وسري ويو؟

جنهن ڏنا مقتل ۾ بوسہ تيغ ڪي هر وار ٿي،
ڪشتہ شمشير ابرو قاتلا وسري ويو؟

ڇا قيامت؟ قامت سرو صحي قد همنشين،
آشنا وسري ويو نا آشنا وسري ويو.

حافظو آهي تہ و بالا بجز بيخودي،
بارها هو ياد آيو بارها وسري ويو.

ڀل ڪوئي مونکي ستائي ڇا گلا ڪنهن جي ڪيان؟
ذوقِ صبر و شڪر ۾ حرفِ گلا وسري ويو.

تو رهان سرگرم سعيءِ دل ۾ عرصي ڪان صنم،
تنهنجي ڪوچي ۾ هي سازِ بي صدا وسري ويو.

ذوقِ بخشش ۾ ڪرم ڪي ٿيو خطاڪارن تي ناز،
هاءِ ڪمبختي جو اندازِ خطا وسري ويو.

صبح دم نظارهءِ خال رخ زيبا ڪيم،
آفتابِ داغِ فرقت مهَ لقا وسري ويو.

مان ٿيم بيدار خوابيده رهيو بخت رسا،
ويو ڪلي بابِ اثر آهِ رسا وسريَ ويو.

تو رهان محروم نگهه التفات ناز ڪان،
اي مهِ خوبان گداءِ بينوا وسري ويو؟

ڪشتيءِ اميد ٿي غرق آب ساحل جي قريب،
ناخدا وسري ويو لطفِ خدا وسري ويو.

مستيءِ چشم غزال مست ڪان اي بيخودي،
چاڪ دامن ٿي ويو بندِ قبا وسري ويو؟

اي چمن زادو! بمرگ "فيض" ضبط و خامشي،
طوطيءِ شيرين سخن نغمہ سرا وسري ويو؟



*

خانۂ دل سوز و غم ڪان محشرستان ٿي ويو.
اشڪ جو قطرو بہ نڪتو هو سو طوفان ٿي ويو.

آه ۾ ڪيڏو اثر آهي، جو آه سرد سان،
آتشِ نمرود پِي گويا زمستانَ ٿي ويو.

ڇيڙ نہ نامِ خدا اي نگهتِ گل راه وٺ!
هي چريو توَکان اڳي چاڪِ گريبان ٿي ويو.

تيغِ ابرو سان ڪري بسمل تيو پورو جگر،
مون کي تڙپندو ڏسي ظالم پشيمان ٿي ويو.

منڪر مهر و وفا، ٿيو صاحب مهر و وفا،
انقلابِ عشق ڏس! ڪافر مسلمان ٿي ويو.

ٿي دل آتشڪده مان آه جو شعلہ فشان،
هو بتِ ڪافر صنم آتش بدامان ٿي ويو.

هاءِ هن زيبائشِ گهر جي ثنا مان ڇا ڪريان،
رشڪِ يوسف جڏهن آيو يوسفستان ٿي ويو.

گهڻ قيامت ڪان نہ آ فتنو تنهنجو اي فتنہ خو!
دردِ دل جو تو ڏنو محشر جو سامان ٿي ويو.

هاءِ خط ڪنهن سان منجان، جو نامبر ٿي پيو رقيب،
حسنِ ڪافر ڪي ڏسي قاصد پيي حيران ٿي ويو.

ٿي تلاشِ يار ۾ جنهن شب جو مشعل جي طلب،
داغِ دل اي "فيض" پنهنجو ماه تابان ٿي ويو.



*

نقش بنقش آئینہ، حسن و جمال خوب رو،
مهر بمهر، مه بمه خلدِ برین جو رَنگ و بو،

چهره بچهره، لب بلب، زلف بزلف مو بمو،
لالہ بلالہ، گل بگل، رنگ برنگ بو ببو،

چشم بچشم، قد بقد، فتنہ بفتنہ، سر بسر،
شور بشور، سر بسر حشر بحشر ها و هو،

دیدهءِ اشکباز کان شام و سحر روان دوان،
دجلہ بدجلہ، یم بیم دریا بدریا جو بجو،

دشت بدشت بیرخي بحر ببحر عاشقي،
کوه بکوه سرکشي، شهر بشهر آرزو،

پیچ بہ پیچ، خم بخم، سجده بسجده دم بدم،
طاعت عشق ہر صنم، خونِ جگر سان آ وضو،

لطف بلطف حظ بحظ، کیف بہ کیف، پئي بپئي،
شیر بشیر مئي بمئي شهد بشهد گفتگو،

برق ببرق تیز تر، شعلہ بشعلہ پُر شرر،
سوز بسوز جان بر، شعلہءِ حسنِ شعلہ رو،

دار بدار سربسر، دام بدام پا بپا...
چشم بچشم سرمہ سا، زلف بزلف مشڪ بو.

غيب بغيب لااله، هست بهست الاالله،
پرده بپرده جابجا، جلوه بجلوه سوبسو.

درد بدرد، غم بغم، زهر بزهر، سم بسم،
جام بجام جم بجم، قند بقند خوبخو.

ڪوچہ بڪوچہ، رهہ برهہ، خانہ بخانہ، در بدر،
هاءِ هي "فيض" خستہ تر، مجنون آ گويا هوبهو.



❊

غمزهءِ غمزه گر سبحان الله.
چشمِ آهو نظر سبحان الله.

طول آهي حديثِ زلف دراز،
زندگي مختصر سبحان الله.

مون کي ڪعبو اچي طواف ڪري،
دل ۾ هو جلوه گر سبحان الله.

ميڪده جي قريب عرشِ برين،
در سان هن جو آ در سبحان الله.

موجزن آهہ دجلهءِ رحمت،
گريهءِ چشم تر سبحان الله.

عشق جي زور آزمائي ڏسو!
زينتِ دار سر سبحان الله.

قامت يار جا قيامت آ؟
هر طَرف شور و شر سبحان الله.

هر دو عالم کي پيچ و تاب آيو،
زلف جا پيچ و ور سبحان الله.

اشڪ افشان آ حشر ۾ قاتل،
دادِ بيدادگر سبحان الله.

زلف برهم نظامِ هر دو جهان،
آهه زير و زبر سبحان الله.

مسڪرائڻ سان لعل لب هاريا،
دُرو لعل و گوهر سبحان الله.

جلوه رشڪ حور ڪان هڪدم،
باغِ جنت آ گهر سبحان الله.

"فيض" حق آشنا خودي آگاهه،
خود ڪان آ بيخبر سبحان الله.

"فيض" جهڙو وري نه ٿيو پيدا،
شاعرِ ديده ور سبحان الله.





خوبيءِ خوب رو سبحان الله.
باغ جو رنگ و بو سبحان الله.

چو نہ سجده كيان بتِ خوش رو،
آ خدا هوبهو سبحان الله.

گريه عاشق ستمر ديده...
موجءِ آب جو سبحان الله.

خار و خس پُر بهار آ گويا،
يار جي جستجو سبحان الله.

رونقِ نقشِ پا کان باغِ ارمر،
رهه برهه كو بكو سبحان الله.

دمر بدمر بارشِ نگاهه كرمر،
غير جي روبرو سبحان الله.

هاءِ كيف نگاهه دزديده،
دورِ جامر وَ سبو سبحان الله.

تو وهائي شهيدِ ناز و ادا،
گور تائين لهو سبحان الله.

خوب رنگ نمازِ عشق رهيو،
خونِ دل سَان وضُو سبحان الله.

عرشِ اعظم کي ذوقِ پا بوسي؟
عظمتِ آبرو سبَحان الله.

خوش اسيري ۾ طائران بهشت،
گيسوءِ مشڪ بُو سبحان الله.

آ معاشِ گداءِ گوشه نشين،
الله هو الله هو سبحان الله.

شهد و شير و شراب کان خوشتر،
"فيض" جي گفتگو سبحان الله.





یقین نور فشان لااله الاالله.
حریفِ وهم و گمان لااله الاالله.

نقاب راز نهان لااله الاالله،
حریمِ امن و امان لااله الاالله.

نشان قبلۀ عرفان و خضر گنبدِ عرش،
کلیدِ قفلِ جنان لااله الاالله.

بهار گلشن روح و ضمیر بندهٔ حق،
خزانِ بنځل خزان لااله الاالله.

بکفر و رطِ ظلمت بدین آب حیات،
متاعِ زیستِ گران لااله الاالله.

چراغِ حجره یوسف و چشم غار حرا،
خدا جو نور عیان لااله الاالله.

سرور زاهد شب خیز و کیف بندهٔ عشق.
برنگِ رطلِ گران لااله الاالله.

سرور نغمهٔ آدم صداءِ ابراهیم،
نبي جو ذکر و بیان لااله الاالله.

خداءِ شاهد ايمان، رسول صدق و رضا،
ثبوتِ سرِ نهان لااله الاالله.

خودي بدرس فنا و نيازِ عارف راز،
عنانِ پيلِ دمان لااله الاالله.

نمازِ مردِ قلندر نيازِ بندهءِ حُر،
مجاهدن جي اذان لااله الاالله.

رهي تو ڪلمهءِ توحيد "فيض" ورد زبان،
نفس نفس ۾ نهان لااله الاالله.





كنيون جو مهروش رخ کان نقاب آهستہ آهستہ.
اُفق کان جلوه گر ٿيو آفتاب آهستہ آهستہ.

هلي ٿو آهوء شوخ و شتاب آهستہ آهستہ،
لهي شايد ويو كيف شباب آهستہ آهستہ.

اچي آخر ويو دربان کي خواب آهستہ آهستہ،
کلي ويو خانہء جانان جو باب آهستہ آهستہ.

نهاري نازنين هر هر ٿو دز ديده نگاهن سان،
پياري ٿو پيو ساقي شراب آهستہ آهستہ.

ٿيون سرگوشيون آيو نياز و راز ۾ جنهن دم،
سوال آهستہ آهستہ جواب آهستہ آهستہ.

نہ تار ساز دل کي ڇيڙ تون مضراب مزگان سان،
شکستہ ٿي ويو مطرب رباب آهستہ آهستہ.

تبسم ريز ٿيو غنچہ دهن جو داغ لالہ تي،
چمن تي ويا غنچہ گلاب آهستہ آهستہ.

رخ روشن تي جو ڇوڙي ڇڏيو شب رنگ زلفن کي،
مہ کامل ٿيو زير سحاب آهستہ آهستہ.

سرابِ وعدهء وصل صنم کان بحر دل ۾ ٿيا،
وريِ پيدا اميدن جا حساب آهستہ آهستہ.

حساب شيخ رندان خراباتي جي صحبت ۾،
خراب آخر ٿيو خانہ خراب آهستہ آهستہ.

جواب خون بها قاتل ڏنو جنهن دم شتابي سان،
روان ٿيو چشم تر کان خونِ ناب آهستہ آهستہ.

ڪيم جو داور محشر جي محشر ۾ مدح خواني،
پڏي ويو بحرِ رحمت ۾ عتاب آهستہ آهستہ.

بسوء ميڪده ساغر بڪف "فيض" خراباتي،
اچي ٿو جهومندو رندِ خراب آهستہ آهستہ.





بصد جلوه ٿيو جلوه نما دل ۾ جو جانان،
خدا شاهد نظر آيو مون کي هي ڪعبہ بتخانہ.

تصور ۾ جو پيمانو ڏٺو هن دست ساقي ۾،
موذن بانگ ۾ پلجي چيو يا پيرِ ميخانہ.

زخم شڪوه ڪشِ شوريده کي آخر ٿين ها ڇو،
نمڪ آلوده گر هاءِ هجن ها سنگِ طفلانہ.

دوگيتي ۾ ٿيو اي همنشين هڪ شور محشر هو،
خرامِ ناز جي عالم ڏٺي جو چالِ مستانہ.

ڪيم سڀ چور ميخاني جا پيمانہ خم و ساغر،
پياريا جو مون کي ساقي پري چشمن جا پيمانہ.

ٿيو رشڪِ پري جو ناز سان جلوه فگن جنهن دم،
بڻي ويو همنشين ان دم ڪفش خانو پري خانہ.

رهيو آتش ڪده عشق ۾ جو سوختہ جان زنده،
چراغ رشڪ ۾ ٿي ويا جلي سڀ خاڪ پروانہ.

ڏيئي صد پيچ تسبيح مون وتو زنار،
ٿيم منزل رسيده جو وتم هي راهِ رندانہ.

نہ ٿيو صيدِ جهان صياد صحراءِ محبت ۾،
خدا زيرِ ڪمند آيو ڏسو هي عزمِ مردانہ.

ڪٿي وڃ گور ڪان بادِ صبا خاڪ تن بيجان،
ڪري ٿي ياد مستانہَ ڪي هاءِ خاڪَ ويرانہ.

فقيري ۾ ڪيان ٿو پرورش شاهن گدائن جي،
اچي ڪوئي سکي مون ڪان روش هاءِ فقيرانہ

بٺيو ڪار جهان آ باعثِ محروميءِ راحت
اچي ٿو ياد هو راحت ڪنجِ قفس خانہ.

شڪستہ ساز دل ڪي ڇيڙ نہ مضراب مزگان سان،
سرِ محفل تماشو ٿي وڃي نہ "فيض" ديوانہ.





هي مطرب و ساقي و جام الله الله.
هي محبوب و ماهِ تمام الله الله.

مليو جامِ گل گون بدستِ حناگون،
رخ ساقيءِ لاله فام الله الله.

هي ساغر بکف حور و غلمان کوثر،
هي رندن جو آ اهتمام الله الله.

ڏيئي نامه بر خط چيو ڪجهه زباني،
پيام الله الله سلام الله الله.

هي صف بسته مزگان هي گيسوءِ تابان،
هي تير الله الله هي دام الله الله.

درِ ميڪده ۾ هي سجدن تي سجدا،
هي رندن جو بيت الحرام الله الله.

رهي شيخِ خون نوش، مئي کان ٿو مانع،
حلال الله الله حرام الله الله.

هي روءِ منور هي زلف سيه تر،
سحر الله الله هي شامَ الله الله.

هو منزل بمنزل مقابل مقابل،
سجود الله الله قيام الله الله.

هي زيب زمين زينتِ عرشِ اعليٰ،
قيام الله الله مقام الله الله.

ادب گاهه هر دو جهان قصہ کوته،
خدا کيَ پيي آ احترام الله الله.

فزون تاجِس شاهي کان هي کج کلاهي،
گدايابِ خيرالانام الله الله.

ٿيو لب کشا بزم ۾ فيضِ عالم،
ٻڌم عارفانہ کلام الله الله.

کيان چو نہ اي "فيض" نازِ غلامي!
آ روح الامين پيي غلام الله الله.





محفلِ محبوب ۾ هي ميگساري هاڻ هاڻ.
همنشين! هي موسمِ بادِ بهاري هاڻ هاڻ.

تو ڦري هو دربدر، ڪوچ بڪوچ، ره بره،
عاشقِ آشفته سر جي بيقراري هاڻ هاڻ.

زحمتِ جان خوار گويا رحمتِ جان بخش ٿي،
دوست جو منهنجي ڪئي تيمارداري هاڻ هاڻ.

درگذر ڪر امتحان کي ٿي وڃين رسوا متان،
منهنجي جان توکان ڪندس هي جان پياري هاڻ هاڻ.

قلزم افشاني ڪري مزگان ڪئي دامان تر،
مزدهءِ جانان ڪئي جو زخم ڪاري هاڻ هاڻ.

مون ڪيو تازو وري هي شيوهءِ شرب اليهود،
خلق کان پوشيده منهنجي ميگساري هاڻ هاڻ.

بت پرستي تو ڪيان مان حق پرستي کي ڇڏي،
حسنِ ڪافر جو ٿيو مومن پڄاري هاڻ هاڻ.

منصب ديوانگي ڪوچہ نوردي ۾ مليو،
جادهٔ راهِ صنم جي رہ گذاري هاڻ هاڻ.

سنگدل جي سنگ در سان سر مٽيا سجده ڪري،
بندگانِ عشق جي طاعت گذاري هاڻ هاڻ.

لوح دل تي نقش آ تصوير ناديده صنم،
صانعِ تَقدير جي صورت نگاري هاڻ هاڻ.

داد خواه اي سنگدل! هر زخم جان آهي ڪئي،
تنهنجي ڪوچي ۾ جو طفلن سَنگ باري هاڻ هاڻ.

فتنهٔ محشر اٿيو گويا جو محفل کان اٿيو،
هر طرف شور و فغان و آه و زاري هاڻ هاڻ.

دل کان نڪتو هو مگر نڪتي نہ دل کان تاهنوز،
لذتِ خون ريزيءِ تيرِ شڪاري هاڻ هاڻ.

لالہ و گل ڪوڪب و خورشيد و مہ ڪي رشڪ هو،
"فيض" آشفتہ جي دل جي داغداري هاڻ هاڻ.





سجدن جي ڏام ڏوم هجي منهنجو سر هجي،
اي سنگِ دل نہ خاڪ تنهنجو سنگِ در هجي؟

فرقت ۾ روان چشم کان خونِ جگر هجي،
صدفِ نگھہ کان بارش لعل وَ گوهر هجي.

هردم غزال مست تغافل ۾ هوشيار،
هن جي نظر نظر ۾، نظر ۾ نظر هجي.

يارب! فرازِ عرش تي پيي زلزلو هجي،
آهِ رسا هجي ۽ دعا ۾ اثر هجي.

ڇا واسطو اي مست تغافل ستم شعار،
زنده هجي مري يا ڪوئي دربدر هجي.

رخ کان پري جو زلف ڪيو آفتابِ رخ،
روشن شبِ وصالِ برنگِ سحر هجي.

شيطان جي طرح شيخ فرشتو بڻي ويو،
انسان هجي ها ڪاش جو هو بي ضرر هجي.

گريۂ عاشق و ستم ديده و غم زده،
سيلابِ بيڪران هجي موجِ بحر هجي.

جنهن کي نہ رشڪ کان مون سپرد خدا ڪيو،
قهر و غضب جو غير سان هو همسفر هجي.

هر چيز آهي آئينۂ حسن روءِ يار،
هر هنڌ روبرو هجي پيشِ نظر هجي.

هن شوخ و سنگدل مون کي روئي ڏنو هو داد،
دل خون جگر ڪباب هجي چشم تر هجي.

ٿيو "فيض" جستجوءِ خدا ۾ خراب خوب،
ڪوءِ بتان ۾ دربدر آ دربدر هجي.

سر تي رکان ها ڪشور شعر و سخن جو تاج،
اي ڪاش ڪوئي "فيض" جيان نڪتہ ور هجي.





عجب جو مظهر نور خدا هجي خدا نہ هجي؟
خدا، خدا نہ هجي ها جو مصطفيٰ نہ هجي.

هجي نہ خوءِ عطا عادت خطا نہ هجي،
ڪيان خطا نہ خطا پوش گر خدا نہ هجي.

گمان آ سبزهءِ خط ۾ نهان آ خال سيه،
حذر اي مرغِ نگهہ باغ ۾ بلا نہ هجي.

ڪري نہ ساغر و مينا شراب ناب حرام،
ڏسو ڪو مجلسِ رندان ۾ پارسا نہ هجي.

آ ننگ مستي و ديوانگي و مدهوشي،
جو تار تار شبِ وصل ۾ قبا نہ هجي.

مريضِ نرگس بيمار لا علاج مسيح،
هو دردِ عشق نہ آهي جو لادوا نہ هجي.

چو آب تيغِ نگهہ کي غزالِ مست ڏنو؟
نہ قتلِ عام هجي چشمِ سرمہ سا نہ هجي.

نثار برگ گل آهي نزاڪتِ لب تي،
چمن ۾ گَل نہ آ گل رخ تي جو فدا نہ هجي.

سوال وصلِ تي انڪار ناز نازيبا،
خموشي نيم رضا آ جو خَوءِ ها نہ هجي.

هي شاهبازِ تخيل ڪٿي نشست ڪري،
فراز ڪنگرهءِ عرشِ ڪبريا نہ هجي.

هجي نہ ڪعبہ نہ عرشِ برين نہ باغ بهشت،
جو سروِ گلشن فطرت جو نقش پا نہ هجي.

جهان ڪان تابہ ابد آهہ شور قتلِ حسين،
هجي نہ شورِ قيامت جو ڪَربلا نہ هجي.

خدا بچايو هو ٻيڙو تہ ناخدا ٻوڙيو،
خدا آ ناخدا ڪشتي جو ناخدا نہ هجي.

چمن ۾ طوطيءِ شيرين زبان آ مهر بلب،
جو "فيض" بزمِ سخن ۾ غزل سرا نہ هجي.





تنهنجي ڪوچي ۾ جو مزار هجي!
ڇو قيامت جو انتظار هجي.

بخيہ ڪاري ڪري ڪو ڪنهن ڪنهن جي،
هر رگِ جان جو تار تار هجي،

فڪر جنت هجي معاذالله!
تونَ هجين، مئي هجي، بهار هجي،

لطف ايندو جنون سر محشر،
دامنِ يار تار تارَ هجي.

حوصلہ ڇو هجن نہ پر افشان،
زلفِ مشڪين جو مشڪبار هجي.

رند بخشيو ويو تعاليٰ الله؟
شيخ محشر ۾ گرفتار هجي.

خلق وحشي هجي، خدا خاموش،
آبرو ڪيئن برقرار هجي.

هاءِ بيتابيءِ دل مضطر،
وصل و فرقت ۾ بَيقرار هجي.

چو هو ڪار جهان ڪري آخر،
عاشقي جنهنَ جو روزگار هجي.

رونقِ چرخ آ ستارن سان،
دل ِ هو چاهي نہ داغدار هجي.

فڪر ڪعبہ ۾ ڇو رهي آ شيخ!
دل ۾ جو يار جلوه بار هجي.

رازِ الفت ڏنم پيامبر کي،
ڪو تہ منهنجو ٻي رازدار هجي.

رشڪ آ ”فيض“ جي شهادت تي،
چشمِ قاتل ٻي اشڪبار هجي.





صحرا نورد ٿيم، مڪان ويران ڏسي ڏسي.
گهر ياد آيو دشت و بيابان ڏسي ڏسي.

حيف آهه! توکي جذبهءِ ڪامل مري ويم،
عمر تمام چهرهءِ دربان ڏسي ڏسي.

گيسو ڪمندِ لعل لب و چشم سرمه سا،
تڙپي ويم مَان جنگ جو سامان ڏسي ڏسي.

بلبلِ خوش نوا ڪيئن ٽهڪي چمن ۾ ٿي،
موسم بهار ۾ رخ ريحان ڏسي ڏسي.

ڪريم در ڪريم تي غيرن جو در ڇڏي،
پَل ۾ هَزار مشڪلون آسان ڏسي ڏسي.

هن حسن بي نياز کي ڪيڏو غرور هو،
مائلِ به مهر ٿيو مونکي حيران ڏسي ڏسي.

موجِ خرام يار ڇا! طائوس رقص هو،
مستان ٿيس مان ناز و خرامان ڏسي ڏسي.

نامهربان هو ٿيو نگہِ ناز مهربان،
هر دم هو منهنجي چشم پرَيشان ڏسي ڏسي.

طاعت کان شان عشق ڪيو، حق گهڻو بلند،
محشر ۾ مون ڪَي چاڪ گريبان ڏسي ڏسي.

هڪ دم نہ دم قتل ستمگر کي آيو رحم،
خود نوحہ خوان ٿَيو خلق کي گريان ڏسي ڏسي.

ڪائي چڙيو هو زهر مون آڙاهہ رشڪ کان،
هر روز هن کي غير جو مهمان ڏسي ڏسي.

خضر کي پنهنجي عمر درازي جو غم رهيو،
ميدانِ عشقِ خونِ شهيدان ڏسي ڏسي.

بيزار ٿي پيگو مون سفينہ خرد جو "فيض"،
هر روز بحرِ عشق ۾ طوفان ڏسي ڏسي.





جوءِ خون چشمن کان چو هي خستہ تن جاري ڪري،
دل جگر جي نشترِ مزگان سان خون خواري ڪري.

چاڪِ دل جي بخيہ ڪاري سوزن مزگان ڪري،
جو پيو تو نوڪِ نشتر سان زخم ڪاري ڪري.

چو لڪان غيرن کان دل سازي جي اميدِ غلط،
دل شڪن خود ڪندرِ دل جي جو معماري ڪري.

نعرهءِ حرف اَنالحق تي هريل آهي زبان،
پل جهان سارو مون سان منصور جي ڪاري ڪري.

ڇا بگاڙيندو پلا ڪوئي عدو حاسد رقيب،
هو ڪرم پيبيشہ اگر منهن جي نگہ داري ڪري.

آ سر تسليم خم هي ڪفر ساماني تہ ڏس،
ميڪَده ۾ رند ڇا ساقي تو دينداري ڪري.

ناگوار گوش گذريو هو نوا هاءِ رقيب،
بزمِ جان ۾ پيو بيهوده گفتاري ڪري.

بہ سڪ مان ايمان و جان هر دوجهان قربان ڪيان،
گر بتِ ڪافر صنم مون سان وفاداري ڪري.

رند مان هن ڪي چوان جو هر جڳھ پيئندو رهي،
ميڪده و ڪعبہ و مندر ۾ ميخواري ڪري.

عالم غم کان ٿئي اي همنشين حاصل نجات،
گر غَمِ جانان دلِ پُر غم جي غمخواري ڪري.

روزنِ دل ۾ اي "فيض" پنبھ مزگان رهي،
زخمِ دل چو بي سبب آه و نوا زاري ڪري.



※

حيران آهي مرغِ دل گل پيرهني تي،
هر برگِ گل کي رشک آ نازک بدني تي.

ناوڪ ڪان تنهنجي خلق آهي لرزه بہ اندام،
آ ناز مون کي يار تنهنجي تيغ زني تي.

ڪاهيده ڪيئہ مشقِ ستم سان چو ستمگر،
آيو نہ توکي رحم منهنجي خستہ تني تي.

اي سنگِ دل چو شيشۂ دل کي تو ڪرين چور،
آهين جو ڪمر بستہ منهنجي دل شڪني تي.

حيران رهيو هن جي ڏسي زلف معنبر،
هو ناز جنهن کي نگهتِ مشکِ ختني تي.

نفرت ڪري ٿو دوست ڪيان ٿو جو محبت،
هو بدگمان آ هاءِ منهنجي نيک ظني تي.

ٽڪي نہ سگهيو ڪوهہ آخر سر ڪيو هن چور،
افسوس آهي ڪوهڪن جي سر شڪني تي.

مشڪل ۾ هيم هاءِ ڇتي جان بلا ڪان،
آيو جو صنم صحتِ جان جان ڪني تي.

مان فن غزل ۾ ڪوئي همسر نہ رکان ٿو،
آ نازَ مون کي همنشين شيرين سخني تي.

اي عشق رکان ڇو نہ خدا سان مان رقابت،
عاشق جو آهي دوست رسولِ مدني تي.

هي ملڪ ڇڏي هاءِ وئين ملڪِ عدم ڏي،
روئان ٿو "فيض" تنهنجي غريب الوطني تي.





همدم اگر هو شوخ شمائل اچي وڃي.
بس آب و تاب رنگ ۾ محفل اچي وڃي.

بيخود فراقِ يار ۾ اي دل رهان نہ دم،
ڦندي ۾ منهنجي جذبۂ ڪامل اچي وڃي.

نڪري وڃي نہ شوقِ شهادت ۾ تن ڪان دم،
مقتل ۾ برهنہ تيغَ سان قاتل اچي وڃي.

ائين ويم مان خانۂ جانان ۾ اي نديم،
گهر ۾ اجائين ڪو جهنگ جو قائل اچي وڃي.

ڇو ٿو رهي هو ياس جي دولت ڪان نااميد،
مون وٽ هو تنگ وقت ۾ سائل اچي وڃي.

طوفان ڏسي اي ناخدا بي حوصلو نہ ٿي،
ممڪن نہ آ جو موج ۾ ساحل اچي وڃي.

ڇو نا متاعِ دين ۽ دولت لٽائي هو،
ڦندي ۾ شيخ جي گر جاهل اچي وڃي.

منتجي ڇا داغ حسرتِ ديدار يار جو،
پردو جو درميان ۾ حائل اچي وڃي.

ممڪن نہ آهِ ضبطِ نوا روزِ حشر ۾،
هو بيوفا جو منهنجي مقابل اچي وڃي.

گذري جو سر تي هي شبس ظلمت رهي نہ ياد،
هر صبح رو جو صبح دَم اي دل اچي وڃي.

ڪائي وڃان نہ غش اڳي يارب حساب ڪان
محشر ۾ ياد ماه رو جو تِل اچي وڃي

داهون ڪري نہ درد مان اي عشق ڇا ڪري؟
دربارِ دوست ۾ جو دڪايل اچي وڃي.

ديوانہ وار ڪوچئہ دلبر ۾ ڇو قُران،
هٿ مون ڪي منهنجي دل جو وڃايل اچي وڃي.

ڇو نا هزار ناز ڪري "فيض" نازنين،
محفل ۾ تيغِ ناز ڇيو بسمل اچي وڃي.



❊

ميدانِ حشر ۾ نظر دلبر نٿو اچي.
مون کي قرار داورِ محشر نٿو اچي.

رکيم خيال غير کان تنهنجي ڪري جو پاڪ،
دل ۾ خيالِ ڪعبه و مندر نٿو اچي.

ٿي پيو گمان هن کي شڪايت جو، ويو اٿي،
محفل ۾ منهنجي سامهون ستمگر نٿو اچي.

ڏٺم جو هن کي خواب ۾ تڙپي اٿيم وري،
مون کي ته خواب خس جي برابر نٿو اچي.

قاتلِ طفل شڪوهءِ گردن ڪري ٿو هاءِ،
هن کي وهائڻ حلق تي خنجر نٿو اچي.

بهلايان بزمِ غير ۾ آشفته دل وڃي،
محفل ۾ منهنجي چشمِ فسون گر نه ٿو اچي.

آهي گمان جو بدگمان مون کي ويو دل کٽي،
مدت کان هن جو ڪوئي پيمبر نٿو اچي.

غيرن سان ترڪِ گفتگو ڪيئہ بحلف چئہ،
مون کي تنهنجي زبان تي باور نٿو اچي.

ڪعبو نہ بت ڪده بٽي نہ خلق بت پرست،
تڏهين تہ گهر الله جي ڪافر نٿو اچي.

نسبت جمال يار جي ڪنهن سان ڏيان اي دل،
مون کي تہَ هن جو ڪو نظر همسر نٿو اچي.

هو بيقرار آهي خيال رقيب ۾،
توکي قرار ڇو دلِ مضطرَ نہ ٿو اچي.

شوقِ شڪار هن جي طبيعت ڪان ويو هليو،
دل ۾ هٹڻ جو ديد جا نشتر نہ ٿو اچي.

قهر و غضب ۾ آ دل وحشي خدا گواه،
جنهن دم جو مونوٽ هو ڪَرم گستر نہ ٿو اچي.

ٿيو شوق زندگي هو بعد مرگ بيوفا،
اي "فيض" هٹڻ گور کي ٺوڪر نہ ٿو اچي.





وري دور اخوت جا کلي ويا بند ميخانہ
الا ياايهَاالساقي ڏي پيمانہ تي پيمانہ

حضور يار ۾ موسيٰ جي بيتابي جو چرچو هو
حريمَ ناز ۾ همدم ويم جو بي حجابانہ

پڇي کو منهنجي سيني کان هي تاب جلوهءِ جانان
ڪٿي بجلي، ڪٿي سينا، ڪٿي تَابِ ڪليمانہ

سر چرخ برين انگشت بدندان فرشتہ ها
رهَي خلوتڪده ۾ گفتگو جو رازدارانہ

بہ لطف گردشِ دوران وري هي دور جام آيو
کيون ٿا کيف و مستي ۾ سوين ساقيَ جا شڪرانہ

خدايا ناخدا کي آشنا ڪر شور طوفان کان
سفينو ٿي ويو آهي گهڻو ساحلَ کان بيگانہ

ڪري شعلہ فشان آتشڪده ڪردار ۾ همدرد
سڙي شمعِ وزارت جا ٿيا نابود پروانہ

ديار پاڪ ۾ ناپاڪ روحن جو تماشو هو
رڳوَ مطلب پرستيءَ ۾ لڙيا جنگ ۾ حريفانہ

دغا، سوداگري، ايمان فروشي، چور بازاري
نمايان هو جهان ساري ۾ هي ڪارِ حريفانہ

ڏسو منهن ٿو ڍڪي اڄ قوم ڪان جو ڪلهہ هيو ليڊر
اڃي ٿو ياد هن ڪي پنهنجو ڪردارِ شريرانہ

خدايانِ سياست خود هيا خالق خرابين جا
نظامِ رفتہ ڪان آزرده هو عقلِ سليمانہ

پون ٿا پيٽ ۾ جو ولوله خوش خور ليڊر ڪي
ڪري ٿو ياد هو سُڏڪا پري ديرينہ عصرانہ

شڪايت آ خداوندا!، خدايانِ سياست ڪان
جمهوري دؤر ۾ پي زندگيَ گذري غلامانہ

ٿيو حرف صداقت ڇو هتي شرمندهءِ معني؟
الاهي! ڇو پلا ناپيد آ خلقِ عظيمانہ

غرور حاڪميت آ اڃا پي هر ملازم ڪي
اڃيَ مخدوم سان ٿو پيش خادم بي نيازانہ

رموزِ زندگي پوشيده آهي هن جي سيرت ۾
جو آيو پيش عالم سان بہ اندازِ شفيقانہ

پسند آيو الوهيت کي هي ڪار رضا ڪاري
ويو مردِ مسلمان موت جي منهن ۾ دليرانہ

حرّيت کي ميسر ٿي اگر يارب حسينيت...
پيئي جامِ شهادت جا نہ ڇو لبريز پيمانہ

زوال رشتۂ انسانيت دير و حرم آهي
هجيَ ڇو ڪشمڪش يارب! هجي ڪعبہ نہ بتخانہ

پڙهڻ آسان آ همدم هي حرف "قُم باذن الله"
مگر آئي ڪٿان واعظ دم وَ دهن مسيحانہ

نقابِ بزرگي ۾ گندگي مڪار پيرن جي
ٿيوَ هن دور ۾ بي پرده آ شانِ فقيرانہ

ڀڏي پيڙو فصاحت جو نہ ڇو بحر جهالت ۾
ادب ۾ بي ادب حصو وٺن ٿا َ بي اديبانہ

فنا ديده حدود عالم هستي کان ويو گذري
گهٽي مدت کان ڳولي َٿي مون کي چشمِ ڪريمانہ

هجان ڇو مبتلا فاقہ ڪشي و تنگ دستي ۾
حڪومت ڪان ملي ها گر وظيفو ماهوارانہ

نگھہ حيران، تخيل منتشر، دل اضطراب آور
ڪري هن حال ۾ ڇا خاڪ ڪوئي فڪرِ فرزانہ

گھٽن ڪئي خامہ فرسائي زمين سخن سنجي تي
نہ آيو "فيض" جو ڪنهن ڪي ھي اندازِ نصيحانہ





نہ ڇيڙ اي نگهتِ گل موسمِ گل ۾ تون مستن کي،
کيون وينا آهن توکان اڳي هو چاڪ دامن کي.

بغرضِ سير بستان ۾ رخ آتش فشان آيو،
پٺي تو باغبان بينو لڳي وئي باھ گلشن کي.

شرابِ عشق سان لبريز ٿي ويو ظرف دل جڏهين،
ٻڌايمَ رازِ دل پنهنجو جنون ۾ دوست دشمن کي.

دل آتش فشان جو هو رڳو هڪڙو شرر آهي،
ڳندو خورشيدِ محشر ڇا ڀلا هن دل جي خِرمن کي.

پيئو اي مئي گسارو آمد باد بهاري آ،
ڏنو بادِ صبا آهي اهو پيغامَ رندن کي.

وڇائي آ زمين رزاق مطلق مثل دسترخوان،
ڏنو ڏس بي شمار آهيَ رزق هن دوست دشمن کي.

گلستان غزل جو بلبلِ شيرين نوا آهيان،
نہ بلبلَ جي زبان همدمَ ميسر آہ زاغن کي.

رهي اي "فيض" شل مون وٽ اها ديوانگي باقي،
جنون ۾ روز محشر جي وٺان دلبر جي دامن کي.





هو عشق ڇاجو نہ چشمن کي اشڪبار ڪري،
جنون هو ڇاجو ڪليجو نہ تار تار ڪري.

زياده داغ ستارن کان دلنشين آهن،
حساب دان هجي، اچي شمار ڪري.

اچڻ سان ذڪر وڃڻ جو نہ ڇيڙ نامِ خدا،
وصل ۾ فڪرِ جدائي نہ بيقرار ڪري.

ٿيو جو عشق کان تنهنجي اي برق جو حاصل،
رکان ٿو داغِ جگر کي مان يادگار ڪري.

خرامِ نازِ هن انداز سان نہ بزم ۾ اچ،
ڊڄان ٿو حشر نہ برپا تنهنجي رفتار ڪري.

شب فراق ۾ هن کي پيي شل نہ خواب اچي،
جو خواب منهنجو ڪسي ويو آ بيقرار ڪري.

الم نواز قيامت جو واعدو تہ نہ ڪر،
غضب آ ڪير قيامت جو انتظار ڪري.

جنون فروش دماغن ۾ هوش خاڪ رهي،
اچين تون بزم ۾ گيسن کي مشڪبار ڪري.

وسائي خاڪ جنون ۾ بدن پيوت ڪري،
ويم سينگار پسند ڏي مان سينگار ڪري.

وهائي اشڪ شل اي "فيض" چشم اشڪ نواز.
ڇڏيو آ خستہ جگر کي جنهن اشَڪبار ڪري.





چڏي ڏي چهرهءِ تابان تي زلف شام ٿئي.
بدورِ صبحِ ضيا بار دور جام ٿئي.

جهانِ نو ۾ ڪو اهڙو نئون نظام ٿئي،
خردَ غلام ٿئي ۽ جنون امام ٿئي.

اداءِ جلوه گري تي نثار لشڪر دل،
وڇايان فرش نگه جو جتي قيامَ ٿئي.

خوشا اين غمزهءِ ڪيف نگاهِ دزديده،
بدستِ رندِ بلاَ نوش َچور جام ٿئي.

جنابِ شيخ! تون رهندين ڪٿي جهنم ۾؟؟
اگرَ بهشت ۾ رندن جو انتظام ٿئي.

ڏسن جو رونقِ گلزار ڪوءِ سرو روان،
هواءِ سدره وَ طوبيٰ خيالِ خام ٿئي.

ڪليم شانِ ڪليمي ڪي خيرباد چوي،
غلام ساقيءِ ڪوثر سان هم ڪلام ٿئي.

حلال مذهب رندان ۾ ميڪده جو قسم،
حرام جو پيئان اي شيخ مئي حرام ٿئي.

اچي جو گور تي گل رخ بذوق گل ريزي،
نديم! شهرِ خموشان ۾ ڌوم ڌام ٿئي.

پون جو پير ۾ ڇالا بطوف ڪوءِ صنم،
برنگِ چرخ مڪوڪب بلند مقام ٿئي.

خوشا اين ڪوچه نوردي و شور عشق و جنون،
پلي تباهه دل و دين و ننگ و نام ٿئي.

صبا! بنامِ خدا ڏي نسيم خوش خبري،
ڪڏهن تو جلوه گر گلشن ۾ گل اندام ٿئي.

جهڪي نه حضرت جبريل ڏي نه دادِ سخن؟
برنگِ "فيض" ڪوئي قادر الڪلام ٿئي.





ساقيءِ لالا فام مئي لالہ فام ڏي.
جامِ لبِ گلاب سان گل رنگ جام ڏي.

سرگشتہ گانِ گردشِ گردون کي تاحيات،
ساقي بڪنجِ ميڪده جاءِ قيام ڏي!

صحرا ۾ بود و باش رکي ٿو خزان رسيد،
بادِ بهارؔ سروِ روان کي سلام ڏي!

آيو جهان بصورتِ طائوس رقص ۾،
جنهن دم کئي نگاهہ جو مستِ خرام ڏي!

بزمِ صنم ۾ بوالهوس بيهوده گفتگو،
بسَ اي زبان دراز زبان کي لغام ڏي!

ڇا غم جو رهيم دوزخ دنيا ۾ چار روز،
عقبيٰ ۾ اگر راحتِ جنت دوام ڏي!

ڇاهي گرفتِ گيسوءِ خمدار کان بچي،
وينو ڪيونَ آ طائرِ دلِ ديد دام ڏي!

بي ننگ و نام تو چوي هاءِ ستم ڏسو،
ڏنم نہ جنهن جي عشق ۾ ناموس و نام ڏي!

راهِ سلوڪِ عشق کي چاهين جو طئي ڪرڻ،
دستِ صنم ۾ توسنِ دل جو زمام ڏي!

حاصل آ لطف گفتگو خاص و خواص کي،
روءِ سخن اگرچہ آ عام و عوام ڏي!

هر چند آ ڪليم پيو نہ همزبان مگر،
دادِ ڪلام صاحبِ حُسنِ ڪلام ڏي.

ميت کي ڏسي هن چيو رب مغفرت ڪري،
تو "فيض" وڃي جنت دارالسلام ڏي.





هو جو جلوه نما ٿيو آهي.
گويا محشر بپا ٿيو آهي.

با وفا بيوفا ٿيو آهي،
هن زماني کي ڇا ٿيو آهي.

بندگي ۾ نہ ٿي سگهي جنهن کان،
اهو بندو خدا ٿيو آهي؟

صيقل مئي سان زنگ آلوده،
شيشهء دل صفا ٿيو آهي.

ڇا خبر آهي ڇا نہ ڇا ٿيندو؟
عشق ۾ ڇا نہ ڇا ٿيو آهي؟

جاڳو اي اهلِ قافلہ جاڳو!
راهزن رهنما ٿيو آهي.

ابن مريم ۾ ڇا ڪندو آخر؟
دردِ دل لا دوا ٿيو آهي

دل سان پيوستہ صيد افگن جو،
تيرِ ناز و ادا ٿيو آهي.

سر تري تي آ صورت سرمد،
گرچہ تن کان جدا ٿيو آهي.

تنهنجي سر تي هزار سر قربان،
ڪير توکان جدا ٿيو آهي؟

داد دست جنون جو ڏي مجنون،
تار بَندِ قبا ٿيو آهي!

دشمن کان گلا نہ آ هرگز،
مدعي آشنا ٿيو آهي.

منهنجي ڪشتي لڳي ڪناري سان،
ناخدا خود خدا ٿيو آهي.

ناز رحمت تي ڪر گنهگاري!
باغِ جنت عطا ٿيو آهي.

زلف پيچان ۾ پيچ ڪائي ٿو،
"فيضَ" زنجير پا ٿيو آهي.





بطرف جام اشارو نگاهِ يار ڪري.
نگهہ ڪي صورتِ صهباءِ پُر خمار ڪري.

ڪريم! تنهنجي نہ رحمت تي اعتبار ڪري،
گناهِ ترڪِ گنهہ پيي گناهگار ڪري.

ڪري نہ تار نگاهہ ڪرم سان چاره گري،
نہ اهلِ دل ڪوئي دامانِ دل کي تار ڪري.

مزار ڪشتہءِ تيغِ نگهہ مٽائي ڇڏ!
بيادِ ڪشتہ نہ رسوا هي يادگار ڪري.

مٽائي نقشِ قدم کي نہ موجِ سيل روان،
گداءِ راه نشين کي ٿو اشڪ بار ڪري.

ڪري جو سايہءِ زلف دراز سرو روان،
خزان رسيده کي پروردهءِ بهار ڪري.

رقيب قاصد و غمخوار و رازدار رهن،
الاهي! ڪنهن تي ڪوئي خاڪ اعتبار ڪري.

ڇڏيو نہ وهم جو قاصد ڪي هن جي در تي ڇڏيم،
مبادا راه ۾ غفلت ڪان خط ڪي گار ڪري.

رهيو نہ صيد جو هو مشقِ تيغِ ناز ڪري،
نئون جهان کو پيدا ڪري شڪار ڪري.

وڃي نہ ڪوئي ڪمين گاهِ عشق ۾، نہ وڃي،
سرشت "فيض" ڪي تازو ڪو دلفگار ڪري.





چادر مهر نقابِ رخ تابان آهي.
شعلۂِ حسَن ته پرده فروزان آهي.

راحتِ خلد کان خوشتر آ گهڻو وصلِ صنم،
سختِ دوزخ کان عذابِ شبِ هجران آهي.

وحشتِ جوشِ جنون آبلہ پائي جو ثبوت،
خون آلوده سرِ خارِ مغيلان آهي.

پنجۂِ ذوق زليخا جي خطا جي بدلي،
يوسفِ چاڪِ گريبان ته زندان آهي.

بختِ ڪمبخت ڪيو عيش و طرب کان محروم،
رنج و غم، سوز و الم زيست جو سامان آهي.

مژدۂِ بادِ بهاري آ صداۂِ زنجير،
ساغرِ عيشِ جنون حلقۂِ جولان آهي.

موجِ طوفانِ محبت کان دمِ ابر بهار،
غيرتِ بحرِ روان ديدۂِ گريانَ آهي.

ذرهءِ دل ۾ نهان وحشتِ صحرا همدم!
قطرهءِ اشڪ ۾ طوفان جو امڪان آهي.

مستِ خستہ ڪي بهاري ۾ نہ ڪر بند، نہ ڪر!
تابِ زنجير نہ اي ڪاڪلِ پيچان آهي.

چشم بد دور رقيبن جي آهي رخ تي نظر،
اي پَري چهره! خدا تنهنجو نگهبان آهي.

لذتِ خاڪ نشينيءِ در دوست نہ پڇ،
بهرِ افلاڪ زده تختِ سليمان آهي.

بندهءِ عشق ٿو ڪعبہ ڪي صنم خانہ چوي!
ڪير ڪافر ٿو چوي، "فيض" مسلمان آهي.



*

عشوه و غمزه ادا نہ ڪري.
دل ڦري ڪيئن جو دغا نہ ڪري.

پل ٿئي تن کان سر جدا دلبر!
توکي مون کان جدا خدا نہ ڪري.

تاب جولان نہ آه تڙپان ٿو.
زلفِ زنجير بستہ پا نہ ڪري.

ڇو ڏيان مان ڪڏي نہ ڪانگن کي.
دل کي منظور دلربا نہ ڪري.

قيدِ الفت کان ٿي وڃان آزاد.
ڪوئي مون کي اها دعا نہ ڪري.

حشر ۾ تڙپندي ڇيو قاتل...
خوف آ طلبِ خون بها نہ ڪري.

هي ثبوتِ شڪست آ همدم.
مدعي ڇا ڪري گلا نہ ڪري.

ڇا ڪيو هن سلوڪ موسيٰ سان؟
خضر کي ڪوئي رهنما نہ ڪري.

درد و غم آ متاعِ عشق صنم،
منهنجي دل جي ڪوئي دوا نَہ ڪري.

ڇو رهان ناتوان و افسرده؟
هو جو مون تي ستم روا نہ ڪري.

باز آيو نہ دشمني ڪان عدو،
شل خدا ڪنهن کي بي حيا نہ ڪري.

آزمائش نہ ڪر، نہ ٿي رسوا،
ڪير آهي جو سر فدا نہ ڪري.

خوف آهي بهار جوشِ جنون،
ذوق صحرا جو خجَستہ پا نہ ڪري.

ناتواني شباب تي آهي...
درد منت ڪشِ دوا نہ ڪري.

"فيض" آشفتہ سر کي سمجهايو،
مون کي بدنام جابجا نہ ڪري.





حرم خاني کي بتخانو ڇيو يزدان مون جانان کي.
جنونِ عشق و مستي ۾ وساريم ڪفر و ايمان کي.

ڪيو هن دوش تي جڏهين پريشان زلف پيچان کي.
شڪسته مون ڪيو هر حلقهءِ زنجير وَ جولان کي.

شعور آدمي سمجهي اگر رازِ ربوبيت،
مجالَ آهي فرشتن کي، هو ڪن سجدو نه انسان کي.

اگرچه تي ويو حافظ نه سمجهيو شرحِ قرآن کي،
پڙهيو ناهي ڪڏهن زاهد ڪتابِ روءِ جانان کي.

ڪيو آ صيقلِ آئينه نقش آرائيءِ الفت،
نه ڪر بخيه گري ڇڏ چاره گر چاڪِ گريبان کي.

جهان روشن ٿيو بجلي ڪري برسات ۾ گويا،
تبسم ريز ٿيو خوش رو ڏسي جو چشمِ گريان کي.

بڪنجِ گور تڙپي ٿو پيو هي ڪشتهءِ هجران،
ڪٿي وڃ ڪوءِ جانان ۾ صبا هن خاڪِ بيجان کي.

ڏسي عالم ٽيو حيران تماشو تيغ و بسمل جو،
ڪڏهن هو ضرب ابرو ڪي ڪڏهن هو جسم لرزان ڪي.

دل ديوانہ سرگرم طواف ڪعبہءِ ڪعبہ،
ڪَيا سجده جبينِ شوق نقشِ پاءِ جانان ڪي.

نہ ڪنهن ڪان ٿيو حساب قطرہءِ درياءِ بي پايان،
نہ ڪو ماپي سگهيو ميزان ۾ مستيءِ مستان ڪي.

ڏسي ناهيد مستي ۾ ڪري نہ چرخ گردون ڪان،
صداءِ قلقلِ مينا و شور و رقصِ رندان ڪي.

خوشا فاقہ ڪشي مستي و شانِ بي نيازانہ،
گداءِ در نشين نوڪر هنئي آ تاجِ شاهان ڪي.

حديثِ يوسف و منصور و عيسيٰ ڪي ڪيم تازه،
سجايم "فيض" سر ڏيئي صليب و دار و زندان ڪي.





سوال وصل جو مايوس ڪُن جواب نہ ڏي.
خدا جي واسطي ظالم! نہ ڏي عذاب، نہ ڏي!

جلان نہ آتشِ سوزان ۾ خوف آ همدم!
خدا ڪري جو رخ شوخ التهاب نہ ڏي.

چپن ڪي چور ذرا لطف گفتگو تہ وٺان،
لبِ گلاب جو بوسو لَب گلاب نہ ڏي!

نگاه مست سان مدهوش آهہ مستانو،
نہ ڪر خراب اي ساقي! نہ ڏي شراب، نہ ڏي،

ڪري ٿي قتل نگارا! هي اشڪ افشاني!
خدا جي واسطي تيغِ نگهہ کي آب نہ ڏي.

نہ مستِ خستہ و لاغر کي تاب جولان آهہ،
ڪمندِ ڪاڪلِ پيچان کي پيچ و تاب نہ ڏي.

تہ نقاب جبين کي اي رشڪ مهر نہ ڪر!
دلِ فسرده کي هي داغ آفتاب نہ ڏي.

مران تہ حسرتِ ديدار ۾ اي پرده نشين،
جمالِ چهرهءِ زيبا ڏسان، نقاب نہ ڏي.

شب وصال آ احسان ڪر براهِ خدا،
مڪَانِ يار جو دربان يار! باب نہ ڏي.

نہ ڪر تون "فيض" ڪي پنهنجو عدو جي محفل ۾،
مگر حجاب جو پردو تہ بي حجاب نہ ڏي.





خيال ڪاڪلِ پيچان ۾ پيچ و تاب هجي.
شبِ فراق ۾ تا سحر اضطراب هجي.

ڪري تي قتل صنم تنهنجي اشڪ افشاني!
بچان مان ڪيئن جو تيغِ نگهہ کي آب هجي.

پيا جو پير ۾ ڇالا تہ جادهءِ جانان،
برنگِ رشتہءِ گوهر بہ آب و تاب هجي.

خطاب غير ڏي، روءِ سخن هجي مون ڏي،
صنم حجاب جي پردي ۾ بي حجاب هجي.

رهي نہ حاجتِ آبِ حيات و رطلِ گران،
لبن تي يار جو جامِ لبِ گلاب هجي.

جفا سرشت سر بزم رقص ۾ آيو
نواءِ هر رگِ جان نغمہءِ رباب هجي

خيال ڪاڪل پيچان سڪون نواز رهي،
نہ پيچ و تاب هجي ها نہ اضطراب هجي.

جلي نگاه نظاره ۾ چو نہ پرده نشين!
برنگِ مهر درخشان جو بي نقاب هجي.

مران نہ رشڪ ڪان قاصد سان همڪلام نہ ٿي،
بضبط خط ۾ لکي ڏيس جو جواب هجي.

جمال تنهنجي گهٽا خوب رو خراب ڪيا،
نہ تون ئي خوب هجين ها، نہ ڪو خراب هجي.

نہ ڦاس سبحه ۽ زنار ۾ بٽي عارف!
رسومِ شيخ و برهمڻ ڪان اجتناب هجي.

نديم! صحبت رنگين تي دوجهان قربان،
شرابِ ناب هجي، يار پُر شباب هجي.

برنگِ "فيض" ڪوئي باده مستس عشق رهي،
جگرَ ڪباب هجي، خونِ دل شراب هجي.





پريشان آ دل نادان صنم زلف پريشان تي.
اکيون البيليونَ مستان آهن چشَمِ مستان تي.

شکستہ شيشہءِ دل سنگدل! آ پيشتر هن کان،
کرين ٿو گل فشاني ڇو اڇي گور شهيدان تي.

ٿيو آباد گهر ويران هو ويرانہ نوردي ۾،
رهيو احسان تنهنجو اي جنون دشت و بيابان تي.

ڏسي هي زخم هاءِ دل تبسم ريز ٿيو خوش رو،
نمک پاشي کري گويا ويو هو زخمِ خندان تي.

سبک سر ٿي وئي آ زحمت جان جنبشِ لب ۾،
خدا رحمت کري اي همنشين شل حال پرسان تي.

اڇي ويو دامِ شب ۾ مهر تابش ناک هو گويا،
ڏٺم زلف شَبستان کي جَو روءِ مهر تابان تي.

نہ آيو کعبہءِ دل ۾ بتِ کافر صنم يا رب!
گمان آهي جو آهي بدگمان کافر مسلمان تي.

ڪندس تردامني سان سرد خورشيدِ قيامت کي،
جمع اشڪِ ندامت جو آهي طوفانِ گريبان تي.

ويو وسري سزاءِ سجده خيزي و جبين سائي،
فرشتن کي اچي ٿو رشڪ هاڻي شانِ انسان تي.

پر مرغ سحر سان تي ويا نابود پروانہ،
شمع کي رشڪ آهي منهنجي آهِ شعلہ افشان تي.

ڪٽي جوشِ جنون وچ ناتوان کي ڪوه و دامان ڏي،
اچي تهمت نہ خونِ "فيض" جي ديوار جانان تي.



*

دوزخ ۾ پوي خلد نہ هنجو نشان هجي.
يارب! مكان قريبِ مكانِ بتان هجي.

تسكين عشق ڇا اچي اي تيغ آزما!
اندازِ عَشق جنهنجو محض امتحان هجي.

پردو رهي نہ باعثِ بي پردگيءِ عشق،
نظارگي ۾ نگهہ و رخ جي درميان هجي.

حيران دل پُر زخم تي ڇو نہ رهي جهان،
خورشيدِ جزا جنهنجو هڪ داغِ نهان هجي.

نامِ خدا نہ شور ڪر مرغ سحر خموش!
رشڪِ سحر تيو متان گهر کان روان هجي.

اي باغبان! اهڙو ڪو نئون ڪر چمن ايجاد،
منت ڪشِ بهار نہ خوفِ خزان هجي.

خلوت طلب طبع ڪي آهي هو جهان پسند،
نا مهربان هجي نہ ڪوئي مهربان هجي.

هرگز ملي نہ ذرهء خاڪِ جبين عشق،
جو سنگدل جو سنگِ درِ آستانَ هجي.

بيگانہ بزمِ يار کان ڇو نہ رهي خرد؟
زلفِ جنونَ نواز جو عنبر فشان هجي.

سبزي کي ڏسي گور تي گل رخ ڇيو هي گور،
شايد شهيدِ تيغِ نہ خطِ گل رخان هجي.

سر ڇا ڪٽي جلاد جو گردن نہ جهڪائي؟
گردن تي جنهنجي "فيض" خونِ دوجهان هجي.





خانۂ دل ۾ لامڪان آهي.
عرش تي منهنجو آشيان آهي.

ڇو اچان مان فريب هستي ۾؟
رنگ ۽ بو جو، هيَ جهان آهي.

مفلسي وجه بي ڪسي يارب!
ڪوئي مهمان، نہ ميزبان آهي.

ڪافر عشق آ بتِ ڪافر،
جو مسلمان تي بدگمان آهي.

هاۓ بي مهري ۽ هوس پيشہ،
بوالهوس تي هو مهربان آهي.

خون ڏسي مدعي جو مقتل ۾،
جوۓ خون چشم ڪان روان آهي.

عشقِ ڪافر ۾ جان بلب آهيان،
يعنيَ دوزخ ۾ مسلمان آهي.

ڇا بگاڙيان تو خلق جو يارب!
ڇو پلا هو حريفِ جان آهي.

رازِ دل، گر ڏيان، ڏيان ڪنهن کي،
ڪوئي همدم، نہ رازدان آهي.

خاڪ منهنجي ڪان پڇ، جو پڇڻو تي!
ذره ذره ۾ هڪ زبان آهي.

آ جهان ۾ نہ ڪو نشان باقي...
هر زمان هي نشان، نشان آهي.

موسم گل ۾ تو پيان ساقي!
خونِ دل جامِ ارغوان آهي.

ڪير توکان ڪري تو سر پيارو؟
امتحان تي ڇو امتحان آهي؟

بي ڪفن لاش "فيض" جو هاءِ،
ڪوئي ڪانڌي نہ نوحہ خوان آهي.





كنهن کي ڏيان مان رازِ دل همراز نہ آهي.
ناسازيءِ تقدير کان ڪو ساز نہ آهي.

ممڪن نہ آهي ضبط تڙپ داور محشر!
ڇا ياد مون کي غمزهءِ غماز نہ آهي؟

بيگانہ ڪوئي دم دمِ پر غم کان نہ ٿيو غم،
هي ساز تنهنجو مطربا! دم ساز نہ آهي.

تسڪين وصل ڇا ڪيان ناعاقبت انديش،
انجام ٿئي انجام آ، آغاز نہ آهي.

ڇا ڪوئي نظارو ڪري هت جلوه گر آهين،
جبريل امين ۾ پي قدم انداز نہ آهي.

وحشت اي هم نورد بہ اندازِ عاشقي،
راحتِ ششجهت جو حرص و آز نہ آهي.

بزم طرب ۾ برق خو همدوشِ مدعي،
هي قهر آ، انگشت و ادا ناز نہ آهي.

مقصود غزل گوئي آهي درد بياني،
حرص و هوس و وحشتِ اعزاز نہ آهي.

هن خستگي ۾ دشت نوردي ڪرڻ مسيح،
چشمِ جنون نواز جو اعجاز نہ آهي.

تو "فيض" بيقرار ڪري حشر نوائي،
هي سرمد و منصور جو آواز نہ آهي.





سمجهيو مون آهي خوب جهانِ خراب کي.
ديوانگي ڏسو ڇيم دريا سراب کي.

خوابيده هيم شورشِ طوفان ۾ پيي جڏهن،
بحرِ سڪون ۾ غرق ڪيم اضطراب کي.

ليل و نهار نقشِ وجود و لباس هو،
خورشيد تي جو ڏٺم نيلي نقاب کي.

گذري نہ ڪشاڪش ۾ شب وصل، لڳ خدا،
ڪر درگذر اي دوست! سوَال و جواب کي.

يارب! نہ آهي منهنجي گناهن جو ڪو حساب،
ڪر بي حساب لطف، ڇڏي ڏي حساب کي.

سرمو نگاه سرمہ سا ۾ برق خو وڌو،
گويا ڏنو هن آب تيغِ آب ناب کي.

ديوانگيءِ عشق کان تنهنجي جفا نواز!
سمجهو مون لطف و مهر هو قهر و عذاب کي.

چا لطف عشقِ طفل کان آيو اي آرزو!
مان تيَ ويم جو پير، هو پهتو شباب کي.

سمجهي تو پيو خار مغيلان ٻہ تشنگي،
آبِ حيات آبلہ پاَ جي آب کي.

مٺجي وڃي هي خوفِ جهنم و حرص خلد.
يا رب! مٽاءِ نظامِ گناه و ثوابَ کي.

بي خود پيو آ ميڪده ۾ "فيض" روز و شب.
روڪي ڪوئي شراب کان خانہ خراب کي.





هت جلوه نما گر صنم حور نہ آهي.
فردوسِ برين پيي مون کيَ منظور نہ آهي.

مان تو ۾ رهان محو ٿو، تون محو تغافل،
اي دوست! اهو عشق جو دستور نہ آهي.

اي نور نظر! هڪ گهڙي توکي نہ ڏسان ٿو،
هن ديده‌ءِ پُر نور ۾ ڇڻ نور نہ آهي.

توهين آهي موسم گل اهلِ جنون جي،
زنجير گران بارَ اڃا چور نہ آهي.

يارب! هي تنهنجو خلد پيي آ خوب تر ليڪن،
ڪوچي جي طرح يار جي معمور نہ آهي.

ميخانہ‌ءِ الفت ۾ پيان خون جگر ٿو،
اي شيخ! هي افشرده‌ءِ انگور نہ آهي.

هر تار رگ جان فغان پرداز ستمگر،
هي نغمہ هاءِ باجہ و تنبور نہ آهي.

هر چند جو سر چور شڪستن ڪان رهي ٿو،
اي سنگ دل! هي شيشۂ دل چور نہ آهي.

اٿيو جو جنازو هو منهنجو هنجي ڳليءَ ڪان،
بي پردگيءِ شاهدِ مستور نہ آهي.

ميخاني جو ميخانو ٿيو جام ڪان خالي،
هي "فيض" بلاڪش اڃا مخمور نہ آهي.





بيزار بيوفا کان متان دل نہ تي وڃي.
بي حوصلو هي جذبۂ ڪامل نہ تي وڃي.

مون کي زبون حال ۾ ڪاهيده تن ڏسي،
مقتل ۾ دل شڪستہ هو قاتل نہ تي وڃي.

دستِ جفاءِ ناز جي لذت تہ وٺ اي دل،
نا مهربان مهر جو مائل نہ تي وڃي.

عالم ۾ خوار ٿئين متان، ايڏو ستم نہ ڪر،
هي دردِ دل بيان جي قابل نہ تي وڃي.

آهي هي تيغِ آہ اڃ ٻاهر نيام کان
مقتل ۾ قتل همنشين قاتل نہ تي وڃي

درياءِ دل ۾ ڪشتيءِ اميد ناخدا،
توکان بغير دشمنِ ساحل نہ تي وڃي.

ڇيڙي ٿي بار بار تنهنجي چشم سرمگين،
ديوانہ اڄ تماشءِ محفل نہ تي وڃي.

شيرين زبان رقيب جي آ محو گفتگو،
آ خوف! ڪفر، دين جو قائل نہ ٿي وڃي.

آهي دراز داستانِ غم نہ ڪر حساب،
روزِ حساب اي خدا مهمل نہ ٿي وڃي.

ڇيڙيان ٿو رهِ عشق جو جاري هي سلسلو،
غفلت شعار محوِ تغافل نہ ٿي وڃي.

خورشيد رو اچي ٿو شب ماهتاب ۾،
شرمنده "فيض" اڄ مهِ ڪاملَ نہ ٿي وڃي.





وقتِ جنون جو يار جو ديوار و در ملي.
هرگز نہ منهنجو صفحۂ هستي تي سر ملي.

پيرن جي سر تي خاڪ وسايان براه عشق،
اي ڪاش! مون کي يار جو ڪو رهگذَر ملي.

صد بار گهر رقيب جي اي رشڪ مان وڃان،
گر بيوفا جي اچڻ جي مون کي خبر ملي.

سوز و گداز و رنج و الم، اضطراب و ياس،
هن آفتن جي داد اي بيداد گر ملي.

رهندس مان هڪ گهڙي نہ هن اجڙي ديار ۾،
اي يار تنهنجو خلد ۾ مون کي نہ گهر ملي.

آوارگانِ عشق جي ڪريان ٿو مان تلاش،
راهِ جنون ۾ اي جنون ڪو همسفر ملي.

ايندو قرار خاڪ دل بي قرار کي،
دل سان نہ دل ملي نہ نَظر سان نظر ملي.

روئي ڏيان مان حال هن بيداد عشق جو،
اي همنشين ڪو سوخته دل و چشم تر ملي.

قربان هن تي سيم زر و مال و تن ڪريان،
اي دل اگر هو سيم تن، زرين قمر ملي.

تاب سخن نه آ مون ڪي بيتاب دل نه ڪر،
خطَ تو لکان صنم ڏي ڪوئي نامه بر ملي.

دشت جنون جون منزلون هن ڪان پڇان اي عشق،
صحرا ۾ "فيض" خسته تن شوريده سر ملي.





نہ گرد راھ هٿ آئي ڇڏي ويو ڪاروان مون کي.
نہ سنگِ ميل حاصل ٿيو نہ منزل جو نشان مون کي.

مان ووڙيو آ وڃي هر هر، بر و بازار هرهر گهر،
پتو هن جو نہ هٿ آيو ڪٿي ڪوئي اچان مون کي.

نہ آيو ناز ڪان هو هت، نہ مون کي هن گهرايو آ،
خدايا راه ويندي شل ملي هو ناگهان مون کي.

جگر جو خون، مي آهي ۽ ميخانو اکيون پنهنجون،
پياري درد دل ٿو هي شرابِ ارغوان مون کي.

جگر جي خون سان پاليا، مون هي غنچہ اميدن جا،
جلي ويا راس ٿي دل ۾ رهيو داغِ نهان مون کي.

ڪئي هن ڪج ادا، ڪاڪل جي پيچ و خم ۾ دل قابو،
مثل زنجير، زلفن جو آ خم بارِ گران مون کي.

جو زلف يار جو سايو رهيو گر مونتي محشر ۾،
ڇا خورشيدِ قيامت جو ڪندو تاب و توان مون کي.

نہ ٿيو مدت کان اي ساقي ميسر بادهءِ گلگون،
ٿيا ڪي سال پيتي اچ شرابِ ارغوان مون کي.

شراب ناب نوشيندس ويهي بيت الحرم ۾ مان،
اگر اي "فيض" هت مليو منهنجو پيرِ مغان مون کي.





طاعت ڇڏي تلاش ڪيم جو خدا ملي.
هن بندگيءَ جي اي خدا مون کي جزا ملي.

اي شيخ! هنجي خانءِ دل ۾ تلاش ڪر،
ممڪن نہ آ، جو ڪعبہ ۾ توکي خدا ملي.

گل آهن، بي وفا، بي مروت آ باغبان،
ممڪن نہ آ جو بلبلِ رنگين نوا ملي.

مطب ۾ ڪو نہ آهہ معالج، ڏسو متان،
بازارِ حسن ۾ منهنجي دل جي دوا ملي.

ڪندس جبين کي خاڪ مان هنتي جهڪي جهڪي،
اي ڪاش! مون کي يار جو ڪو نقش پا ملي.

غم ناهہ گر رقيب سان همدوش آ اي دل!
هو گل نہ آ جو خار کان مون کي جدا ملي.

ڇو نہ رهان مان شورشِ طوفان تي خنده زن،
ڪشتي جو مثلِ نوح ڪوئي ناخدا ملي.

قيمت سان هي ملن تہ مان هڪدم نہ جي سگهان،
آهي شڪر جو مفت تي آب و هوا ملي.

چوندس ادب سان گلشن رخ کي سلام ڏي،
ڪوچي ۾ يار جي اَگر بادِ صبا ملي.

ڪندو پو ڪير عشق، صنم ڪان ڪوئي پڇي،
گر جرمِ عشق ۾ تنهنجي مون کي سزا ملي.

قاتل ڪان انتقام وٺڻ مان نٿو گهران،
آهيان شهيدِ ناز مون کي خون بها ملي.

روئان تو زير سايہءِ ديوارِ يار ۾،
راڙيون ٻڌي من "فيض" اچي بيوفا ملي.





مريض عشق ٿيو آهيان، آهي درد نهان مون کي.
طبيبا! مرض مهلڪ آ ڇڏي ڏي مهربان مون کي.

اجايو ڇو پيان "پڙيون" ناهي حاجت دوا جي هت،
دوا منهنجي آهي ان وٽ ڪيو جنهن ناتوان مون کي.

ڪندس سر پيش قاتل کي، وگر نہ پو خضر وانگر،
متان بارِ گران ٿئي، هي حياتِ جاودان مون کي.

مران ڇو نہ يلا مان اڄ ڏسي هن آفتِ جان کي،
متان ڏيئا پون اڳتي هزارين امتحان مون کي.

ڏنو مون تيغِ قاتل کي آ هر هر وار تي بوسو،
جو مجبورِ وفا آهيان ڪٿي آهي زبان مون کي.

سيہ بختي آهي منهنجي يا هن جي بي نيازي آ،
نہ آ آهِ رسا منهنجي نہ مرگِ ناگهان مون کي.

ستم کي مون ڪرم سمجهو جفا کي مون وفا سمجهو،
نہ هنجي بي وفائي جو هيو وهم و گمان مون کي.

فراق يار ۾ شوريده سر "فيض" آهيان مدت کان،
جنونِ عشق ۾ وسري وئي ڪارِ جهان مون کي.





چاهي چاهي، اي تندخو چاهي؟
آخر هي طرزِ گفتگو چاهي؟

زلف و خط رخ و لب سبحان الله،
باغ جنت جو رنگ و بو چاهي؟

مستيءِ چشم مست اي ساقي!
باده باده، سبو سبو چاهي؟

قامتِ يار چا قيامت آ؟
شورَ و هنگام چارسو چاهي؟

جڏهن عالم فنا پذير آهي،
هست و بود و بقا نمو چاهي؟

سنگ دل کي کري نہ گر کافور،
تابِ تاثيرِ آرزو چاهي؟

خوب خوبان خراب خوبي تي،
خوبيءِ حسنِ خوب رو چاهي؟

تاب نظاره پيي نہ آ موسيٰ!
خواهشِ ديد برق خو چاهي؟

پاڻ پنهنجو آ محو نظاره،
عرش تي هن جي روبرو ڇاهي؟

بت شريڪ خدا ٿيا توبه؟
لاشريڪ الهٰ وحد هو ڇاهي؟

پاڻ کي پاڻ تو ڪرين گهائل،
چاره گر ڇاهي؟ چاره جُو ڇاهي؟

مان ٻيو عيسيٰ هان جو ٿيان مصلوب،
هان هي بهتان هروڀرو ڇاهي؟

لعل صدف نگهه ڪان تي نڪري،
ورنه هي اشڪ ڇا لهو ڇاهي؟

بي وضو آ نماز اي زاهد!
خونِ دل سان نه آ وضو ڇاهي.

عرش دل تي آ جلوه آرائي،
سوءِ ڪعبه هي جستجو ڇاهي؟

آ نزول صحيفه و الهام.
"فيض" عارف جي گفتگو ڇاهي؟





غزال مست سان خستہ آ هم ڪنار سهي.
خزانَ جي دوش ۾ دوشيزهءِ بهار سهي.

نہ وصلِ يار مقدّر آ تہ هجر يار سهي،
نہ آ قرار جو دل کي، تہ بيقرار سهي.

"نہ آ بهار جي صورت، غم بهار سهي،"
راحتِ گل نہ آ دل ۾، خلشِ خار سهي.

خرامِ ناز خرامان بذوقِ گل گشتي،
نہ گلعزار آ دل، هاءِ داغدار سهي.

شهيدِ ناز جي تربت کي ڀي متائي ڇڏ،
نہ يادگار رهي ڪو، هي يادگار سهي.

نہ ضربِ ابرو مژگان نہ پيچِ زلف دراز،
نہ تيغ وَ تير جي لذت صليب و دارَ سهي.

هي چشم و قامت و گيسو هي خط و عارض و لب،
هجومِ فتنہءِ محشر هزار بار سهي.

نگاه، سوءِ صنم وا، آ دم عدم پهتو،
نہ سهي برسرِ بالين سرِ مزار سهي.

غضب جو دختر رز تي وئي آ شهر بدر،
نديم خوبِ جگر، شربِ باده خوار سهي.

هي مست خستہ و بي تاب، پيچ و تاب ۾ آ،
اسيرِ گيسوءِ پُرپيچ و تابدار سهي.

مقام، سڪنگرهءِ عرشِ ڪبريا ڪان بلند،
نگاهِ دهر غلط بين ۾ خاڪسار سهي.

سرشتِ رند قلندر اي شيخ حق گوئي،
جو ناگوار آ ڪنهن کي، تہ ناگوار سهي.

بہ بحر حرمتِ زحمت، آ رند خوب خراب،
نہ سهي پارسا اي فيض، گنهگار سهي.

حريم ناز ۾ اي "فيض" بارياب تيم،
نہ سهي نگهہ ڪرم، نفرتِ نگار سهي.





دست ۾ گيسوءِ شب رنگ خدا خير ڪري،
نانگ ڪارو نہ هڻي ڏنگ خدا خير ڪري.

دست و پا کي تو هڻي رنگ خدا خير ڪري،
عربده جو نہ ڪري جنگ خدا خير ڪري.

ملڪ مولىٰ جو نہ آ تنگ خدا خير ڪري،
پاءِ درويش نہ آ لنگ خدا خير ڪري.

نامهءِ حال آ بيرنگ خدا خير ڪري،
ڪوئي تازو نہ هجي ڍنگ خدا خير ڪري.

تاب زنجير گران بار نہ آ فتنہ طراز،
تا ٔ وجهن وَار وري ونگ خدا خير ڪري.

قصہءِ اذن و ڪرامات ۾ ٻهڪي نہ وڃي،
پير صاحب تو پيئي ڀنگ خدا خير ڪري.

تي ويو هاءِ هو اظهار محبت ۾ خفا...
چهرهءِ شوخ آ صد رنگ خدا خير ڪري.

چشم بد دور رقيبن جي پئي رخ تي نظر،
شيشہءِ دل تي چڙهيو زنگ خدا خير ڪري.

ڪثرت بوس ڪان ٿي خار لڳي گل رخ کي،
تنگ دل ٿي نہ وڃي تنگ خدا خير ڪري.

بدگماني ڪان ڪدورت جا ٿيا ڪرڙ ڪندا،
دشتِ دل ٿي نہ وڃي جهنگ خدا خير ڪري.

رقص اميدِ وفا ۾ دل وحشي نہ ڪري،
يار ڇوري ٿو وري چنَگ خدا خير ڪري.

جادهءِ راه محبت ۾ آ سرگرم سفر...
جنهن کي منزل نہ ڏڙي ڏنگ خدا خيَر ڪري.

راڳ ريڊيو تي روبينہ جو ٻڌم، آيو پسند...
ٿو پڙهان روز مان آهنگ خدا خير ڪري.

نازنين نازِ و ادا سان ٿي ننگي ناچ ڪري،
ويو ڇڏي شرم، حيا، ننگ خدا خير ڪري.

"فيضِ" شوريده سر آيو آ، پڇو دور هٽو!
سر ۾ ڪنهن کي نہ هٽي سنگ خدا خير ڪري.





حسن آ درپےءِ آزار خدا خير ڪري.
جلوه گر عشق سرِ دار خدا خير ڪري.

غمزه زن ابروءِ خون خوار خدا خير ڪري،
دستِ قاتل ۾ آ تلوار خدا خير ڪري.

محو آرائش و سينگار خدا خير ڪري،
جنگ جا ٿو ٻڌين هٿيار خدا خير ڪري.

مدعي ٿي ويو غمخوار خدا خير ڪري،
آستين ۾ ٿو رهي مار خدا خير ڪري.

عشق جي راه ۾ هي دام وڏا دين و ڌرم،
حلقهءِ سبحه و زنّار خدا خير ڪري.

مستِ با بسته سبڪ سر آ ڏسو ٿي نه وڃي؟
چورِ زنجير گران بار خدا خير ڪري.

مهر مئي مشرقِ ساغر ڪان ٿيو آه طلوع،
چشمِ زاهد پيَ آ بيدار خدا خير ڪري.

همنشين خوف آ برهم نہ ٿئي نظم جهان،
منتشر ڪاڪلِ خمدار خدا خيرَ ڪري.

شيخ هم شيوهءِ رندانِ خرابات ڏسو،
رهنِ مئي جبّہ و دستارَ خدا خير ڪري.

دين و دل غمزهءِ صد ناز سان غارت نہ ڪري،
غمزه زن آ بتِ پندار خدا خير ڪري.

خلوتِ خواب گهر ناز ۾ پهتم تہ سهي؟
ٿي ويو پَاسبانَ بيدار خدا خير ڪري.

دم اڳي رشڪ مسيحا ڪان نہ پرواز ڪري؟
سست آ "فيضَ" جي رفتار خدا خير ڪري.

ٿي وڃي گل نہ چراغِ سحر شعر و ادب،
حضرتِ "فيض" آ بيمار خَدا خير ڪري.





زمين باقي جهان باقي نہ رهندو آسمان باقي،
کيان بي فائده ڇو لامکان فکر مکان باقي.

ڀلا کھڙي هئي برقِ تجلي دشمني آخر،
ڇڏيو آهي نہ تو منهنجي مکان جو کو نشان باقي.

ويو منجي خيال کعبہ و ديرو حرم واعظ،
فقط آهي صنمَ جو دل ۾ نقشِ آستان باقي.

وڏا روز جزا جو قصہِ غم کي کيان پورو،
اڃا آ داورِ محشر ۾ رهيل کجھہ داستان باقي.

هزارين داغ ويو ڏيئي دل پُرداغ کي گل رخ،
نہ آهي باغِ دل ۾ باغبَان آ گلستان باقي.

بڻايو هر قدم تنهنجي کي مان کعبو کري سجده،
اڃا اي بدگمان آهين ڀلا ڇو بدگمان باقي.

بڏايان ڇا ڀين کي دوست جو بڻجي ويا دشمن،
نهان خانہ ۾ آهي رازدان رازِ نهان باقي.

لبن تي مهر خاموشي صنم پنبه بگوش آهي،
کيان بي وَاسطي ،جو نالہ و آهو فغان باقي.

ڏيان ڇا منهن صنم صف بستۂ مزگان جي لشڪر کي،
نہ آهي خستہ جان ۾ باخدا تاب و توان باقي.

ڏنم تيغِ ستم کي قاتلا هر وار تي بوسو،
محبت جو وڻي ڇڏ گر هجي ڪو امتحان باقي.

مٽائي خود وسائين خاڪ تو ڇا هي محبت آ،
نہ آهي گور ۾ اي دشمنِ جان خاڪِ جان باقي.

هزارين زندگي ۾ آفتون آيون ويون گذري،
فقط آهي اجا اي "فيض" مرگِ ناگهان باقي.





ڪيم جو بيان داستان روئي روئي.
روئايو مون سارو جهان روئي روئي.

نهان خانۂ دل ۾ رازِ نهان هو،
ڪيو هن اڳيان مان عيان روئي روئي.

مچايم شب هجر ۾ شور محشر،
گذايو مون سارو جهان روئي روئي.

رنو طوطين قمرين عندليبن،
چمن ۾ ٿيم غزل خوان روئي روئي.

جواني ۾ غم ياس پيري ۾ حسرت،
گذاريم عمر جاوَدان روئي روئي.

گمانِ محبت نہ هو بدگمان ۾،
هو ڪافر ڪيم مسلمان روئي روئي.

صف نوڪ مژگان تي صف بستہ تارا،
شبِ غم ڪيم ڪهڪشان روئي روئي.

تيو جلوه گر نازنين بعدِ مدت،
ڪيو هن کي مان مهمان روئي روئي.

غم عشق جي بحر طوفان کان همدم،
ڪَيم اشڪِ طوفانَ روان روئي روئي.

هي ابر ڪرم جي ڏسو ابر باري،
روئايو َ مان هي آسمان روئي روئي.

وفا جي عوض بيوفائي هميشه،
ڪيم شڪوهءِ دوستان روئي روئي.

خبر سوخته دل "فيض" جي ڇا ٻين کي،
ڪندين ياد اي رازدان روئي روئي.





چو تو ستائين مون کي ستمگر گھڙي گھڙي.
دل ۾ هڻين تو ديد جا نشتر گھڙي گھڙي.

توبه ڀڳم، جو مون ڏٺي توبه شکن نوا.
ساغر جي هنجي بزم ۾ سر سر گھڙي گھڙي.

ڳولهيو صنم کي ها، مون ايمان و ڪفر ۾.
ڪيم تلاش مسجد و مندر گھڙي گھڙي.

ڪيئن اچي هت هوش بزم ۾ جنون فروش.
لڳي ٿي بوءِ زلف معنبر گھڙي گھڙي.

آيو خرام ناز جو ميدان حشر ۾.
گھري پناهه شورش محشر گھڙي گھڙي.

مائل بہ ڪرم ٿي ويو جڏهن هو مست ناز.
آندا سلام مون ڏي پيمبر گھڙي گھڙي.

والله وقتِ مرگ پيي هي حرف لاالله.
چوندو ويو هو مرد، قلندر گھڙي گھڙي.





رند باده مست ميخواري ڪئي.
عرش تي ساقي وضعداري ڪئي.

خواهشِ رحمت گنهگاري ڪئي،
رحمتِ باري ڪرم باري ڪئي.

عاشقي ۾ گريہ و زاري ڪئي،
بت پرستي ۾ بہ ديناري ڪئي.

ٽيو چراغ گل ڪان هو روشن لحد،
گور تي گل رخ جو گل باري ڪئي.

شمعِ بالين رشڪ ڪان گل تي وئي،
شمعِ رو جو غم ۾ غمخواري ڪئي.

سايہ افگن مهر محشر تي ويو،
احمدِ مرسل نگهداري ڪئي.

رهگذر آهي جهان آخر فنا،
زندگي ڪنهن سان وفاداري ڪئي.

لاش تي روئي چيو هو نازنين،
عمر ڀر هن ناز برداري ڪئي.

ٽيو لهو ڪان لعل هو روءِ هلال،
خنجرِ ابرو جو خونخواري ڪئي.

سر جهڪايم جو سر سرور اڳيان،
مان فقيري ۾ ٻي ’سرداري ڪئي.

تون ٻي اي زاهد غرور زهد ۾!
صورتِ شيطان زيان ڪاَري ڪئي.

بندگي ڪر خانقاهي ڪي ڇڏي،
تو گهڻي اي شيخ مڪاري ڪئي.

رب ڪعبہ جو ٽيو مقهور هو،
جنهَن فقيرن جي دل آزاري ڪئي.

رند بي پرده هو پردي ۾ رهيو،
”فيضَ“ تي ستار ستاري ڪئي.

عارفن جي دل ۾ گور ”فيض“ آ،
رحمت باري آ گل ڪاَري ڪئي.



بڪيف و مستيءِ چشم غزالان جهان ساقي.
ٿيم سر گشتہ و آوارهءِ ڪوءِ بتان ساقي.

لبالب، لب تي آ جو، زندگي رطلِ گران ساقي،
خدا شاهد جو اسبابِ نجاتِ دوجهان ساقي.

فلڪ تي جلوه گر آهي جو خورشيد جهان ساقي،
ضياءِ پرتوِ آئينہءِ طلعت رخان ساقي.

فزون حور و قصور و ڪوثر و تسنيم جنت کان،
سرورِ بوسہءِ جامِ لبِ لالہ لبان ساقي.

شراب و شاهد و مطرب، رباب و رقص و سرمستي،
نصيبِ خوش نصيبان صحبتِ صاحب دلان ساقي.

خوشا صد رنگ رنگيني جو حوران جنان حيران،
شهيدِ نازِ گل رخ جو ڪفن آ خونچڪان ساقي.

برنگ ڪهڪشان روشن چراغِ لالہ و گل سان،
مزارِ ڪشتہءِ تيغِ خطِ لالہ رخان ساقي.

رمِ مست سبڪ سر آ زقند آهوءِ صحرا،
ڪيم هڪ جست ۾ طي عرصہءِ ڪون و مڪان ساقي.

بدستِ مئي ڪشان بند قباءِ شاهد فطرت،
خرد بيحوصلہ پيشِ شعور بيخودان ساقي.

ڪڪر ڪارا جو ڪعبي کان ببامِ ميڪده رقصان،
وسي ٿو ابرِ رحمت برسرِ باده ڪشان ساقي.

جگر ٿي ذره ذره ديده تر ۾ تري آيو،
جوابِ ساغرِ گل رنگ چشمِ خون فشان ساقي.

جلي نہ مهر محشر التهاب آه سوزان ۾،
شرابِ آتشين کان ٿو رهان آتش بہ جان ساقي.

سيه مستي بزير سايہ زلف يقين شادان،
تپِ مهرِ گمان ۾ مضطرب زهدِ گران ساقي.

ڏبا ڏوتم معاصي جا وجهي درياءِ رحمت ۾،
نہ ٿيو تر دامني کان خشڪ بحر بيڪران ساقي.

ڪري جو سرڪشي باده ڪشي کان ڪفر و بيديني،
ڪري جنهن دم اشارو ابروءِ پيرِ مغان ساقي.

ويم پي جنبش لب ۾ هي ميخاني جو ميخانو،
وري "فيض" بلاڪش جو وٺي ڏس امتحان ساقي.





تہ گيسو رخ گلفام ساقي!
شفق آلوده مهرِ شام ساقي!

نہ ڪر رندن کي تشنہ ڪام ساقي!
آ گر جام دردِ جام ساقي!

خدا بڻجي وڃان خود بيخودي ۾،
خودي جا گر مٽن اصنام ساقي!

سراپا قطرهءِ درياءِ وحدت،
دوئي جا دور ڪر اوهام ساقي!

حرم کان دور آ عرشِ معليٰ،
درِ ميخاني کان هڪ گام ساقي!

بخوف سطوتِ مستيءِ مستان،
خرد آ لرزه بر اندام ساقي!

وري هڪ جرعءِ جامِ ساقي،
مٽائي ڇڏ دوئي جو نام ساقي!

نہ ڏي بوسو نہ لب ڪي ڪر لبالب،
لبِ شيرين ڪان هڪ دشنام ساقي!

فرازِ عرش تي نام و نشان آ،
زمين تي تو رهان گمنام ساقي!

شب ماه و بهار و شاهد و گل،
مئيَ گلفام ڏي گلفام ساقي!

رهيو قيدِ دوِ عالم ڪان هو آزاد،
هي تنهنجو بندهءِ بيدام ساقي!

ڏنو مزده سروشِ عالمِ غيب،
کلي ويو بابِ فيضِ عامَ ساقي!

ڇڏي زهدِ گران پيي جامِ عرفان،
ٿيو آ "فيض" ڪي الهامَ ساقي.



## ساقي نامہ

هي رقص جام تند و تيز ساقي!
سمندِ طبع کي مهميز ساقي!

گداءِ درنشين جي کج ڪلاهي،
حريف طرهءِ پرويز ساقي!

لبن تي آهہ جامِ رشڪ ڪوثر،
لبِ شيرين شهدَ آميز ساقي!

رخ گل رنگ آ رنگين گلستان،
قدِ دل ڪش آ دل آويز ساقي!

مريضِ غمزدهءِ حسن ڪافر،
مگر آ ڪفر کان پرهيز ساقي.

سراپا ڪيف و مستي جو آ عالم،
نگاهِ شاهدِ نوخيز ساقي!

دوعالم بيخودي مستي ۾ رقصان،
پريشان زلفِ عنبر بيز ساقي!

بجز تنهنجي نہ مان کنهن ڏي نهاريو،
مريضِ عشق کي پرهيز ساقي!

خدا آگاهه مردِ خود فراموش،
برنگِ سرمد و تبريز ساقي!

مئي عرفان کان منصور وانگر،
خمِ دل تي ويو لبريز ساقي!

پر جبريل پيي آ گرد آلود،
سَمندِ ناز تند و تيز ساقي!

سبو و ساغر و مينا و مئي مست،
نگهہ تنهنجي جنون انگيز ساقي!

ڏنم صدف دهان "فيضِ" دريا،
آ در افشانَ و گَوهر ريز ساقي،





مجنون يي ڇيو مون کي ديوانه و سودائي
ڇا دادِ جنون آهي؟ ڇا حوصله افزائي؟

هو رشکِ مسيحا آ، سرگرمِ مسيحائي
بيجان ۾ جان آئي، خسته ۾ توانائي

جو شهر غزالان کان هي بادِ صبا آئي
صحرا ۾ ٿيو سرخم هر آهوءِ صحرائي

سر يي ويو مٿجي آ سنگ در جانان يي
ڇا سجده سرائي آ؟ ڇا ناصيه فرمائي؟

ڇا منزلِ عشق آهي هر چيز آ بيگانه؟
هوشياري و بيهوشي، ناداني و دانائي

ڇا حسن و جمال آهي؟ ڇا شانِ ڪمال آهي
انسان يي شيدائي الله يي شيدائي

هر چيز آ، آئينو هن شاهدِ فطرت جو
هر هنڌ نظر آيو آ يار يي هرجائي

اي حسن ازل تنهنجو ثاني نہ ڪوئي همسر
مرغوبِ دو عالم کي هي نازِش يڪتائي

اي سرو سهي قامت هر فتنہ قيامت آ
هي نازَ و ادا غمزه برنائي و سرعنائي

عڪس رخ گل رخ ۾ صد رنگ گلستان آ
فطرتَ جي آ نقاشي گل لالہ جي لالائي

آ ڪارگہ هستي بازيچہ طفلانہ
دنيا هي تماشو آ مان آهيان تماشائي

اي "فيض" فزون تر آ، هر عيشِ دو عالم کان
هڪ هن سان شناسائي، هڪ گوشۂ تنهائي





مهر و ڪرم بصورت ناز ستمگري
زنده رهان ٿو عشق ۾ تنهنجي مري مري

سر تي ڪلاه فاقه و فقر و قلندري
قدمن ۾ آهَ طرهءِ تاجِ سڪندري

ڪعبو ڪري طواف چمي عرش نقشِ پا
نه جاءِ همسري نه مجالِ برابري

هر لحظ آهه خواهشِ تيرِ نگاهِ ناز
هر چند پاره پاره جگر دل ذري ذري

سوزِ فراق آتشِ دوزخ کان آ شديد
جنت کان لطفِ وصل رکي ٿو فزون تري

هر چند جو خدا پيي هيو ناخدا پيي هو
درياءِ عشق ۾ هو ٻڏي ويو تري تري

دار و رسن تي پيي آ زبان تي صنم صنم؟
مومن خدا خدا ڪيو ڪافر هري هري

آسائشِ بهشت کان خوشتر آ هر ادا
هجر و وصال و ظلم و ستمِ مهر گستري

آيو نظر جو پرتوِ حسن و جمالِ يار
حيران حور حور پريشان پري پري

دربان هزار بار ڌڪاري ڇڏيو مگر
در تي هي دردمند هو آيو وري وري

آ چرخ تي ستارهءِ عشاقِ در نشين
شاهي کان آ بلند صنمَ جي گداگري

اي سرو ناز پرور باغ بهار حسن
خوبانِ روزگار تي تنهنجي آ سروري

باغِ بهشت و "فيض" خراب و خطا شعار؟
پروردگار تنهنجي آهي بنده پروري





خدا منهنجو خودي منهنجي خدائي
زمين کان آسمان تائين رسائي

جمال شاهدِ فطرت ڏسي چا؟
خوديَ کي آه ذوقِ خود نمائي

نہ نڪتو ناوڪ پيوستہ دل کان
گهٽي صياد ڪئي زور آزمائي

بڪنجِ گور تڙپائي نہ دل کي
بيادِ دلربا دردِ جدائي

قيامت زير آشوب قيامت
خوشا سرو جي آ ڪج ادائي

اجا ميڪش کي هوشِ باده نوشي
اجا ڏي ساقيا سُرڪي سوائي

مرڻ کان پيشتر مسڪين کي ماريو
وفا پرور بشمشير جدائي

زبان آ منهنجي گويا بي زباني
نوا پرداز آهي بي نوائي

مقامِ بندگي هرگز نہ ڏيندس
خدا بخشي اگر ساري خدائي

قلندر کي آ گنج لاالله بس
پڳو مون ڪاسہءِ دستِ گدائي

وسايو "فيض" يي ڪنجِ خرابات
خدا حافظ طريقِ پارسائي





برسر دار کٿي آئي آ شوريده سري
باخبر آه ڪيو هوشِ خبر بي خبري

تو خدا کي نہ سڃاتو نظر ڪم نظري!
جسمِ نوري جو هيو زيبَ لباس بشري

مهر پيشاني و سيمي تني زرين ڪمري
گوشہءِ عرشِ دل آهي افقِ جلوه گري

مضطرب شوق شهادت ۾ آهي ڪشتہءِ ناز
ڦير گردن تي ڇري اي نظرِ خوش نظري

تو ڏٺو آه جمال رخ زيبا نہ ڪڏهن
نازشِ ديده وري اي بصرِ بي بصري؟

شبَ هجران ۾ هيو زلزلہءِ عرشِ برين
نالہءِ نيم شبي، آه و فغانِ سحري؟

پيشِ رندانِ ولي ذڪر ڪرامات نہ ڪر
شيخ آ تنهنجي دعاَ ۾ اثر بي اثري!

سازِ دم ساز آهي قلقلِ مينا بخدا
جامِ گل گون ۾ بہ مستي تي ڪري رقص پري

يار همراھ هجي راھ ۾ منزل نہ هجي
راحتِ خلد کان خوشتر سفر هم سفري

حالتِ زار ڪر هن مستِ تغافل کي بيان
اي صبا گر تنهنجي گذرِ خوش گذري

مون کي محشر ۾ ڪم آيو عملِ بي عملي
داغِ لاله ٿيو ثابت ثمرِ بي ثمري

راه جانانہ ۾ گذري وئي آ عمر روان
خوب عشاق جو گذران گذرِ رَهگذري

نازنين فيض جي ڪئي آ طلب خوش طلبي
هاتف غيب ڏني هي خبرِ خوش خبري





جبين آئينۂ نور نهاني
خطِ عارض ڪتابَ آسماني

ڪري ٿو فيض ڇا گوهر فشاني
ڏسو بحر طبيعت جي رواني

ڪيم باغ سخن جي باغباني
شبابِ گل دليلِ ناتواني

ڇيو هن فتنہ گر چاهي قيامت؟
چيم اي سروِ قد تنهنجي جواني!

نفس پرور نسيم زلف مشڪين
اچي وئي ناتوانيَ ۾ جواني!

شراب و شاهد و مهتاب و مطرب
الاهي رات آ کهڙي سهاني

دناليون ديد جون دل کي ٿو مارين
خدا بخشي حياتِ جاوداني

نظر تنهنجي نظر ۾ آ نظر بند
ڪيان دل جي پلا ڇا نگهباني

جگر خون، درد ڪان دل ذره ذره
ڪري ٿي ديده، تر خون فشاني

چون يار ٿا مرده باد دشمن
جهان ۾ پيي رهان ٿو انجهاني

ولي ڪي ٿو ولي ڄاڻي سڃاڻي
پلي مجهول ڪر ريشہ دواني

رهيو رند قلندر بي گهر و در
ميسر آهہ شانِ لامڪاني

وري سجدو ڪريو مون کي فرشتو!
نہ رب آهيان مگر روحِ رباني

هجوم گل رخان انبوه خوبان
مزارِ "فيض" تي آ گلَ فشاني





كيم جو شدتِ عشقِ صنم کان ناله فرسائي
سرِ محشر ٿيو اي همنشين! عالمِ تماشائي

خيال محشرستان بزمِ دل ۾ ٿو رهي هردم
کيان خلوت نشيني ۾ به ٿو مان عالمِ آرائي

ٿيو عاشق تنهنجو اي خوبرو! محبوب عالم جو
جهان انجو آ شيدائي، جو آهي تنهنجو شيدائي

بجز تنهنجي رهان ٿو يار بيگانو دو عالم کان
نہ ڪنهن سان دشمني آهي نہ ڪنهن سان آ شناسائي

ڪيو جوشِ جنون اي عشق هو خانہ کان بيگانو
ڪيم ساري عمر صحرا نوردي دشت پيمائي

نظر آيو دگيتي ۾ نہ ڪو همسر گهڻو ڳوليم
ميسر دلربا کي آه، اي دل شانِ يڪتائي

گوهر باري ڪئي صدف زبان خوشگو جي محفل ۾
جڏهن بحرِ طبع ۾ آيو همدم موجِ دريائي

غزل گو خامہ بدندان ٿيا همدم بحيراني
زمينِ غزل تي جڏهن ڪئي مون خامہ فرسائي

ڪٿي آهيان جناب شيخ صاحب هن ڪان بيگانہ
تصور ۾ ڪيان ٿَو هر گهڙي مان عرش پيمائي

تلاشِ منزل ليليٰ ۾ مجنون ڪي ڏنم حيران
تہ آيو يادَ مون ڪي تشنہ لب آهوءِ صحرائي

نظارو مهروش ممڪن نہ آ تنهنجو ڪري ڪوئي
رهي ناڪام آ تنهنجي اکيان چشمن جي بينائي

خدا شاهد نمازِ عشق ۾ گذري حياتي آ
ڪيم اي "فيض" پائي يار تي هردم جبين سائي





اي قامتِ جانانہ خوشا فتنہ طرازي
ڪوتاه نظر آئي قيامت جي درازي

سرخم آ پئہ خم تي بذوق قدح بازي
هي رند جو آ رند، نمازي جو نمازي

چو مان نہ ڪيان سجده، خدا ييي آ صنم ييي
در پرده حقيقي آ بظاهر آ مجازي

دامانِ صنم دست ۾ سر پاءِ صنم تي
مستيءَ جي آ مستي ۽ نيازي جي نيازي

اي يار خم گيسوءِ سرڪش جو قسم آ
محشر ڪانَ دراز آه شبِ غم جي درازي

هر وار تي قاتل ڪي چيم وار وري ڪر!
منصور! ڪٿي توڪان ويم عشق جي بازي!

زاهد کي آهي زهدِ گران تر تي تڪبر
رندن کي دمِ عاجزي و نازِ نيازي

هن کي آ عصا دست ۾ هو تيغ بکف آ
برتر آ مؤذن کان گهٽو رتبۀ غازي

آئينہ گر آئينۀ عارض ۾ ٿيو محو
هن ترک ڪئي شيشہ گري آئينہ سازي

پيغمبر و جبريل و فرشتہ ٻيي تصّدق
يزدان ٻيي سرِ عرش تہ دامِ نيازي

تڙپي ٿي پئي گردِ تن کشتۀ هجران
وڃ خاڪِ تہِ گورَ ڪٽي بادِ حجازي

ڪافور جي صورت ۾ تپ عشق پگهاريو
هر رات جلي شمع ڏسيَ دل جي گدازي

محشر ۾ ڏني جام و صراحي ٻيي گواهي
هي "فيضِ" بلانوش نمازي آ نمازي





رڳو ڪار عشق و جنون ڪيم
نڪي دينداري نہ ڪافري
رهيو ورد منهنجو صنم صنم
نہ خدا خدا، نہ هري هري

تنهنجي چشم حشر طراز کان
آ هلاڪ شيوهءِ آذري
خم دامِ زلف دراز ۾
آ اسيرَ جادوءِ سامري

نہ ڪو سر هيو تاج آشنا
نڪي تخت شاهي هو زير پا
تي عشق جو ويم شهنشاهہ
ڪري تنهنجي در جي گداگري

هجي ڇو نہ هي ڪار ڪافري
ڪندس خوب هن جي مان بندگي
منهنجو هو خدا آهي، اي خدا
جنهن جو ڪار آ بنده پروري

تنهنجي چشم مستي نواز کان
رهي مست ِهردم مست ٿو
نہ شعور جاه و جلال آ
نہ خيالَ و وحشتِ قيصري

نہ حکايتِ غمِ زندگي
نہ شکايتِ رنجَ بيکسي
فقط آه ِ روداد عاشقي
جو کيان بيان ٿو سرسري

نہ خيال دير و حرم رهي
نہ جهان و عقبيٰ جو غم رهي
رڳو ياد هو دم بدم رهي
اهو آ طريقِ قلندري

ٿيم آشنا جڏهن راز کان
بري ٿيم نشيب و فراز کان
نہ جنون و وحشتِ برتري
نہ خيال و احساسِ کمتري

غم و عيشِ عالم کان بيخبر
جو جهان کي سڄاڻان ٿو رهگذر
مون کي آ پسند قلندري
نہ تونگري، نہ سکندري

غضب غمزهء چشم سرمہ سا
قهر قامت سر وَ فتنہ سا
بت عربده جو جي هر ادا
آهي عالمِ طرزِ دلبري

نہ خيال خلد ۾ خوار ٿي
ڪر ايَ شيخ بي لوث بندگي
هي گنه گناه عظيم آ
ڪري خلق خالقَ سان تاجري

نہ فريب روزِ حساب ڏي
اي جنابَ ڏي يا جواب ڏي
نہ خيال خلد عذاب ڏي
نہ تصَورِ عيش آوري

اهو ڪير هو دربدر هيو
ستم ديده و ديده تر هيو
اهو "فيض" شوريده سر هيو
جنهن کي پيش آ قهرِ بي گهري





لبالب لب تي آ جامِ الستي
خوشا اين شيوهءِ رندي و مستي

دريده پردهءِ اسرار آهي
ڏسو دستِ جنون جي پيش دستي

ڏسڻ چاهين اگر قدرت خدا جي
وڃي ڪر بتڪده ۾ بت پرستي

زبان تي نعرهءِ الفقر و فخري
مبارڪ فاقہ مستي، تنگ دستي

نہ ڏيندس جنتِ ارزان تي يارب!
متاعِ بندگي آهي نہ سستي

جواب ربِ ارني، لن تراني
مخاطَب عرش تي هستي سان هستي

فنا في الله تي مثلِ انالحق!
سراسر حق پرستي، خود پرستي

جزاءِ عاجزي آ سر بلندي
سراءِ سرڪشي، تذليل و پستي

نہ تون دل کان وچين ها دل نہ توکان
وئي ويران ٿي آباد وستي

ڪليو جو "فيض" رازِ بود و نابود
مٽايم صفحہءِ هستي کان هستي



*

نگاه مست و ميخوار و شرابي
لبِ گل رنگ آ جامِ گلابي

برنگِ شب سيهہ زلف سيهہ تر
رخِ تابان ۾ تابِ آفتابي

ٿيو خونِ جگر گوهر نگھہ ۾
صدف ۾ قطرهٔ آب سيمابي

ملي ويا خاڪ ۾ مٿجي شھنشھہ
نہ ٿيو حاصل مقامِ بوترابي

رهيو شوريدگي ڪان سرشڪستہ
ببحرِ عاشقي عمر حبابي

ادا و عشوه و غمزه سان ماريو!
خدا بخشي صنم عمر شھابي

غضب آ، ظلم آ، قهر و قيامت
سرِ محفل عدو سان بي حجابي

اڳي هو سست رو قاصد ڪان آيو
اجل کي دم ڏنم دادِ شتابي

ڪري خوش طالعي تي ناز جنهن کي
ميسر هم نشيني، هم رڪابي

نگهہ کي آ ڪٿي تابِ نظاره
نقابِ روءِ روشن بي نقابي

ملي چا خسر و الفت کي شيرين
نصيبِ ڪوهڪن ناڪاميابي

برنگ شيخ خونِ خلق يارب!
نہ پيتو هو ڪڏهن رندِ شرابي

درِ دلبر وسايم گهر وساري
محبت باعثِ خانہ خرابي

لبِ گل گون جو بوسو "فيض" گويا
لبالب لب تي آ جامِ گلابي





نازِش دستِ جنون چاڪ قباءِ دلبري
مطلعِ مهرِ محبت يعني آشفته سري

حسن يڪتا سان ڪري ڇا لاله و گل همسري
پرتوِ آئينهءِ رخ مهر و ماه و مشتري

هڪ اداءِ ناز تي حيران ڪليم و سامري
موجهءِ لب معجزهِ چشم ۾ جادوگري

موجهءِ درياءِ مستي جنبشِ لب لاله لب
ساغرِ زرين ۾ رقصان آهه صهبا جي پري

چهرهءِ نور آفرين آئينهءِ روءِ خدا
اي بتِ ڪافر صنم رشڪِ بتانِ آذري

جسم لرزان ڪان وجودِ دوجهان لرزيده تر
موجهءِ رفتار رقصِ ڪبڪ و طائوس و دري

ناوڪِ مزگانِ تير انداز آ تير قضا
يورشِ ابرو ۾ زور و ضربِ تيغِ حيدري

خسرو خوبان جي خوبي تي همه خوبان نثار
طرهءِ گيسو تي قربان آهه تاجِ سروري

شعله رو سيمن ذقن گل پيرهن، نازڪ بدن
برگِ گل آتش بجان از غيرتِ نازڪ تري

ديده تر ڪان روان دريا بدريا جو بجو
خانہء اغيار ۾ هي بارشِ جلوه گري

دوست دشمن جي چوڻ تي تير طعنن جا هنيا
دل جگر جا ذره آيا ديدهءِ تر ۾ تري

بيخودي ۾ تو وٺان قربِ الاهي جا مزا
ٿي پري علمِ مسلماني و جهلِ ڪافري

همنشين خلوت ڪده ۾ رات بلقيسانِ شهر
جز سليمان ڪنهن کي آ حاصل مقامِ همسري

خامہءِ خوش ڪار آ هم شيوهءِ لوح و قلم
نغمہءِ فيضِ ازل اي "فيض" تنهنجي شاعري

لب ڪشا ٿيو بزم ۾ "فيض" شهنشاهِ سخن
هم نشين گويا کلي ويو بابِ گنجِ گوهري





اي مستِ تغافل بي خبر، اٿي خبر چرئي تي ڇا گذري
تنهنجيءَ عشق ۾ حاصل آ رڳو، هي دربدري دريوز گري

تنهنجي فرقت ۾ ٽا چاڪ چڪن، هڏ ماس ڳري تن ريشه ٿيو
ڏس نامِ خدا هڪ وار اچي، ٻڌ دانهن دکيل جي درد ڀري

هو عشق تنهنجي ۾ ياد ڪٿي، هي ڪعبه و مندر دين ڪفر
تنهنجي نقش قدم تي سجده ڪيم، صد بار جهڪي لک وار ڦري

تنهنجي سر مگين چشمن زلف، سيه، اي ڪافر، رخ حيران ڪيو
آهيان بي گهر، در آهي شام و سحر، آشفته سري ديوانگري

وٺين ناز و ادا سان دلڙي ڦري، مغرور رهين، مجبور ڏسي
اي دشمن، جان ڇو مونتي ڪيئه، هي ظلم و ستم بيدادگري

صف بستهءِ مزگان جو لشڪر هر وقت ڇپيو ٿو تير هٽي
هي زخمِ جگر هن روز نوان، ڏس سينه فگاري جامه تري

آهين حسن و شباب ۾ مست رڳو، هر روز هزار سينگار ڪري
تنِ لاغر تي ڪا ليڙ نه آ، ڏس خسته تني شوريده سري

ڇڏ جور و جفا، ڪر مهر و وفا، ڊچ درد ڀريئه جي دانهن ڪان
منهنجون آهن آهون اثر ڀريون، هي نالئه شب آه سحري

بت، ڪافر تي اي "فيض" ڪيم، ايمان صدقي ايمان جو قسم
ٿيَم مست جمال، ڪمال مٿان ڏسي سيم تني زرين ڪمري



سجده تہ صنم هر هنڌ ڪيم
ڪعبہ نہ سهي بتخانہ سهي

رڳو نام هو تنهنجو وردِ زبان
يزدان نہ سهي، جانانہ سهي!

دم صبح ملي سرِ شام ملي
تنهنجي دست کان مئي گلفام ملي!
هر چند براءِ نام ملي
ساغر نہ سهي، پيمانہ سهي!

مان ڪشتہءِ درد و فراق و الم
سمجهان ٿو ستم کي لطف و ڪرم
تون سمجهين نہ سمجهين پنهنجو صنم!
تنهنجو نہ سهي، بيگانہ سهي!

ڪر پرده پري اي پرده نشين!
مري ذوق وصال ۾ ٿو مسڪين
ڏسي مصحف رخ قرآن جبين،
هردم نہ سهي، روزانہ سهي!

المست اکين تي مستانہ
دنيا کان يگانہ بيگانہ
ديوانہ چون ٿا ديوانہ
دانا نہ سهي، ديوانہ سهي!

وجهہ ڪاڪلِ پيچان جا جولان
ڏي چشمِ شرابي جا پيمان
هن رمزنَ غمزن تي قربان
زندانہ نہ سهي، خمخانہ سهي!

هر ذره وحشتِ سر صحرا
هر قطرهءِ ديدهءِ تر دريا
غم ديده و خستہ و آواره
خانہ نہ سهي، ويرانہ سهي!

درياءِ محبت دل ۾ روان
سر تي آ جنون جو سنگ گران
ٻڌ داد نہ ڏي اي دشمنَ جان
واقعہ نہ سهي، افسانہ سهي

اي غاليہ مو، رخ خلد آئين
نہ ڏي بوسہ لب دهن مشڪين!
ڏي بوسهءِ پاءِ عطر آگين
مشڪين نہ سهي، عطرانہ سهي!

اي لالہ لبو، نرگس نظرو
زرين ڪمرو، تن سيم برو
دل "فيض" ڏيو، اي غمزَه گرو
شڪوه نہ سهي، شڪرانہ سهي!





خوشا شانِ فقيري، ڪج ڪلاهي
رهيوس قَدمن ۾ تاجِ بادشاهي

خمار نشه دوشينه ڪي تو
ڪياَن تازه بجامِ صبح گاهي

ڪري وعدو قيامت جو وڃي ٿو
قيامت آ، قيامت ناهين ڇا هي؟

فلڪ کان خواهشِ داد حوادث
عبث بيدادگر کان داد خواهي

جهڪي ڇو نہ سر، جبريل در تي
ميسر آ مقامِ قبله گاهي

جلان ٿو آتشِ طلب، طرب ۾
جهنم ۾ پوي جَنت الاهي

در دلبر تي وس ابر بهاري
وڃي ڏي چشم گريان جَي گواهي

ويہ طوفان ۾ گهر ڪان سوءِ صحرا
جنون ڪي آهہ ذوقِ بي پناهي

رخ روشن ڪان گر غافل رهان، ڏي
قيامت ۾ سزاءِ رو سياهي

وڃي آباد ڪر ڪاخ محبت
اگر منظور آ گهر جي تباهي

رخ انور سان نسبت مهر ڪي ڇا
عيان ڪوتاه بيني ڪم نگاهي

جزاءِ عجز قهر بي نيازي
گناهہ "فيض" خَستہ بي گناهي



سُرور آيو نہ جنت ۾ جو پيتم جام اي ساقي
شرابِ ناب پيي آ روغنِ بادام اي ساقي

هو رند آهيان سمندر جنبش لب ۾ ڪيم خالي
ظروفِ جام آهي چرخ نِيلي فام اي ساقي

پيو اي ميگسارو موسم باد بهار آهي
ڏنو بادِ صبا ويندي مونکيَ پيغام اي ساقي

خدا شاهد زمين تي، آسمان تي، عرش تي پيتم
رهيو هر هر جڳهہ منهنجو هي شغلِ جام اي ساقي

طواف ڪعبہ ڪان پيي اڳ ڪيم ڪعبي ۾ مينوشي
جو آمينا بہ ڏس هي جامۂ احرام اي ساقي

شراب و ساغر و مينا نہ پيماني نہ ميخاني
ڪيو بيهوش تنهنجي چهرۂ گل فام اي ساقي

نہ آهي بادۂ گل گون ميسر هاۓ مدّت کان
پيان ٿو خونِ دل پنهنجو مان صبح و شام اي ساقي

ڪيو جام فنا هن سست پا کي تيز پا ڪيڏو
ڪيم راهِ عدم کي با خدا هڪ گام اي ساقي

پيئڻ ڪان بعد فڪرِ چشم ميڪش ۾ ٿيم مضطر
خوشي ٻيي پيش َآئي صورتِ آلام اي ساقيَ

ٻيگم شور جهان ڪان گور ۾ پي جام تنهائي
ڏنو محشرَ نہ هت مونکي ڪرڻ آرام َاي ساقي

لحد ۾ بوءِ مئي ڪان هي فرشتہ ٻيي نہ ٿيا داخل
عذابن ڪان ڇڏايو آهہ مونکي جام اي ساقي

مئي صبح ازل انڪار نوشي راز هو ور نہ
ٿئي ها خَلق ۾ ڇو بي سبب بدنام اي ساقي

هي دور جبر آ، يا دور جمهوري جو وحشين ڪان
ڦري ٿي پاڪ ۾ انَسانيت ناڪام اي ساقي

وڃان ٿو ميڪده ڪان تشنہ لب باد بهاري ۾
غضب آهي ڇوين ٿو آهِ فيضِ عامَ اي ساقي

ڪندو ڇا هي جنون صحرا نوردي، چاڪ داماني
"اچا مستن کي گهرجي پيو بہ دورِ جام اي ساقي"

شراب عشق ٻيي، آ بندگي ڪان عاشقي بهتر
بوقتِ نيم شب ٿيو "فيض" کي الهام اي ساقي





آ يار جلوه بار خدا ڪارساز آ
مان ۾ وصالِ يار خدا ڪارساز آ

گل رخ و گلزار خدا ڪارساز آ
باده و باده خوار خدا ڪارساز آ

ابر بهار و مطرب و ماه منير و مئي
آغوشِ نو بهار خداَ ڪارساز آ

بازو تي موجِ ڪاڪلِ بلقيس اي صبا
لب لب سان همڪنار خدا ڪارساز آ

هن ڪي زبان درازي و گستاخيءِ رقيب
گذريو هو ناگوار خدا ڪارساز آ

درياءِ بيڪران ۾ بجز ناخدا نديم
ٻيڙو ويو ٿي پار خدا ڪارساز آ

صد بار شڪر صحت زندان ۾ ٿي ويو
قاضي پيي ميگسار خدا ڪارساز آ

روئي ڏنو هن قتل ڪري تڙپندو ڏسي
قاتل پيو شرمسار خدا ڪارساز آ

بخيهگر ازل کي هو مرغوب ٿي ويو
دامانِ تارتار خدا ڪارساز آ

هم مرتبهء حضرت عيسيٰ بڻي ويم
مان ۽ صليب و دار خدا ڪارساز آ

باب حريم ناز لکيل چشم پاسبان
خوابيده پُرسخمار خدا ڪارساز آ

هو ڪارساز هر گهڙي سرگرم ڪار آ
ڇڏ فڪرِ ڪار يار خدا ڪارساز آ

حور و قصور و ڪوثر و تسنيم و باغ خلد
"فيضِ" گنهگار خدا ڪارساز آ





مطرب و ماه پيي آ مئي بہ آ گلزار پيي آ
جلوهٔ يار پيي آ موسمِ بهار پيي آ

بزم ۾ پيش، نظر يار پيي، اغيار پيي آ
راحتِ گل پيي آ دل ۾، خلشِ خار پيي آ

شهدِ ديدار پيي آ شربتِ گفتار پيي آ
لطفِ انڪار پيي آ، لذتِ اقرار پيي آ

مست ميخانهٔ عرفان ڏي سبڪ سر ٿو رهي
سختيءِ دار پيي زنجيرِ گران بار پيي آ

جنبشِ ابرو و مزگان آ، خدا خير ڪري
بارشِ تير پيي آ، يورش تلوار پيي آ

ٿو وٺان تلخي و شيرينيءَ جانان جو مزو
مائلِ پيار پيي آ، برهم و بيزار پيي آ

عالم عشق ۾ حيران رخ و گيسو ڪي ڏسي
روزِ روشن پيي آ، اي يار شب تار پيي آ

ذوق بخشش ۾ پڪاريو آ لب رحمتِ حق
اي فرشتو ڪوئي محشر ۾ گنهگار ٻيو آ

آئينہ آئيني جي روبرو خورشيدِ جمال؟
توکي اي حسنِ ازل حاجتِ سينگار ٻيو آ؟

دوستو حيف! نصيحتِ بدم حالتِ زار
چاره گر ٻيو ڪوئي، همدرد ٻيو، غمخوار ٻيو آ

برسر گور ڪري رقص تو هر ڪشتہء ناز
اذنِ عيسيٰ دمان پازيب جي جهنڪار ٻيو آ

وحشتِ خلد ۾ تضحيڪ جبين سائيء خلق
مضطرِ وصل ٻيو ڪو طالبِ ديدار ٻيو آ

اهل دل عارف اسرار ڪوئي نڪتہ شناس
شعر مان ڪنهن ڪي ٻڌايان ڪو سمجهدار ٻيو آ

قصہ عشق ڪيو روئي بيان عاشقِ زار
اشڪ افشان ٻيو آهي "فيض". گوهر بار ٻيو آ





هو شاهدِ فطرت جو تيو جلوه نما آ
ايمان پڇيو عشق کان بندو آ. خدا آ؟

ابروءِ صنم گوشءِ محرابِ دُعا آ
تسبيح خمِ زلفِ دمِ ذڪرِ خدا آ

دل مضطرب پيچ و خم زلف دوتا آ
گوَيا ڪوئي ديوانو تهِ دامِ بلا آ

اي خسرو خوبان جهان چرخ مڪوڪب
مون وانگي تجسس ۾ تيو آبله پا آ

آ چشمءِ حيوان صنم چاه زنخدان
والله لبِ شيرين خمِ آبِ بقا آ





زرين ڪمري، سيمر تني لعل لبي ڪان
سيماب پيي لرزيده پا اي ماه لقا آ

هر برگ گل حيران آ، نازڪ بدني تي
هي مرغِ نگهہ گلشنِ عارض تي فدا آ

ڇا گيسوءِ پرخم جي ڪري گره ڪشائي؟
سنبل ڪَدهءِ زلف ۾ پابستہ صبا آ

هوش آيو نہ ساقي کي، نہ رندن کي جو آيو
هي چشمِ سيه مست پيي ڇا هوش ربا آ؟

مستوريءِ مستور زيارت گہ مستان
صد تار ڪيو دستِ جنون بنَد قبا آ

هر شيءِ ۾ نظر آيو آ اهلِ نظر کي
شيشي جي طرح آئينہءِ دل جو صفا آ

آوازِ مؤذن کان فزون قلقل مينا
هي ميڪدهِ پيرِ مغان قبلہ نما آ

شايد جو ڪناري سان ڪٽي موج لڳائي
ڪشتي ڪي اگر ناخدا ناهي تہ خدا آ

جنبش ۾ تيو عرشِ برين جنبش لب سان
ڇا "فيض" تنهنجي زود اثر آه رسا آ؟

يڪتاءِ جهان "فيضِ" شهنشاه تغزّل
اندازِ بيان آه جدا رنگ جدا آ





فضاءِ خوشگوار آ، بهار آ بهار آ
چمن چمن ڪلي ڪلي نکار و سبز زار آ

قدم قدم تي ڪر نظر، سنڀالي هل اي بي خبر
صياد پختہ ڪار آ، ۽ تشنہءِ شڪار آ

صنم صنم ٿي دم بدم، ڪندو ويو تادم عدم
ٻڌي ڪڏهن نہ بيوفا هي درد جي پُڪار آ

جفاءِ حسن کي ڏسو وفاءِ عشق کي ڏسو
هو چشم پُر خمار آ، هو چشم اشڪبار آ

هوس ڪان لطف بندگي نہ راحتِ جهان ملي
نہ زيست خوشگوار آ، نہ موت سازگار آ

پڇو پڇو اي ظالمو، هتي وڃو ستمگرو
هي سينہ پُر غبار آ، هي آه شعلہ بار آ

نہ پيئندو هان نہ مي پيئڻ جو آه مونکي حوصلو
نگاه مست جو رڳو خمار آ خمار آ

حريم دل کي ڪيئن ڇڏي وڃان مان دير و ڪعبہ ۾
مونکي آ جنهن جي جستجو هو دل ۾ جلوه بار آ

ٻڌو هي حال سرسري جو آ حديثِ دلبري
صنم سان جنهَن کي پيار آ، هو سر سپردِ دار آ

عجيب تر آ معاملو، نياز و ناز جو اي دل!
نہ مونکي ڪو قرار آ نہ هن کي انتظار آ

سينگار حسن کي ڏسو ۽ سوز عشق کي ڏسو
هو زلف مشڪبار آ هو خشڪ وار وار آ

عدو سان دوستي نہ ڪر نہ دوست کان ٿي بدگمان
خوشي جفا شعار آ، غم وفا شعار آ

جو آيو موتِ بي ڪسي ويم بحر غم ۾ غرق ٿي
نہ جهونپڙي جهان ۾ آ نہ "فيَض" ڪو مزار آ





پرخم نہ صنم، زلف گره گير هجي ها!
هي مست نہ پابستۂ زنجير هجي ها

تڙپي ها شب هجر ۾ مون وانگي ستمگر
جو آهِ بيِ تاثير ۾ تاثير هجي ها

صيد افگني جو شور مچي ها نہ جهان ۾
فتراڪ ۾ صياد نہ نخچير هجي ها

ها، دستِ محبت سان، اگر دوست پياري
هو زهر پيي مون لاءِ شهد شير هجي ها

هرگز نہ هجي چاڪ ها دامانِ محبت
اي ڪاش، ڪوئي سوزنِ تدبير هجي ها

پيري نہ رهي تنهنجي ها اي پير سلامت
گر جلوه گر هت هو بتِ بي پير هجي ها

هر نقش هجي ها نہ اگر نقشِ حقيقت
تصوير ۾ در پرده نہ تصوير هجي ها

فرهاد جي درياءِ محبت ها ڏسين گر
شيرين! نہ تمناءِ جوءِ شير هجي ها

بي خواب رهي چشم سيه مست نہ هرگز
قبضي ۾ اگر نالہءَ شب گير هجي ها

خون ريزيءَ عالم جو هجي خوب تماشو
گر دست ۾ هن شوخ جي شمشير هجي ها

تڙپي ڏين ها دادِ غزل تر جو غزل خوان
غالب هجي ها بزم ۾ يا مير هجي ها

هڪ رات ملاقات ڪري ها بتغافل...
هي خواب نہ شرمندہءِ تعبير هجي ها

دل شاد ڪري ترڪ ها جو طرزِ تغافل
چو "فيض" ستم ديده و دل گير هجي ها؟





سروش غيب کان آئي ندا برات جي رات
کلي ويو گنجِ مراد و خزينۂ برڪات

اي لا شريڪ و يگان و واحد و يڪتا
بلند و برتر و بالا مقامِ ذات و صفات

قباءِ تر کي کيو صاف خوب رندِ خراب
روان آ دجلۂ رحمت برنگِ نيل و فرات

نزول رحمتِ باري بہ آسمانِ جهان
نگاہِ مهر ڪري ٿي جهات عالمِ جهات

رهي لبن تي شڪاياتِ تنگ داماني
گداگرانِ ازل کي ملي جهڙن خيرات

اگرچہ ڪوءِ خرابات ۾ هو رندِ خراب
مگر نگاہِ طلب سوءِ قبلۂ حاجات

بهشت رند کي بخشيو خدا بغير حساب
زبانِ شيخ کان نڪتو هو ناگهان هيهات

نصيب طالع خوش وصل ڪيميا آثار
خوشا اين گنجِ زيارت بليلتہ البرڪات

نثار توتي ڪيان لذت لب شيرين
شراب و شهد و شڪر انگبين و قند و نبات

پناه آتشِ دوزخ گهري بخوفِ خزان
بهارِ عشقِ ندامت جي هو ڏسي برسات

رهي نہ منتِ دربان و در نہ گنبد و بام
زمين جاهِ قلندر و آسمان قنات

مقامِ عشق و ولايت و منزل الهام
شعورِ ڪشف و ڪرامات و شوقِ شاعريَ جي ڏات

خوشا اين صدر نشينيءَ بزم هاءِ غزل
ڏنو هي حضرت جبريل داد هاءِ نڪات

لسان "فيض" لسانِ سروشِ عالم غيب
نزولِ شعر نزولِ صحيفہ و آيات





مثلِ دريا ڪر حباب و موج پيدا پاڻ ۾
"تنهنجو دم ئي موج آٽي تو سگهي مهراڻ ۾"

آسمانن ۽ زمينن تي نہ هو هن جو سراغ
جوهرِ عزم و خودي ڳولي لڌو مون پاڻ ۾

هٿ هنيا غمزه اکين جو دل جگر جو ٿيو فساد
پيو رگِ رشتہ ڇڄي بي فائده ڇڪتاڻ ۾

جبرِ يوسف بٽيو جرمِ، زليخا جو ثبوت
هو عسيان دستِ محبت جو نشان پهراڻ ۾

آسمانن جي ستارن کان گهٽا ڳولي لڌا
همتِ عالي سان مون موتي! گوهر مهراڻ ۾

هاءِ ساقي جي رياڪاري مليو مون کي نہ ڍُڪ
ايترو هن کي مليو جو مي نہ ماپيو پاڻ ۾

بغل ۾ روسي ڪتاب عوض ڪتاب الله جي
ڪفر سان رلجي ويو مسلم ڏسو ريهاڻ ۾

ڪشمڪش ڪرسي تي پنهنجي پيشوائن جي رهي
فائدو ورتو ٻين ۽ هي رهيا ڇڪتاڻ ۾

هو ٻٽيو ايمان فروش ۽ هو ٻٽيو ٻولي فروش
رمز ملان جي ۽ ليڊر جي نہ آئي ڄاڻ ۾

تاب شاهي آ جنازو ظلم جو جهنڊو ڪفن
ڪر ڦٽو هن ڪي ڪٽي اي نوجوان مهراڻ ۾

لب ڪشائي جي اجازت آ ڪٿي خاموش "فيض"
ٿئي متان سر جو زيان هن محفلِ اڻ ڄاڻ ۾
(١)



---

(١) مصرع طرح

شراب و شاهد و مطرب بهار و جلوهءِ يار
بساطِ عرش تي عيش و نشاطِ باده گسار

سبڪ خرام آ گردون تي ڪوئي شاهسوار
وجودِ ڪاهڪشان ذرهءِ هاءِ گرد و غبار

گرفتَ پنجهءِ عشاق ۾ آ لوح و قلم...
خوشا نصيبِ اسيرِ ڪمندِ زلفِ نگار

صنم ڪده ۾ جلايم چراغ الاالله
جبينِ دين تي روشن آ مهرِ سجده شعار

مڪانِ لا ۾ هو تابنده آفتاب وجود
نہ صبح و شام، نہ ارض و سما، نہ ليلَ و نهار

گهرين جو شيخ! تماشو ڪرڻ خدائي جو
سياه روز وڃي رات بتڪده ۾ گذار

بخونِ آبلہ پا آ فروغِ دشتِ جهان
برنگِ چرخ مڪوڪب رهان ٿو ڪنج رفتار

ميانِ صدفِ نگه اشڪ رشڪ دُرِ گران
دلِ فسرده ۾ آ داغِ آفتاب آغاز

فرازِ مسندِ خورشيد جلوه گاهِ نگاه
تهِ ڪمندِ تخيل ثوابت و سيار

جزاءِ ڪلفتِ دنيا قيامِ خلد برين؟
سرورِ نشۂ ناقص نہ آ حريفِ خمار

جهانِ خوب کي تهذيب نو خراب ڪيو
چون ٿا داغِ مذلت کي آفتابِ وقار

چمين ٿو فرزندِ توحيد! حيف نقشِ قدم
اجا پي آهہ فرنگي جو هو ڪفش بردار

دماغِ اهلِ حرم ۾ فتورِ بولهبي؟
يزيد جامۂ ابنِ علي ۾ برسرِ ڪار

ڪمان بدست ڪمين گاهہ خانقاه ۾ شيخ
ٻچو جو طائرِ ايمان ٿي وڃي نہ شڪار

حذر، جو جسم هلاڪو تي آ قباءِ جنيد
ديارِ دل ڪَري غارت نہ ليڊرِ غدار

متاعِ زيستِ گران مايہ جو نہ خير گھرو!
رهي تہ رهبر خوابيده، راهزن بيدار

زبان تي نامِ خدا، دست ۾ ڪلامِ خدا
بغل ۾ واعظِ مڪار خنجرِ خونخوار؟

هوس ڪي دامن دل ۾ نہ ڏي پناھ، نہ ڏي
ڏنگي نہ ناگهان توڪي هي آستين جو مار

اگرچہ خوب آ دنياءِ رنگ و بو يارب!
رهان تہ جنتِ شداد کان مگر بيزار

ڪري جو عشق جي دعويٰ برنگ "فيض" رهي
غم و مسرت و قهر و ڪرم ۾ شڪر گذار





شاهدِ مهر رخ و باده و برسات جي رات
روزِ روشن جي طرح رندِ خرابات جي رات

بارشِ ديدهءِ گريان جو رهي رات جي رات
اهڙي دنيا ۾ وري آئي نہ برسات جي رات

بزمِ خوبان پيي بصد رنگ طرب گاهہ بهشت
خوب گذري آ خوشا رندِ خوش اوقات جي رات

سرو قدِ چشم سيه لعل لب و مهر جبين
چارسو فتنهءِ محشرَ اُٿيو آفات جي رات

مطرب و ماه پيي آ، مئي پيي آ، محبوب پيي آ
يا الاهي نہ ٿئي سحرِ ملاقات جي رات

مهر رخ تي جو چڙهيو پردهءِ گيسوءِ سيه
صورت حشر صبح دم هئي ظلمات جي رات

رقص و مستي ۾ نہ افلاڪ ڪان ناهيد ڪري
رات ميخاني ۾ رندن جي مناجات جي رات

رخنہ اندازِ ملاقات نہ ٿي فڪر نماز
يادِ جانان ۾ نہ آ ياد عبادات جَي رات

دور ٿئي ڪعبہ و مندر جي تجسس جو خيال
ٿو رهان محوِ زيارت آ عنايات جي رات

آهہ آغوش ۾ دوشيزهء عرفان ڪوئي هن ڪي چوي
ناهي جبريل امين رات ملاقات جي رات

ٿي فرشتہ پيي خدا سان ويا سرگرمِ درود
نعت خواني جو ڪيم تابہ سحر نعت جي رات

هر دو عالم محمد آ محمد جو قسم
ٻڌ حقيقت جي حقيقت آ حڪايات جي رات

ڇئو ڪيان تازه وري شيوهء شق القمري!
شيخ آ رندِ قلندر جي ڪرامات جي رات

بر سر "فيض" فرشتہ جو ٿيا نور فشان
عرش ڪان آيا تبرڪ ڪٺي برڪات جي رات





کشاده تو کري آغوش يار بهر وداع
ٿئي تہ بعدِ ملاقات هجر وجهٔ نزاع

آ عکس آئينہ محراب روضۂ رضوان
هلال ابروءِ جانان بصورتِ انواع

نديم خاک در يار کيميا آثار
هي نقدِ هردو جهان سيم و زر و گنج و تفاع

علي آ علم کان هر صفت، صفت ذات خدا
سخي عديل و کريم و قوي عليمَ و شجاع

اذان قُلقُلِ مينا و شور چنگ و رباب
ڪٿي آ مفتيءَ فتوي فروش و شيخِ متاع

بجز طلب جي بغل گير ٿي ويو آ صنم
گمان آ جو اچي ويو قريب وقتِ وداع

جهان جو چشم و چراغ آهي آفتاب فلک
هي داغِ عشق مهر رخ آ زندگي جو متاع

شراب و شاهد و مطرب سرور و مستي و رقص
بفيض "فيضِ" قلندر وجودِ بزمِ سماع

جناب "فيض" جي صحبت کان فيضياب ٿيو
سروش غيب کان آ مزده و اطلاع

## قـــرآن

اهلِ ايمان کي ڏنو گوهر ايمان قرآن
باليقين آهه ڪلامِ لبِ يزدان قرآن

آدمي کي ٿو ڪرين برتر و ذي شان قرآن
تو بڻايو آهي انسان کي انسان قرآن

هر دو انوار الاهي بہ همہ نور مبين
تون پيي قرآن محمد پيي آ قرآنَ قرآن!

علم قرآن محمد آ معلم والله
عين عرفان نبي منزلِ عرفان قرآن

مدحت ختم رسل سورت و آيات ڪريم
آهہ آئينہءَ آئينہءِ يزدانَ قرآن

وردِ جبريلِ امين درس رسول عربي
آگهي علم و معارف جو دِلبستان قرآن

شرح مستوري شاهد و وجود واحد
ڪعبہ صدق يقين قبلہءِ ايمانَ قرآن

سخت ڪمبخت آ جنهن کي نہ ٿيو شهد نصيب
زهر دوزخ جو پئي پل هي بي ايمان قرآن

آيت عقده ڪشا دل سان پڙهي غمديده
مشڪلون تو ڪري لحظي ۾ سڀ آسان قرآن

دشمن ڪفر و گمان شرڪ و فجور و وسواس
يعلمَ الله جو هر درد جو درمان قرآن

ڪلمہ گو مرتد و ملحد و نقيب دجال
ڪر وري ابنِ مسلمان کي مسلمان قرآن

عصر حاضر ۾ ستم ديده برنگ شبيرؑ
جز َخدا ڪوئي محافظ نہ نگهبان قرآن

مان ڪيو آه رقم توکي بياضِ دل ۾
تو ڪيو ظلمت سيني کي فروزان قرآن

شرحِ آيات آ هر شعر خدا ڄاڻي تو
گلشنِ دين ۾ رهان تو مان غزل خوان قرآن

دست ۾ دامن حمد ۽ بغل ۾ مصحف
بي سرو برگ جو "فيض" آ سامان قرآن



## نظم كعبۂ اول

كري ٿو كعبۂ اول ۾ كفر آتش افشاني
كٿي آهيو مسلمانو! كٿي آهي مسلماني؟؟
اصل ۾ روس و امريكا و يورپ جي آ شيطاني
يهودي ڇاهي؟ مشتِ خاك آهي فوج داياني؟
پكاري ٿو پيو توكي مسلمان كعبۂ اول
كٿي آ پاسبان منهنجو كري منهنجي نگهباني
اُهو بيت المقدس خانۂ شرب اليهود آهي؟
شبِ معراج جو روح الامين كئي جنهن جي درباني
اهوَ بيت المقدس جلوه گاه احمدِ مرسل؟
جتي كئي انبيا نظارَه هاءِ روءِ نوراني
اُهو كعبو جتي احمد امامت انبياءَ جي كئي؟
اُهو كعبو جتي حضرت جهكائي نور پيشاني
اُهو كعبو رهي آتش بجان دستِ يهودي كان
غضب جو هي زيان كاري قهر هي فتنۂ ساماني
سڙي آ مسجدِ اقصيٰ سڙي ٿي دل اچا تائين
جگر ۾ جوش و جولاني اكين ۾ اشك طوفاني
مدد كر يا رسول الله مدد اي سرور عالم
اچي ويو وقت نازك دين تي اي دين جا باني
برنگِ قلعۂ خيبر بجنگ كعبۂ اول
مدد كر فاتحِ خيبر مدد اي شير يزداني
حسين ابن علي اڄ ٿي ويو آ دينَ لاوارث

نئين ڪر ڪربلا قائم، وري ڏي سر جي قرباني
خداوندا رهي شل تا قيامت دين حق قائم
عطا ڪر فرزندِ توحيد کي عالمَ جي سلطاني
الاهي مهديءِ برحق ڪري شل جلوه فرمائي
اچي ويو دور دجالي اٿيو آ شر شيطاني
سڏي ٿو زنگيَ و ايوب و خالد کي ۽َ طارق کي
ڏسي ٿو ابن قاسم ڏي ڏسو ڪعبہ بہ حيراني
اٿي شمشيرَ زن ناوڪ فگن وقتِ جهاد آهي
ڪڍي چڏ نوڪِ ناوڪ سان وڃي يڪ چشمِ داياني
اٿو! اي سرفروشو، جان نثارو، خونَ آشامو
وهايو خونِ، باطل کي برنگِ موج طوفاني
برنگ حيدرِ صفدر وڻو ڪم ضَرب ڪاري ڪان
ٿئي َ نابودَ دنيا ڪان يهودي دشمن جاني
شڪستِ فاش ڪاڏي آ بدستِ بندگان حق
هي نمرودي و شدادي هي فرعوني و هاماني
مسلمان آهيون سڀ هڪ نڪو عربي نڪو عجمي
نہ پاڪستاني و ترڪي نہ افغاني نہ ايراني
يهودي بندهءِ شيطان بجاءِ ڪعبہءِ اول
اڙي روباه للڪارين ٿو شيرن کي بہ ناداني
ويو ٿي مبتلا انسان رڳو ماده پرستي ۾
رهيو شايد نہ ڪوئي عارف اسرار روحاني
ڪرين جو ڪجهہ پيو رهبر، انهيَ ڪان بيَخبر آهيان

مگر مان ايترو چوندس جو تو داني خدا داني
لڙن جو ٿا پلا ليڊر اهو ڇا راز سمجهايو؟
رکي ٿو دل ۾ شايد هر گداگر شوق سلطاني
رهي ظالم، نکو جابر، نکو ملحد نکو ڪافر
جهان ۾ "فيض" گر نافذ ٿئي قانون قرآني.



## قلندرنامہ

قلندر واقف شان قلندر
قلندر مرتبہ دانِ قلندر

خوشا، هي رندي و مستي الستي
دمادم مست مستانِ قلندر

ويو تي بيڪران بحر ولايت
بموجِ فيضِ طوفانِ قلندر

تہ پرواز چرخ عالم قدس
بمرغِ بال افشانِ قلندر

قلندر لعل شهبازِ ولايت
چيو هي رازداران قلندر

ڪليدِ قفل باب گنجِ فطرت
زبانِ لعل افشانِ قلندر

ويا تي ملحد و ڪافر مسلمان
بفيضِ علم و عرفانِ قلندر

زمينِ سنڌ جنت نقشِ پا ڪان
سدا سرسبز بستانِ قلندر

هي موجِ بوءِ گل بادِ بهاري
بموجِ ابرِ بارانِ قلندر

همه بوءِ بهارِ خاڪ يثرب
همه خونِ رگِ جانِ قلندر

دو حرفِ لاالله گنجِ دو عالم
نه جاه و ساز و سامانِ قلندر

جلال الله جي دريا جو گوهر
بجا آهي هي فرمانِ قلندر

رهيو اي همنشين نانِ جوين تي
مدارِ قوتِ جانِ قلندر

برنگِ موجِ ڪوثر آب زمزم
لبِ مرغِ غزل خوانِ قلندر

تيو آگاهہ رازِ ڪن فڪان ڪان
پڙهيو جنهن درسِ ديوانِ قلندر

ببوءِ زلف مشڪين محمدﷺ
معطر آهہ ايمانِ قلندر

بہ زير سايہءِ زلف نبوت
رهيو عشقِ خدادانَ قلندر

مون کي اڄ "فيض" سيوهڻ ۾ مليو هو
قلندر آهہ مهمان قلندر



## پير مغان پٽائي

هي رند کي پياريو رطلِ گران پٽائي
ميخانہ سخن جو پيرِ مغان پٽائي

تون فرش بخودي جو هفت آسمان پٽائي
تون عرش آگهي جو هڪ ڪهڪشان پٽائي

انبوه عارفان جو آهين چراغ محفل
تارنَ ۾ ماهِ ڪامل آهي نشان پٽائي

روضي تي نور باري هردم ڪرن فرشتہ
بادِ صبا رهي تي عنبر فشان پٽائي

الهام آهہ گويا هر بيت بند وائي
آهي زبانِ هاتف تنهنجي زبان پٽائي

ڪو گرد کي نہ پهتو اي شهسوار معنيٰ
فڪر رسا آ گويا پيلِ دمان پٽائي

سرتاج شاعرن جو سردار صوفين جو
روحانين جو آهين روحِ روان پٽائي

هي سنڌ جي زمين پيي فردوس آفرين آ
آهي بهشت ارضي پاڪ آستان ٻيٽائي

الفت وطن جي آهي دراصل جزوِ ايمان
صد بار آ وطن تي قربانِ جانَ ٻيٽائي

تاثير آ دعا جي باغِ ارم جي صورت
سر سبز آ سدائين هي گلستان ٻيٽائي

نڪري جو جان تن کان مردي سان ڇا محبت؟
هي ملڪ جسم آهي اسلام جان ٻيٽائي

هو دشمن وطن آ هو تنهنجو مدعي آ
جو دينِ مصطفيٰ کان آ بدگمان ٻيٽائي

دجال جا مقلد الله سان بغاوت
الحاد جا مبلغ هي مسلمان ٻيٽائي

جو تنهنجو معتقد آ ملحد نہ ٿيندو هرگز
مٽجي وڃي اگرچہ نام و نشان ٻيٽائي

ڪنهن جي مجال ناهي تنهنجي زبان مٽائي
قومي زبان رهندي سنڌي ٻان ٻٽائي

دشمن جو سر قلم ٿيو ضرب قلم سان آهي
تلوار ڪان تکي آ تيغِ زبان ٻٽائي

هي حادثات دنيا هي گردشِ زمانہ
هڪ ساغرِ شڪستہ منهنجي اڳيان ٻٽائي

هي "فيض" باده ڪش آ عرفان جي ميڪده جو
ساقي جي آ عنايت، رب مهربان ٻٽائي



## گنج ڪيميا

آ رسالو تنهنجو گَنج ڪيميا عبداللطيف
نُڪتو نُڪتو هن جو دُرِ بي بها عبداللطيف

سبزه زار سنڌ تاثير دعا عبداللطيف
موجِ گل منت ڪشِ موجِ صبا عبداللطيف

جو چمن خضر و سڪندر ڪان نہ ٿيو شاداب هو
تو ڏنو هر گل کي آ آبِ بقا عبداللطيف

آ چراغِ راهہ و سنگ ميل بهر رهروان
راهِ حق ۾ آفتابِ نَقش پا عبداللطيف

موجزن آهي رگ جان ۾ تپ خونِ حسين
وارثِ خاڪِ نَجف و ڪربَلا عبداللطيف

پيش ٿو هن جي پوي هر پيشوا اي همنشين!
پيشوايانِ زمان جو پيشوا عبداللطيف

رهبر ره آشنا و عارفِ رازِ نهان...
زبدۃ الشعرا امامِ صوفيا عبداللطيف

لب تي اخلاص و محبت جو روان نيل و فرات
دل ۾ موجِ دجله صدق و صفا عبداللطيف

بند هر دوبند ۾ هر دوجهان هڪ شعر جي
گيسوءِ الهام آ گويا دوتا عبداللطيف

نسخهءِ نادر حڪيمِ امت خيرالوريٰ
مرهمِ زخمِ جگرِ دل جي دوا عبداللطيف

بهرِ بيمارِ گمان و فتنه و فسق و فجور
تنهَنجو هَرهڪ شعر آ جامِ شفا عبداللطيف

لوح دل تي نقش آ نقشِ خط لوح و قلم
رشڪِ جبريلِ امين فڪرِ رسا عبداللطيف

شعر جي آئيني ۾ نظارگيءِ شش جهت
چشمِ غيرت کي ڪري ڪوئي جو وا عبداللطيف

دام ڪنهنجي ۾ اچي ڪيئن هي عنقاءِ خيال
شهپرِ مرغ تخيل آ ڪشا عبداللطيف
موجَ و طوفان و تلاطم تي رهان ٿو خنده زن
ڪشتيءِ بحرِ زبان جو ناخدا عبداللطيف

آ اگر تنهنجي مقلد کي جنونِ همسري...
تو ڪري ناقابلِ بخشش خطا عبداللطيف

جو در گنجينهٔ ڪان آيو پني آ پنج ڪٺي
شاهه سمجهي پاڻ کي تو هو گدا عبداللطيف

دهريا رزقِ خدا ڪائن ثناگر روس جا!
هن تنزل کي چون تا ارتقا عبداللطيف

صورتِ ڪحل الجواهر ذرهٔ خاکِ وطن
سرمهٔ چشمِ گداءِ بينوا عبداللطيف

باده مستن کي خدا ڪان ڪير تو غافل چوي؟
تي سگهي تو ماس ڪان ناخن جدا عبداللطيف؟

ڪير تو سمجهي بجز ارباب دل اهلِ نظر؟
نڪتهءِ هاءِ "فيضِ" درويشِ خدا عبداللطيف



## سچل سرمست

ڪري پرواز ويو ملڪ عدم از خاڪدان سچل
هيو گويا هو مرغ قدسيءِ خلد آشيان سچل

بزير سدره و طوبيٰ بہ بيش ساقيءِ ڪوثر
شراب و شهد تو نوشي بہ گلزارِ جنان سچل

طلبگارن جا پيمانہ ڇڏي تو اڄ ٻيي ڇلڪائي
اچو رندو! پيو ڪولي ڇڏيو آ خمستان سچل

خوشان اين شيوهءِ الفقر فخري، شان درويشي
جو هو حالِ فقيري ۾ ٻيي اندازِ شهان سچل

بہ رندي شيوه حافظ، بہ الفت مستيءِ مجنون
بہ طرزِ زهد گويا روميءِ زهدِ گران سچل

دعا ۾ حضرت عيسيٰ جو آهي معجزو پنهان
رهي تو دست ۾ گويا مقدر جو عنان سچل

عصاءِ دست، درويشي ۾ هو اذن يد بيضا
مٿايا ضرب ڪاري سان فرعونانِ زمان سچل

جواب جام جمشيدي، حريف ظرف خيامي
رهي تو دست ۾ تنهنجي خمِ ڪوثر نشان سچل

جنون اسباب هوشياري، تغافل وجه بيداري....
رهيو آ بيخودي ۾ پي خودي جو رازدان سچل

پيو اي ميگسارو! جام وحدت کي درازن ۾
جو هن ميخانۂ توحيدَ جو پير مغان سچل

فقيري جي شهنشاهي کئي آ ناز برداري
خميده پيشِ درويشي جلالِ خسروان سچل

جهان جو سر ۾ هو سودا، نہ دل ۾ وحشت عقبيٰ
رهيو مست جمالِ خسرو، طلعتِ رخانَ سچل

ويو ويران ٿي توکان سوا بزم بلانوشي!
لباسِ ماتمي ۾ نوحہ خوان مغبچان سچل

کلاه وجبہ، وسبحہ، کتاب و کلک و سجاده
جهان چند روزه ۾ ڇڏي وئين هي نشان سچل

بکنجِ ميکده مدهوش آ "فيض" خراباتي
پئي تو دم بدم آ دست ۾ رطلِ گران سچل



## علامہ اقبال

خوشا آغاز ماه و سال اقبال
زبانِ خلق تي اقبال اقبال

سخن آ غيرت جبريل و الهام
پيامِ حق ؑ آ اقوال اقبال

بشمشير زبان توب تخيل
فرنگيءَ كي كيو پامال اقبال

بہ رزمِ حق و باطل دم قدم تي
كيو ؑ اقبال، استقبال اقبال

حصول ارض پاكستان مبارك
خوشا تكميل فكر و خيال اقبال

كيو محكوم مسلم كي هو افرنگ
بظلم و جبر و استحصال اقبال

كيو تو قوم غافل ۾ آ پيدا
شعور و عزم و استقلال اقبال

اچي ويو دور سلطاني و جمهور
سلاطيني آهي پامال اقبال

كيو بيدار تو خواب گران كان
هي قومِ غافل و بيحال اقبال

بفيض دور سلطانيءَ جمهور
تونگر ٿي ويا ڪنگال اقبال

شڪستہ ٿي ويو طوق غلامي
خدا جو ٿي ويو افضال اقبال

مبلغ آهين دين مصطفيٰ جو
رهيو تنهنجو اهو اشغال اقبال

متاعِ لاالله گنج قلندر
خلافِ سيم و زر اموال اقبال

ثناءِ رب ڪعبہ نعت احمد
حصولِ نامہءِ اعمال اقبال

جهان کي فيضياب آخر ڪيو "فيض"
پٽائي ۽ قلندر لال اقبال



## جناب قائد اعظم

كشور پاڪ جو هو قائداعظم سان وقار
گلشنِ آزار آ ماتم زده مرگِ بهار

قطرهءِ خون جگر باعثِ رنگ گلزار
باغبان توتيَ کيان ديده و دل جَان نثار

حضرتِ قائداعظم سان مخاطب آهي
شاعرِ شهرهء آفاق بذوقِ گفتار

خطءِ پاڪ جو هو زير نگين ڪافر
تو کيو هند کان آزاد بزورِ تلوار

تو ڏنو خاڪ نشينن کي خطاب سلطان
تو کيو آه غلامانِ عدو کي سرڪار

مدعي خوف کان رکيو نہ قدم بستان ۾
سايہءِ لالہ و گل ۾ بي همہ دهشتِ مار

صورت مهر درخشان هو دماغِ گلچين
هو بلَند چرَخ برين کان پيي مقامِ افڪار

شهرت صانع خوش ڪار آ هر نقشِ وجود
قصرِ فردوسِ برين آئينہءِ عقلِ معمار

مزدهءِ بادِ بهاري بہ زبانِ زنجير
اذن آگاهيءِ مستان آ صداءِ جهنڪار

واديءِ سنڌ سراسر همہ فردوس برين
گلشنِ پاڪ بهر رنگ آ جنت آثار

درس بيديني و الحاد چہ معنيٰ دارد؟
خطءِ پاڪ فقط مسڪن و جاءِ ديندار

مردِ مومن ۾ نمايان صفت شانِ خدا
پرور و عادل جبار و قهار و غفار

دين لاوارث و مقهور آ قرآن مظلوم
ٿي ويو آهہ مسلمان جو مسلمان خونخوار

حيف صد حيف جو بندي کي خدا سمجهين ٿو
ٿي وئين حضرت يزدان کان اي انسان بيزار

قيصر و جم کان بلند آهہ مقام درويش
غيرتِ تاجِ شهان طرهءِ بامِ دستار

بزم ۾ "فيضِ" شهنشاهہ سخن نڪتہ سرا
زرفشان خانہءِ خوش ڪار و زبان گوهر بار



## نظم پاڪستان

مثال خلد برين پر بهار پاڪستان
برنگِ باغِ اِرم لاله زار پاڪستان

زمين پاڪ جو هر ذره آفتاب آثار
برنگِ لاله و گل تنهنجو خار پاڪستان

جبين لوح و قلم تي آ نقشِ نام و نشان
بلندَ چرخ برين ڪان وقار پاڪستان

ڪري طواف تو هي آفتاب نور فشان
رهي تو ماهِ منور نشاَن پاڪستان

بفيضِ بادِ بهاري شگفته گل جي طرح
نه پهتو دستِ خزان هو بهار پاڪستان

آ موج صرصر باد شميم عنبر بيز
هي خاڪِ پاڪَ ۾ آ مشڪبار پاڪستان

هجوم سجده و شور اذان مبارڪباد
خوشاَ هي بندگيءِ ديندار پاڪستان

خوشا تبرڪ آئين هاءِ اسلامي
جو آهين دين جو آئينه دار پاڪستان

قيامِ امن و امان و نظام جمهوري
وجيِ ٿيِ، تنهنجي فضا خوشگوار پاڪستان

هي سنڌ و سرحد و پنجاب ۽ بلوچستان
بهشت تنهنجي جا طبقہ هي چار پاڪستان

ڪندو ڇا موجِ حوادث جو ناخدا آ خدا
ويو ٿي تنهنجو سفينو آ پار پاڪستان

حصول قائد اعظم، تصور اقبال
عطاءِ رحمتِ پروردگار پاڪستان

هزار دشمن روبه صفت ڪري حيلہ
ونگو ڪرڻ ڏيي مان ڏيندس نہ وار پاڪستان

عزيز آهين سر و جان و تن ڪان وطن عزيز
هزار جان ڪيان مان نثار پاڪستان

دعاء "فيضِ" قلندر آ تا بروزِ قيام
نگهبان آ پروردگار پاڪستان



## قومي ترانو

هي مهر تاب ناڪ آ برنگ مشڪ خاڪ
ديارِ پاڪ پاڪ آ ديارِ پاڪ پاڪ آ

هي ديس ديندار آ هي ملڪ پروقار آ
فضاءِ خوشگوار آ نسيم مشڪبار آ
ارم گلعزار آ بهشتَ لالہ زار آ
بهار آ بهار آ بهار آ بهار آ

زمين جو عز و شان آ هي فخر آسمان آ
هي خلد جو نشان آ. متاعِ مسلمان آ
هي رونق زمان آ هي زينت جهان آ
هي پاڪَ آستان آ هي پاڪ آستان آ

اٿو اي نوجوان اُٿو بشان خسروان اٿو
بہ سيل بيڪران اٿو برنگ ڪهڪشان اٿو
اي سنگ سخت جان اٿوَ همالہءِ گران ٿو
اُٿو اي پهلوان اُٿو. اي رستم زمان اُٿو

اي غازيانِ صف شڪن. اي سرفروش و تيغ زن
مٿي تي طرہءِس ڪفن ٻڌي هلو بہ سوءِ رن
رهي نہ فرق تو و من بہ يڪ زبان نعره زن
وطن وطن وطن وطن. وطن وطن وطن وطن

وطن جا پاسبان هلو اي مير ڪاروان هلو
اي طارق سنان هلو، اي خالد زمان هلو
اي حيدر نشان هلو، اي فاتحِ جهان هلو
هلو اي ڪامران هلو، بہ فخر و عز و شان هلو

اُٿو اي لشڪر خدا سپاهيان مصطفيٰ
برنگ آفت و بلا، مچاءِ شور جابجا
اچن زمين کي زلزلہ ميان هنڌ ڪربلا
هي بت ڪرن خدا خدا، پڙهن بہ ذوق لاالله

خوشا اي پاڪ عسڪري فنا آ فوج ڪافري
بہ زورو ضرب صفدري دل عدو ذري ذري
بزن بزن وري وري، هي نعره هاءِ حيدري
علي علي علي، علي علي علي علي

مزاج شاعر وطن اچا، رکي ٿو بانڪپن
اگرچہ آهہ خستہ تن، هي ناتوان و پيرسن
آ لالہ زار سان لگن، بہ سرو و نرگس و سمن
اچا رهي ٿو نغمہ زن، دمن دمن چمن چمن

بہ پاسانيءِ حرم، سعيءِ "فيض" خوش رقم
آ تيغ تيز تر قلم ڪيو عدو جو سر قلم
قدم قدم تي دم بدم بلند پاڪ جو علم
آ سر بلند و سرخرو، فقير سرور اُمم

هي مهر تابناڪ آ برنگ مشڪ خاڪ آ
ديار پاڪ پاڪ آ ديارِ پاڪ پاڪ آ



## آزادي

ديار پاڪ ۾ چمڪي رهيو آ نور آزادي
ڪيو روشن غلامي جي شبِ ديجورَ آزادي

شعور آدميت کي پسند آئي نہ پابندي
جو نڪتو خلد کان آدم، هئي منظور آزادي

خلاف فطرت انسان تميز بنده و آقا
رهي روز ازل کان دشمنِ فغفور آزادي

جتي انسانيت زخمي، جتي اخلاق افسرده
رهي ڇو نہ ڀلا ان ديس ۾ مقهور آزادي

جتي بندي تي بندو ٿو ڪري يارب! خداوندي
اتي ڪيئن رهي قائم ڀلا دستورِ آزادي

غلط انداز سان جو پيش آيا بوالهوس يارب!
لڪائي ليڊرن کان ڇو نہ منهن مستورِ آزادي

فرنگي شعبده بازن جي پراسرار قوت سان
لڙائي واسطي مون کي ڪيو مجبور آزادي

ڀهانو هو رخ انوار جي جلوه نمائي جو
گهري موسيٰ وجي هن کان سرِ ڪُهطور آزادي

پسند آهي نہ آئين فرنگي اهلِ ايمان کي
عيان آهي ڪتابَ الله ۾ دستورِ آزادي

نوان سنجان گلشن کي مبارڪ، جو پس مدت
خزان ديده َ گلستان کي ڪيو معمورَ آزادي

ڪيو جو نشت فغفوريت مجروح هو دل کي
غلامي جا ڇتائي سيپ ڇڏيا ناسور آزادي

رهيو جو آسمانن تي اڳي چرچو غلاميءَ جو
رهي شب روز تو هاڻي رڳو مذڪورِ آزادي

خدا جو شڪر جو باهم دگر آخر مليا آهيون
گهڻي مدت کان مون کي هو رکيو مهجور آزادي

ديار پاڪ جنت سنڌ فردوس برين آهي
رهانَ تو خلد ۾ همدم مليَ آ حورِ آزادي

نوازي نگهت هوش آفرين سان تي دماغن کي
نسيم سحر سان همدوش آ ڪستورِ آزادي

گريبان گير دست "فيض" آ شب روز يزدان کي
ديارِ پاڪ ۾ هردم رهيَ جمهور آزادي



## نظم – جهاد
### بدوران جنگ هند و پاڪ

ڏين تا ملحد و بي دين دعوتِ الحاد
اٿو اي صاحبِ ايمان بڪفر جهاد

ڪري ٿو مذهب اسلام جي هي بيخ زني
جهان ڪان ڪميونزم جو ڪڍي ڇڏيو بنياد

اصل ۾ دين ئي بي دين جي آ لاديني
پلي سڏائي مسلمان مگر آ نام نهاد

پري بڻي ٿو جمهوري قبا ۾ رقص ڪري
بقول حضرت اقبالِ ديوِ استبداد

لبن تي ڪلمءِ توحيد آ معاذ الله!
بغل ۾ خنجرِ خونخوار ٿو رکين جلاد

غلاف ڪعبءِ امن و امان و دين نبي
مچايو وقت جي دجال شور و شر و فساد

ثبوت ڪفر و بغاوت آ لاف رزاقي
دليل آتشِ دوزخ آ اهل دين سان عناد

كفن بدوش ٿيا غازيان، تيغ بڪف
مليو سپاهہ خدا کي جڏهن حڪمِ جهاد

ويو ٿي دين مڪمل تاحشر اي مسلمِ!
نبيءِ اول و آخر جو آخري ارشاد

نشان عظمتِ انسان بندگيءِ خدا
وقارِ ملتِ بيضا آ باهمي اتحاد

مدار قوت مردان حق آ نان جوين
ملي آ فاتحِ خيبر کي غيب کان امداد

پڙهي نہ درس محمد ﷺ ڪمال بوجهلي
ڪري خدا سان بغاوت تہ دوجهان برباد

بفيضِ بادِ بهاري ٿيا تر و تازه
چمن ۾ سرو و صنوبر و نرگس و شمشاد

جو علم و حلم کان ڪاري سڏائي ٿو عالم
نہ چاٽي نڪتہ وري کي ٿي ويو نقاد

غضب جو شافعِ محشر کي سوشلسٽ چون
قهر جو وجہِ دو عالم جي ذات سسان بيداد

ديار پاڪ ۾ برپا آ فتنهءِ ناپاڪ
ڪرَن نہ قوم کي برباد خانمان برباد

هي سبز باغ نہ ڏيکار قوم کي مڪار
قبول ناهي ڪڏهن پِي هي جنتِ شداد

اجا تہ منزل دار و رسن پري آهي؟
اجا تہ بند َ نہ آ نالہ و فغان فرياد

پلي زمانهءِ باطل نواز ٿي دشمن!
زبان تي نعرهءِ حق آهہ هرچہ باد آباد

غلامِ ساقيءِ ڪوثر آ رندِ ميخانہ
جو َقيد و بندِ دو عالم کان ٿيَ ويو آزاد

ڪڏهن نہ ڪفر زبان ڪار "فيض" ٿيو داخل!
خدا گواهہ جَو آ شهرِ دل خدا آباد!



## نظم نواءِ حق

رهيو مفلس مگر نہ ٿي آهي هرگز بي ايماني
سلامت دولتِ ايمان خوشا جذبِ مسلماني

جو چوسي خون انساني ذلالت آ هو سلطان
اهو فرمانِ احمدﷺ آ اهو آ حڪمِ رباني

زر و مال بي ايماني ڪان آهي خودڪشي بهتر
جو هي پيِ ڪارِ شيطاني آ هو پي ڪار شيطاني

وچي مسجود ٿي هن ڪي فرشتہ پيي ڪرن سجده
ميسر ٿي وڃي انسان ڪي جو شانِ انساني

منافق پارسا ڪان آ فزون رندِ خراباتي
نمايان صورتِ نورِ مبين آياتِ قرآني

گران هر جنس ارزان ٿي وئي آ دور حاضر ۾
غضب آهي الاهي خونِ انسان جي هي ارزاني؟

نماز و روزه حج و زڪوات و علم بي معنيٰ
ڪري جو شعبده و فتنہ شرارت ڪارِ شيطاني

رڳو آ ڪار مڪاري، فريب و مردم آزاري
عجب آ دوزخي، تنهنجي هي دعويٰ مسلماني؟

مدار قوت خيبر شڪن نان، جوين آهي
خوشا "الفقر فخري" شيوهٔ شير يزداني

دو عالم ۾ اهو مغضوب و معتوب خدا آهي
جو بندو پيش بندي جي جهڪائي لوح پيشاني

مسلمان ٿي ويو مرتد بتن کي ٿو خدا سمجهي
جو ڪفر از ڪعبه برخيزد ڪجا مانند مسلماني

سهي سختيون ويا مومن ميان دوزخ دنيا
رهن خلدِ برين ۾ تا ڪري رضوان ٿو درباني

خرد مندو نه غفلت کان گنوايو فرصتِ هستي
چرا ڪار ڪند عاقل ڪه باز آيد پشيماني

ويو ٿي فرزندِ توحيد دين حق کان بيگانه
مدد ڪر شافعِ محشر مدد يا دين جا باني

نہ گھرجي قصر عشرت خانۂ صدرنگيءِ دنيا
برنگ مهر روَشن آهہ دل ۾ نور ايماني

ڪرڻ مسمار ڪعبي جي برابر آ دل آزاري
ڪيان آگاه عالم کي تو از روءِ خداداني

نہ لڙ اي زاهدِ عشق هن رند قلندر سان
جو آهي "فيضؔ" درويشِ خدا انسانِ لاثاني.



## نظم ـ سنڌ

سدا سرسبز تنهنجو گلستان سنڌ
تون آهين غيرتِ باغِ جنان سنڌ

ڪري ٿو شاعر شيرين بيان سنڌ
بيان تنهنجو هيَ رنگين داستان سنڌ

اهو آ نغمهء پير و جوان سنڌ
ٿئي قومي زبان سنڌي زبان سنڌ

زمين تنهنجي آ عرش دين گويا
ڪري ٿو رشڪ توتي آسمان سنڌ

حريف زمزم و تسنيم و ڪوثر
خوشا مهراڻ جو آبِ روان سنڌ

ڏنو توکي محمد ابن قاسم
محمد جو متاعِ ارمغان سنڌ

بتن کان صاف بت خانہ ٿي ويا
خدا توتي رهي ٿو مهربان سنڌ

نواءِ دف نہ آ شور مناجات
خوشا هنگامہ آوازِ اذان سنڌ

شهيدانِ وطن گل گون ڪفن ۾
نقابِ خاڪ ۾ آهن نهان سنڌ

حريم دين وجود لاالله ڪان
سراپا ڪعبہ امن و امان سنڌ

بفيض نسبت خاڪ مدينہ
ميسر رتبہءِ فخرِ جهان سنڌ

ڪڏهن تيو گوشت ڪان ناحق جدا آ
نہ آ بيگانہ هرگز دين ڪان سنڌ

برنگ تيغ بي جوهر آ بيڪار
رهيَ گر تير ڪان خالي ڪمان سنڌ

ديار پاڪ سان پيوستہ تر رهہ
سڙيَ پل ساڙ ڪان هندوستان سنڌ

پيجي پورا ڪندس هو دست دشمن
ڪري يورش بشمشير و سنان سنڌ

ڪيان تارا بضرب نوڪ خنجر
نهاري جو نگاهہ بدگمان سنڌ

حريف ساغر مئي لالہ و گل
زمينَ جو گوشو گوشو گلستان سنڌ

هي تنهنجا شهر سڀ رشڪ ثريا
هي بازارون برنگِ ڪهڪشان سنڌ

ديار سچل و شاهِ و قلندر
تون آهين سرزمين عارفانہ سنڌ

مبارڪ بزم رندان قدح باز
خوشا ميخانہ پير مغان سنڌ

فراز قدسيان اهل توحيد
نشيب محفل روحانيان سنڌ

سلامت تا قيامت دين حق سان
رهين آباد هردم هر زمان سنڌ

هي مرغ گلشن نا آفريده
بہ پرواز تخيل نغمہ خوان سنڌ

چراغ بزم رندان قلندر
اگرچہ فيضؔ خستہ ناتوان سنڌ



## باب السلام

واديءِ سنڌ خوشا رتبہءِ باب السلام
تو ڪري چرخ بلند بام جهڪي توکي سلام

ابن قاسم کان مليو جڏهن محمد جو پيام
تو چيو مرحبا اي قاصدِ جبريل مقام

گلعزار چمن سنڌ خيابانِ ارم
ساغرِ لالہ و گل يعني جو آ زرين جام

خار هم صورت مژگان نگاهہ آهو
شاهدِ گل پيي آ شهزاديءَ نازڪ اندام

قطرهءِ آب ۾ آ ڪيفيت آب حيات
ذرهءِ خاڪ بہ تابندگي خورشيد مقام

آتشِ لالہ و گل شمعِ شبستانِ بهار
جلوهءِ مهرِ سحر خيز مسرت انجام

تنهنجي هر بزم جو هر فرد آ رشڪ ڪوڪب
تنهنجو هر شهر ثريا بہ هجوم و هنگام

آمد ڪلمہءِ توحيد نزول رحمت
پيشتر سڀ کان مليو توکي بروءِ انعام

تنهنجي مدحت ۾ نهان مرحت شان يثرب
ملڪِ فخرِ دوجهان جنهنجو آ جبريل غلام

نازڪ ناز زمين برسر فلڪ الافلاڪ
هستيءَ عرش نشين خاڪِ مديني تي قيام؟

غيرت ڪهڪشان موجِ آب مهراڻ
سينهءِ سنڌ تي آهي جو رَوان صبح و شام

اي خوش خلعت غازي لقبي فاتح سنڌ
ڪفر و الحاد جا لحظي ۾ متايا اصنام

تنهنجو هر قول سراسر آ بقول قرآن
تنهنجو هر فعل حقيقت ۾ الاهي احڪام

تنهنجي شمشير ڪان آ ڪفر کي تعليم فنا
برق و بجلي جي طرح تيز زبانِ صمصام

ضرب ڪاري ڪان ٿيو صورت مرحب دونيم
ڏهرِ ننگ جهان گمره و خوار و بدنام

دين احمد سان بغاوت ره جنت ڪان فرار
پيوَ جهنم ۾ وڃي ڪفّرِ جهنم انجام

دور حاضر پيي سراسر آ قيامت آثار
هر طرف زلزلہ و فتنہ و شور و ڪهرام

تو چوي هاءِ مسلمان ڪي مسلمان ڪافر
عالم دين تو ڏئي عالم دين تي الزام

خانہ جنگي ۾ ڪمر بستہ و شمشير بڪف
حيف صد حيف زيان ڪاريءِ علماءِ ڪرام

شيخ صاحب جي شريعت ۾ بزور وحشت
خونِ انسان حلال و مئي گلفام حرام

تيو طبيعت ۾ وري ذوق غزل خواني جو
خال و گيسوءِ صنم ڪي تو چوان دانہ و دام

مغبچہ غيرت حوران، ڪنار ڪوثر
جام گل گونَ تو پئيَ رند بدستِ گلفام

راه عرفان ڪان رندان قلندر آگاھ
شيخ گمراھِ حرم گرچہ ميانِ احرام

بيخودي ۾ جو لب مست تي آ جام سخن
ساغرِ دل ۾ آ هر لحظ نزولِ الهام

نبض فطرت جي حرارت ڪان بي واقف نباض
دست قدرت ۾ هي انسان جا امراضِ تمام

گوهر صدف زبان جوهر آئينہءِ دل
بزم ياران ۾ ڪيم نذر بنيرنگِ ڪلام

خامہءِ "فيض" پيي آ هم رقم لوح و قلم
صورتِ شعر و سخن صورتِ قرآن ارقام

## ڪشمير گهران ٿو

آزاد ڪرڻ واديءِ ڪشمير گهران ٿو
صد چور ڪرڻ آهني زنجير گهران ٿو

مان زور علي، جرأتِ شبير گهران ٿو
تبديل ڪرڻ قوم جي تقدير گهران ٿو

گردن ڪي ڪٽي پاڪ ڏي ناپاڪ نهاري
گردن ۾ هٽڻ هند ڪي شمشير گهران ٿو

رزمِ حق و باطل ۾ مجاهد کي جو روڪي
صدٌ چور ڪرڻ دستِ عنان گير گهران ٿو

گر جنگ ڪرين بند تہ ڪر راءِ شماري
هرگز نہ اي يو اين! مان تاخير گهران ٿو

صيد افگني جي شوق کان ميدان ۾ ڦران ٿو
فتراڪ ۾ پنهنجي وري نخچير گهران ٿو

ڪشمير تي اڄ رات ڏٺم پاڪ جو جهنڊو
هن خواب جو اي همنشين! تعبير گهران ٿو

لاحول ولا! ٿو رهي گستاخ خدا سان
ملحد کي ڏيڻ همنشين! تعزير گهران ٿو

مان توکي وساريو هو مگر تو نہ وساريو
يارب! مان توکان بخشش تقصير گهران ٿو

جوهر نہ هجي تيغ آ بيڪار سراسر
الله! پنهنجي آه ۾ تاثير گهران ٿو

جان بازي و شمشير زني پيشهء آبا
هن ڪهنہ روايات جي تشهير گهران ٿو

ڪافر ٿئي چو جنتِ ڪشمير ۾ داخل
يارب! مان تنهنجي قولَ جي توقير گهران ٿو

ميخانهء رندانِ قدح نوش آ جنت
القصہ ڪسڻ شيخ جي جاگير گهران ٿو

ڇا طرزِ بيان آه، ڇيو ڪاتب تقدير؟
تحرير ڪرڻ "فيض" جي تقرير گهران ٿو



(۱۴_ سيپٽمبر ۱۹۴۹ع جيڪب آباد)

## انقلاب آيو

خزان ديده گلستان ۾ بهار انقلاب آيو
گلِ افسرده ۾ تاب و شباب و رَنگ و آب آيو

طلوعِ آفتاب نو هو آغازِ حيات نو
نئين سر زندَگاني جي ترنگن ۾ شبابَ آيو

خزان بر دوش آ رسم ڪنهن دامان ظلمت ۾
شبِ تاريڪ کان نڪري جو مهرِ انقلاب آيو

رهان منت ڪشِ ساقي بعهدِ گردشِ دوران
بسوءِ مئي پرستِ تشنہ لب دورِ شراب آيو

هزارين انقلاب آيا ويا هر دور ۾ همدم!
مگر هن دور ۾ هي انقلابِ لاجواب آيو

مبارڪ ساڪنانِ پاڪ جي آ پاڪ روحن کي
وئي آ تلخيءِ دوران هي دورِ شهدِ ناب آيو

خداءِ انقلاب نو جي دربار مقدس ۾...
ڏئي اڄ ليڊرِ خود غرض ديرينہ حساب آيو

زمانو ٿي ويو نابود آ ليڊر پرستي جو
اخوت جو زمان برق و شرر کان پي شتاب آيو

خدا کي ناخدا کر کشتيءَ مقصود اعليٰ جو
نظر ۾ ناخدا جو آسرو مون کي سراب آيو

سعيءِ رائگان يارب کرڻ ڏي روس نادان کي
سيارَو ماهه تي پهتو مگر ناڪامياب آيو

جناب شيخ جي ڏاڙهي ڏني مون دست ساقي ۾
نصيحت لاءِ آيو ميڪده ۾، تي خراب آيو

الاهي! ساده دل بندن کي تنهنجي ڪير سمجهائي
چوان ٿو سچ، چيو جنهن سچ اهو زير عتاب آيو

ڪري حرڪت، ڪري ٿو خوار ڏس ابليس عالم کي
حضور يار کان جو پاڻ تي ڏاڍو خراب آيو

معاصي جا ڏيا ڏوتا مون گويا هفت دريا ۾
ندامت کان جڏهن منهنجي نگاهن ۾ هو آب آيو

سکي ڪو طرز گويائي زبان "فيض" عالم کان
ڏيڻ منهنجي سوالن جو نه ڪنهن کي ڪو جواب آيو

فقيري ۾ پي پوشاڪ و جلال و طرز سلطاني
جو آيو بزم ۾ هو "فيض" گويا ڪو نواب آيو

# مساوات

ميخانهءِ جمهور ۾ آ جامِ مساوات
نوشن ٿا قدح نوش وٺي نامِ مساوات

گويا هي وطن پاڪ آهي ڪعبهءِ جمهور
هر جان تي ڏنر جامهءِ احرامِ مساوات

چنگيزيت جو لاش مليو هو نہ جهان ۾...
جنهن وقت ڪنير دست ۾ صمصامِ مساوات

هر رفعت و هر دوش آهي عرشِ برين جي
آ بامِ فلڪ ڪان پي بلند بامِ مساوات

هر طرف اخوت جو اُٿيو شور جهان ۾
پيدا جو ٿيو ديس ۾ هنگامِ مساوات

ڪنهن ڪي نہ آهي ڪنهن جي مٿان ڪائي فضيلت
پيغمبرِ حق هي ڏنو پيغامِ مساوات

آزاد ٿيو بندهءِ حق قيد جهان ڪان...
جنهن دم جو بَٽيو بندهءِ بي دامِ مساوات

آ دور جمهوري جي سياست جي تقاضا...
دنيا ۾ هر هڪ لب تي هجي نامِ مساوات

مومن جي جهان ۾ نه تغير نه تبدل...
آغاز مساوات آ، انجامِ مساوات

آ عالم اسلام ۾، پستي نه بلندي
هموار زمين آه بهر گام مساوات

گويا جو آهي غازهء زيباء رخ دين
آ جوهر آئينهء اسلام مساوات

آهن هي رخ و گيسوء آئين الاهي
هر صبح اخوت جو آهي شام مساوات

اي همنفسو! همدمو! بخشي ٿي سراسر
آسودگي و راحت و آرام مساوات

هر فرد ٿيو "فيض" هو ارباب اخوت
شاهي جا مٽايا جڏهن اصنام مساوات



(٢١ـ جنوري ١٩٩٤ع جيڪب آباد)

## مرحبا رمضان مرحبا

مرحبا اي ماه رمضان مرحبا
مرحبا اي مهَرِ يزدان مرحبا

مرحبا دارو و درمان مرحبا
مرحبا اي صحتِ جان مرحبا

حاملِ تنزيلِ قرآن مرحبا
مرحبا اسبابِ ايمان مرحبا

تون ئي آهين درس اصلاحِ نفوس
شهر هاءِ علم وَ عرفان مرحبا

اي چراغ خانہ شرف ميزبان
مرحبا مهمانِ ذي شان مرحبا

اي نزول ابر رحمتِ بار يار
نعمتِ عظمَاءِ رحمان مرحبا

ٿي ويا يڪ رنگ محتاج و غني
پرده پوشِ فاقہ مستان مرحبا

چاڪ هو دستِ معاصي کان قبا
بخيہ چاڪِ گريبان مرحبا

تي ويو تازو وري يادش بخير
مرحبا اي يادِ جانان مرحبا

پيرويءِ رحمت للعالمين؟
مرحبا مردِ مسلمان مرحبا

روز و شب سرگرميءِ صوم و صلواة
شيوه هاءِ ديندارا‌ن مرحبا

ميڪده ۾ رند تو روزا رکين؟
تي ويو شيطان پشيمان مرحبا

نور باري تو ڪرين روءِ زمين
مرحبا گردونِ گردان مرحبا

روز روزو آهه ۽ هر رات عيد
اي نصيبِ خوش نصيبان مرحبا

"فيض" فاقہ مست تو روزا رکين
باده مستِ جامِ عرفان مرحبا



## رمضان مبارڪ

آ حاملِ رحمت مه رمضان مبارڪ
رمضان ۾ نازل ٿيو قرآن مبارڪ

روزا ٿا رڪن حضرتِ يزدان مبارڪ
بنده ٿا رهن طابعِ فرمان مبارڪ

سجده ٿا ڪرن شوق سان انسان خدا کي
سرخم ٿو رهي شرم کان شيطان مبارڪ

اڄ رات چيو برسرِ افلاڪ فرشتن
اي اهل زمين رحمتِ رحمان مبارڪ

صد شڪر ٿيو بند اي همدم در دوزخ
وا ٿي ويو آ روضهء رضوان مبارڪ

زنجير زده آ نفس فاسق و سرڪش
شيطانِ لعين آ ته زندان مبارڪ

جنهن ڏينهن ڪيو رات کي همدم به تلاوت
محشر ۾ سفارش ڪندو قرآن مبارڪ

حاصل ٿو شب و روز رهي قرب الاهي
هي ذڪرِ خدا مردِ مسلمان مبارڪ

دل دادهءِ دين دين سلامت تا قيامت
اي صاحبِ ايمان هجي ايمان مبارڪ

هر گهر ۾ شب و روز آهي بارشِ رحمت
مومن جو آ مهمان مهِ ذيشان مبارڪ

آ روءِ زمين چشم، فرشتہ ڪان چراغان
هي دشتِ جهان رَشڪِ گلستان مبارڪ

روزو آ علاجِ غم امراض معاصي
حاصل ٿيو آ دردَ جو درمان مبارڪ

شب روز پيو زهد و عبادت ۾ گذاري
زاهد کي هجي خلد جو سامان مبارڪ

ميخانہءِ توحيد ۾ آ رند، قلندر
عارف کي هجي بادهءِ عرفان مبارڪ

ٿيو "فيض" خرابات نشين خلد ۾ داخل
مهر و ڪرم و بخششِ يزدان مبارڪ



## عيد مبارڪ

دل دل سان ملائي ڏني هن عيد مبارڪ
صد بار هجي عاشقِ غم ديد مبارڪ

هر وقت سڪندر کي ڏنو ساٽ ستاري
مرزا کي هجي صحبتِ ناهيد مبارڪ

خيرات جي پردي ۾ ڪري سجده فروشي
ملا کي هجي ڪفر جي تجديد مبارڪ

هر سال نئون ٿو ڪري هن رسم ڪهن کي
مومن کي براهيم جي تقليد مبارڪ

قربان ڪيو فرزندِ صالح تو صنم تي
صد بار هجي عارفِ توحيد! مبارڪ

خاڪ در سرڪار مدينه رهي سرمو
ديدار جيَ قابل آهي هو ديد مبارڪ

هر نقشِ فنا ديده جو آ نقشِ بقا تي
شبنم کي هجي پرتو خورشيد مبارڪ

تحرير مقدر ۾ ڪيو درد و غم و رنج...
اي ڪاتبِ تقدير! هي تسويد مبارڪ

خلوت ۾ رهي "فيض" تو عالم ڪان اچي تنگ
درويشِ خدا مست کي تجريد مبارڪ



## عيد ڪيئن گذري

گهر ۾ نہ هو ڪو خورد جو سامان بروز عيد
بکيو هليو ويو منهنجو مهمان بروز عيد

روئي گذاريم عيد جي هاءِ تمام رات
ڪاڏو مون اي خدا غم و حرمان بروز عيد

مون لاءِ روزِ عيد پيي يوم النشور هو
دل ڪان اٿيا جو حسرتِ طوفان بروز عيد

غنچہ مثل هر داغ دل کليو بضرب ضعف
بڻجي وئي دل صحنِ گستان بروز عيد

ويم بشوق خانہءِ جانان ۾ اي نديم
ڪاڏو وڃي مون نشتر مزگان بروز عيد

هر ڪنهن نگاهہ قهر سان اي بي ڪسي ڏٺو
آيو نظر نہ مون کي مهربان بروز عيد

عيدِ سعيد ۾ بہ نہ ٿيو هن جو منهن نصيب
ڪائي وريم مان دشتعہ دربان بروز عيد

قفلِ در مراد ڪلي ويو بجز ڪليد
عالم جون ٿي ويون مشڪلون آسان بروز عيد

هر غم خموش ڏرم، مسرت هئي هر جڳھ
ڪليو جڏهن جو روزِ غريبان بروز عيد

گيسو قمند لعل لب و چشم سر مگين
آيو ڪٽي هو جنگ جو سامان بروز عيد

دورِ شراب گردشِ دوران جو هو دليل
پرِ لطف هيو شورشِ زندان بروز عيد

غم ۾ خوشي ٻئي هوا همدوش همنشين
ماتم ڪيم جو ويو مهِ رمضان بروز عيد

بيجا نہ آهي شڪوهءِ رزاق بہ خدا
اي "فيض" هيم بي سرو سامان بروز عيد



## مرثيهء مرگ مفاجات رشيد احمد لاشاري

دل ريش جگر چاڪ قلم خون چڪان رشيد
رنگين رقم ڪيان ٿو تنهنجو داستان رشيد

هاءِ عدم رسيد ٿئين ناگهان رشيد
تنهنجي سبڪ روي آ طبع تي گران رشيد

شايد پسند خلوتِ دارالامان رشيد
مرغوب توکي جلوتِ باغِ جنان رشيد

افسوس رزمِ حق ۽ باطل ۾ وقتِ جنگ
تنها ڇڏيو تو دشمنن جي درميان رشيد

قوت ڪٿي بکفر نبرد آزما ٿيان؟
تيغِ قلم شڪسته طبع ناتوان رشيد

رخصت ڪرڻ ڀي ڪونه ڏنو مرگ ناگهان؟
احباب رنج و سوز ڪان آ نوحه خَوان رشيد

هر چند جو هو خسته تن و ناتوان مگر
چرخ ڪهن ايا ته هيو نوجوان رشيد

لرزيده هيا ملحد و ڪافر خدا گواه
گويا هو خامہءِ س غيرتِ سيف و سنان رشيد

هر چند مست بادهءِ توحيد هو مگر
داناءِ راز واقفِ سود و زيان رشيد

بيدار ڪيو خفتہءِ خواب گران ڪي هو
همدم بہ شور و نالہ و آهو فغان رشيد

هر گل ڪي باغبانيءِ گلچين تي ناز هو
ماتم زده آ گلشنِ سنڌي زبان رشيد

قول و ڪلام صورت الماس بي بها
ديوان تنهنجو قوم ڪَي آ ارمغان رشيد

شهباز و شاہ و سچل سرمست گر ملي
بعد از نيازِ حالِ وطن ڪر بيان رشيد

بيداد آ نہ ڏي ڪوئي داد سخنوري
والله لامحالہ فصيح الابيان رشيد

"فيضِ" الم رسيده و دلگير و چشم تر
لوحِ مزار تي آ تنهنجي گل فشان رشيد



## سنڌ جي هڪ شاعر کي پيغامِ حق

سنڌڙي تي سر تو نہ ڏنو هو توتي آھہ ميار وو يار
جنگ کان تو انڪار ڪيو هو نڪري وئين نروار وو يار

"سامهون آ ناراڻ منهنجي ڪيئن مان هن سان جنگ ڪيان."
توئي چيو هو "ڪيئن هڻان مان توب تفنگ تلوار وو يار"

ويرن جو آن دشمن ويري، ويرين کي تو وير چوين
پنهنجن کي بيگانو سمجهين بيگانن جو يار وو يار

ٻهروپين جا روپ رکين تو سياڻا خوب سڃاڻن ٿا
درپرده تون ديس جو دشمن، ظاهر پهريدار وو يار

فتحِ پاڪستان ڏسي ۽ هندستان جي هار ٻڌي
روئين وينو گهر ۾ پنهنجي سرس پيري سڏڪار وو يار

هم بستر همشيره سان ٿيو خوب رچايون رنگ رليون
تنهنجو هادي رهبر آهي ڏاهر بدڪردار وو يار

مسجد ۾ تو پير نہ پاتو مندر اندر پوڄاري
مذهب کان منهن موڙي لاتو لاديني سان پيار وو يار

حق سان شور شرير شرارت شيطان جو شاگرد بڻي
لاديني جي لات لوين ٿو، دين سان آ تڪرار وو يار

ڏيڍ خدا ٿو پيٽ کي سمجهين، شيطان جي ڀڙڪائڻ تي
روزِ قيامت تائين جنهن تي لعنت ۽ ڦٽڪار وو يار

ڪفر و ڪدورت تن من ۾ آ، رڳ رڳ ۾ آ روڳ رڳو
نيٺ ڏنگيندءِ ڏر مان نڪري من جي مار کي مار وو يار

نيڪ صلاح ڏيان ٿو توکي منهنجي ڳالهه وٺي نہ وٺي
ڪر نہ خدا سان بغض بغاوت ڏاڍي آ سرڪار وو يار

ملحد آ مغضوب خدا جو آتشِ دوزخ دهڪي ٿي
سمجهه سياڻو ٿي نادان پڙهه توبہ استغفار وو يار

پاڪستان رهي پائنده هردم زنده باد اسلام
جيئي سنڌ سدائين جڳ ۾ جنت جان گلزار وو يار

بندهءِ ساقيءِ ڪوثر بڻجي حق جي ميخاني ۾ آ!
فيض جي صورت پي پيمانو ٿي وڃ باده گسار وو يار



## نظم ـ زمانہ

گذارش ڪيان ٿو پيو مؤدبانہ
بہ نغمہ سراي بہ طرزِ ترانہ

بيان ٿو ڪيان رازِ دل محرمانہ
آ شڪوه مگر شڪوهٔ دوستانہ

زبان کي عطا قدرتِ قادرانہ
قلم ٿو لکي ندرتَ نادرانہ

وئي خانہ جنگي ۾ شاهن جي شاهي
هي خانہ خرابي خرابيءِ خانہ

تشدد جا باني هي چنگيز خاني؟
ڪرين شعبده بازي ٿو بازيگرانہ

مهذب طريقو تہ احسن سليقو
طبع ابلهي، گفتگو ابلهانہ

هي فتنہ طرازي هي بهتان تراشي
هي باهمگر حملہ قاتلانہ

هي شوقِ سياست، هي حرصِ حڪومت
سيڪاري ٿو حربہ و حيلہ بهانہ

ڪوئي پارٽي ۽ ڪوئي آمريڪي
پسند ڪنهن کي تهذيب افرنگانہ

ڪوئي چين جي بتڪده جو پڄاري
ڪوئي مارڪس جا ٿو ڳائي ترانہ

خدا و محمدصہ کان بيزار و باغي
هٽن ٿا پيا نعرهءِ باغيانہ

خوشا پاسبانيءِ مذهب جي دعويٰ
ادا ڪافرانہ روش ملحدانہ

ظلوماً جهولا جو آ قول ڪامل
هٽي ٿو هي شيطان پيي انسان کي طعنا

زبان تي مساوات جي لاف بازي
هوس دل ۾ آهي مگر امرانہ

نہ حڪم شريعت نہ فتواءِ قرآن
قرين تُو بہ اندازِ غارتگرانہ

خدا آه عزت و ذلت جو مالڪ
متان ڪوئي ڪائي فريبِ زمانہ

ڏئي ليڊر ڪي ڪو درس امامت
اچي سمجھ ۾ فلسفۂ ليڊرانہ

ڇڏيو ليڊرو! حرص و مطلب پرستي
محبت ڪريو ملڪ سان والهانہ

زر و مال تي تُو گھرين گنجِ ايمان
تفو اي زمانہ تفو اي زمانہ

نہ جبر و تشدد سان ٿيو ڪنهن کي حاصل
ڪلاه صدارت و تاجِ شهانہ

هي فرسوده گوئي هي هرزه سرائي
خطيبو خوشا خطبۂ عالمانہ!

خدا ناخدا ڪشتيءِ دينِ احمد
روان ڪفر جي دجلۂ بيڪرانہ

تيو دين مقهور، مظلوم قرآن
ڪٿي آهين مهديءِ آخر زمانہ

ڏني مفتيءِ عشق فتويٰ خرد کي
محبت محمد سان ڪر جاودانہ

الاهي سلامت رهي ملڪ و ملت
دعاءِ صبحدم و وردِ شبانہ

بيان تو ڪيا "فيض" ٿل ڪوئي سمجهي
فقيرانہ نڪتہ، سخن عارفانہ



## ون يونٽ

تباهي جا ڪيا پيدا سوين آثار ون يونٽ
خدا شاهد جو آهي بانيءِ تڪرار ون يونٽ

لٽن آزادي و جمهور جو ٿا قافلو هن سان
سياسي رهزنن جو آ رڳو هٿيار ون يونٽ

سر محفل نچي ٿو ديو استبداد جام ۾
وڄائي ٿو ڏسو مضراب سان يڪتار ون يونٽ

مصيبت ڪي مصيبت آ پلا ڪوئي وجي ڪاڏي
ڪيو آهي دلِ بيمار کي بيمار ون يونٽ

حقيقت ۾ پلائي "غ ڪ" جي آ جو لوڙيو ٿا
وگر نہ چو ٿئي ها بي سبب اي يار ون يونٽ

پٽي چڏ هن جون پاڙون ٿو سنائي عندليبن کي
گلستانِ وطن ۾ باغبان آ خار ون يونٽ

ڦري ٿي برهنہ پنهنجي وطن ۾ حور آزادي
ڪيو ناحق ڏسو هنجي قبا کي تار ونَ يونٽ

هتان روءِ سخن آهي جناب سهروردي کي
ڇڏي ڏي ضد کي حضرت آهي هي بيڪار ون يونٽ

ڏسو هي رشوت و ظلم و ستم جي گرم بازاري
ڪيو آ پاڪ کي هاءِ ذليل و خوار ون يونٽ

ويو ڪوئي نہ ميدانِ سياست کان سلامت سر
ڪٿي آيا جڏهن صيّاد همدم ڇار ون يونٽ

اٿو اي غازيو! الله اڪبر جو هَڻي نعرو
مٽي حرفِ غلط وانگر ٿئي گم گار ون يونٽ

مٽايو هن ملامت کي غيورو! زور بازو سان
چوان ٿو سچ جو آهي، اصطلاحن گاَر ون يونٽ

نہ سرگرمِ نوا اي "فيض" آهيان بي سبب، هردم
ڏسان ٿو گردن مخلوق تي تلوار ون يونٽ



## نظم من و مار

سيهه تر مار جي صورت شب تار
ڏنگيو هو ناگهان مارِ رَياڪار

ڪري شونڪار هن مون تي ڪيو وار
ويم تي يڪ قلم اي يار هوشيار

وڌم هڪ ضرب سان موذي کي ماري
ٿياسي دوبدو جڏهن من و مار

چيم درويش سان ناحق اڙائي
اي بد باطن ڪيو تو پنهنجو سرگار

هميشه فتح و نصرت حق جي آ
خدا آ مردِ مومن جو مددگار

هٽي ها ڏنگ مومن کي پلا چو؟
هو ڪميونسٽ ڪوئي مارِ بدڪار

ڏنو ماڻهن اچي پاءِ گريره
رگ پا کان روان هي خون جي ڌار

خدا رکي بچڻ آ سخت مشڪل
روئن پيا هو ڪري ڏيڪار سڏڪار

زبان تي مهر خاموشي و لب خشڪ
اکين مان اشڪ جي برسات جي ڌار

عزيز و اقربا و دوست و احباب
چون پيا آ خدا تنهنجو نگهدار

قيامت خيز هي تنهنجي جدائي
نہ ڪر تون بيوفائي اي وفادار

اڪيلو ڇڏ نہ دشت زندگي ۾
نہ ڪر نذر خزان دل جو چمن زار

عزيز آهي اسان کي "فيضؔ" صحبت
رهين تو گرچہ تون دنيا ڪان بيزار

اسان پروانہ ۽ تون شمع محفل
بجز تنهنجي سراسر زيستَ بيڪار

تون ئي علم و ادب جي آسمان جو
مہِ ڪامل و خورشيدِ ضيا بار

سراپا خسروي اقليم الفت
نہ ڪنهن سان دشمني ڪنهن سان نہ تڪرار

نڪو ڪارو صفا دل نيڪ نيت
بلند آ صورت افلاڪ ڪردار

خوش آئي خلق کي شيرين بياني
شڪر و شير کان خوشتر آ گفتار

رواني بحر جي آ گفتگو ۾
رهين صدفِ دهان کان تو گوهر بار

گران تر گوهرِ گنجِ گران کان
شهنشاهِ سخن تنهنجا هي اشعار

الڳ آ شاعرانِ نڪته ورڪان
هي اندازِ بيانَ و طرز گفتار

تغزل صورتِ حافظ و غالب
تفڪر غيرتِ رومي و عطار

جهان ۾ هر طرف شور سخن آ
رهي ٿي شاعري جي گرم بازار

جهان ۾ آهه تنهنجو "فيض" جاري
سخن کان مستفيض آهي هي سنسار

ٿيم احباب سان آخر مخاطب
ويم ٿي ذوق سان سرگرمِ گفتار

نہ مرندس مار جي ماري اگرچہ
نحيف و ناتوان كمزور و بيمار

خدا جي آهہ وس مارڻ جيارڻ
نہ آ مقدور ۾ كنهنجي اهو كار

ڇڏيندس ذوق سان دنياءِ فاني
جڏهن ايندو اجل كان حكمِ سركار

ڇڏي مون موت جي گردن مروڙي
ويو بي حوصلي كان ٿي خطاوار

دل درويش آهي عارف راز
نگهہ ۾ آ عيان پوشيدهَ اسرار

كريو الله تي يارو ڀروسو
كڍي دل كان ڇڏيو اوهام بيكار

اوهان جي قدر افزائي جو ممنون
نہ آهي قابلِ تعريف بيكار

گداءِ ميكده رند قلندر
خواب، مئي پرست، مست و ميخوار

گداءِ درگہ دلدار آهي
فقيرِ رهگذارِ خاك بردار

نہ مشت خاڪ جي ڪنھن کي ضرورت
پسند آهي نہ ڪنھن کي شڪلِ نادار

اهو شجر سر راهہ بيابان
رهيو جو عمر ڀر بي برگ و بيبمار

دو روزه زندگي ۾ هڪ مسافر
نہ ڪوئي ساز و سامان ۽ نہ گهر ٻار

رهان ٿو ننگ بي هنري ڪان يارو
زمين جي دوش تي گويا گران بار

وئي ٿي زندگي نذرِ خرافات
خدا ڪان ٿو رهان همدمَ شرمسار

جو شاملِ حال آ لطف الاهي
بگاڙيندو نہ ڪجھہ اي يار اغيار

وسي ٿو "فيض" سر تي ابر رحمت!
مبارڪ التفاتِ مهرِ غفار



(۲۴ جون ۹ بجي رات جو تانگ ڏنگيو، ۱۸ جون رات جو بسترِ علالت تي نظم قلم بند ڪيو ويو. بمقام ڪنڈ ڪوٽ)

## نصيحت نامہ

انسان کي شيطان جي شرارت کان بچايو
ايمان کي بيهوده سياست کان بچايو

نيلام ڪرن ٿا پيا هو گنج گران کي
اسلام کي علماءِ جي تجارت کان بچايو

مون وانگي متان نانگ کان معصوم ڏنگائين
طلبا کي ڪميونسٽ جي صحبت کان بچايو

غدار وطن کي ٻيي آ دعواءِ صداقت
اي اهلِ نظر قوم کي غارت کان بچايو

ڪارل جي خرافات پسنديد مسلمان؟
دجال جي دوکي جي مصيبت کان بچايو

ملحد ٿي ويا مدرسہءِ حق جا مدرس؟
اطفال دبستان کي جهالت کان بچايو

علم و هنر جي شمع فروزان کي جلائي
انسانيت کي جهل جي ظلمت کان بچايو

دروازهءِ اسلام آهي واديءِ مهران
اي هم وطنو! ڪفر جي لعنت کان بچايو

اغيار شهد ۾ تو پيو زهر ملائي
احمد ﷺ جي شريعت کي شراکت کان بچايو

صد بار پڙهي ڪلمهء حق برسر ممبر
مصحف کي منافق جي تلاوت کان بچايو

ارباب سياست کي ڏيو درس صداقت
ليڊرَ کي ڪذب گوئي جي عادتَ کان بچايو

انسانيت جي پيش فرشتن کي جهڪائي
آدم کي قيامت جي ندامت کان بچايو

گهوارهء اسلام آهي پاڪ سراسر
الحاد جي بدنام نحوست کان بچايو

نافذ ڪريو آئين الاهي کي وطن ۾
بي ديني و زنديقي جي ذلت کان بچايو

مغرور جي محفل کان رهو "فيض" گريزان
هستي کي پنهنجي چشم حقارت کان بچايو



## جيڪب آباد جي جلسي ۾

هزارين نازنين آيا ڪري سينگار جلسي ۾
نگاران جهان جو آ ٿيو ديدار جلسي ۾

شباب و شادماني ڪي ڏنم رقصان هوائن تي
رباب زندگاني جي وڄي ٿي تار جلسي ۾

نمائش جا سوين نظاره دلڪش، مختلف رانديون
ڪيا پيدا هزارين مشغلہ سرڪار جلسي ۾

جزاڪ الله فـ ـن سازي ڏسو ساقي جي چشمن جي
فقيهہِ شهر ٻي يارو! ٿيو ميخوار جلسي ۾

گل نازڪ سان هم آغوش آهن خار گلشن ۾
نظر آيا مگر همدم! گلِ بيخار جلسي ۾

تماشو خوب آ سوداگريِ اشياءِ فروشيءَ جو
ڪرن ٿا تاجران ملڪ ٻي واپار جلسي ۾

ڪمال هنرمندي، نقش بندي، دستڪاري آ
سراسرَ جلوه گر آ قوم جو ڪردار جلسي ۾

پرم ڪلجي وچي تنهنجي اي زاهد پارسائي جو
حسينن، مهہ جبينن جو ڪرين ديدار جلسي ۾

تيو چرچو چگو گهوڙي سواري، شترباني جو
مڙي ميدان تي آيا جو خوش رفتار جلسي ۾

اسان جي شهر کي آ حيثيت موصول تاريخي
خرد مندن ڪيو رازِ نهان اظهار جلسي ۾

هزارين اهل دل ارباب دولت صاحب هستي
ويا دل، مال و زر، زيور ڦرائي يار جلسي ۾

حسينو، گل رخو غارتگرو آهي پتو ڪنهن کي!
ڪيان ٿو جستجو دل جي وئي گم گار جلسي ۾

نمائش جي ڪيو رنگين بلبن جان بلب آهي
شعاعون ٿي ويون جنهن دم جو شعله بار جلسي ۾

بچو بازيگرن کان، شعبده باز شڪارين کان
ٿين ٿا ناگهاني جيب و دامان تار جلسي ۾

خدا شاهد نہ هڪ پائي پيي آ جيب قلندر ۾
پريشان آهيان ڪيئن ڪڍان اخبار جلسي ۾

وئي پيوستہ ٿي آهي رگ جان تار بستر سان
ڪرڻ تفريح ڇڏ ڪو دم دل بيمار جلسي ۾

ڪيان ٿو نظم ڪهنہ کي بہ انداز دگر تازه
ڪئي تجديد جو اي همنشين! سرڪار جلسي ۾

نگار غاليہ مُو ٿو ڪري شايد جو گل گشتي....
لڳي ٿي بوءِ مشڪ آهوءِ تاتار جلسي ۾

نگاهون سرمہ سا، لب لالہ گون، رخ غازه آلوده
ڪٿي نڪتا ستمگر جنگ جا هٿيار جلسي ۾

حيا حيرت زده، حرمت پريشان، آبرو نالان
ننگي ٿي ناچ ۾ نيلم پري نروار جلسي ۾

تماشو شيخ و واعظ ٿي ويا آيا تماشي ۾
ٿيو جو رهن مئي هو جبہ و دستار جلسي ۾

هيا محروم عيش و عشرت و آرام و راحت کان
غريب و مفلس و فاقہ ڪش و نادار جلسي ۾

ڪيم جو ناشنا سان، سخن ۾ نالہ فرسائي
ٿيا نيلام گويا گوهر شهوار جلسي ۾

نہ ڪئي آ شاعر جادو بيان ڪنهن جي مدح خواني
حقيقت ۾ حقيقت کي ڪيو اظهار جلسي ۾

نہ ڪنهن محڪوم کي حاڪم، نہ ڪنهن مخدوم کي خادم
نہ ڪنهن سردار زاده کي چيم سردار جلسي ۾

نہ جامي کي چيم ٽيڊي، نہ کي ڪنهن مرد کي ليڊي
نہ مُشت خاڪ کي يارو! چيم ڪهسار جلسي ۾

شڪستہ رشتۂ انسانيت شيخ و برهمن کان
بناءِ ڪشمڪش آ سبحہ و زنار جلسي ۾

غنيمت صحبتِ دو روزه جو همدم شريڪ آهن
اديب و شاعرَ و دانشور فنڪار جلسي ۾

ويم حُسن عقيدت سان جو بزم "فيض" خوش گو ۾
شراب گفتگو سان ٿي ويم سرشار جلسي ۾



## وک وڌايو

لشڪر اغيار تي خنجر هلائيندا هلو
جنگ جي ميدان ۾ محشر مچائيندا هلو

غازيو الله اڪبر جا وري نعرا هڻو
همت خوابيده مسلم کي جڳائيندا هلو

لاالا جي تيغ جوهردار سان نعرو هڻي
دشمنانِ دين جا گردن جهڪائيندا هلو

قصر ڪاخ اُخوت کي وري تازو ڪيو.
ڪاخ امرا جا در و ديوار ڍاهيندا هلو

هن سلاطيني جنازي کي وجهو مهراڻ ۾
گيت هن دورِ جمهوريت جا ڳائيندا هلو

آهني زنجير ديرينه غلامي جا پيچون
راهِ آزادي ۾ اڳتي وک وڌائيندا هلو

ميڪده بيت القمار سئنيما ڪلب و گتا
اي خداوندان ايمان هي جلائيندا هلو

همنشينو هم زبانو هم وطنو لڳ خدا
سنڌ جا سنڌي زبان ۾ گيت ڳائيندا هلو

آ ديار پاڪ جنت سنڌ فردوس برين
حور آزادي سان پنهنجي دل لڳائيندا هلو

راز حق کان آشنا آهن نہ نادان تن پرست
غافلان دين کي قرآن پڙهائيندا هلو

باغبانو موسم بادِ بهار آهي اتو
پنهنجي برپٽ کي وريِ گلشن بڻائيندا هلو

صاحب عزم و خودي شاه جهان ابن علي
خلق کي هن جو سبق تازو پڙهائيندا هلو

خالق انسانيت ۽ مظهر نور خدا
قبلۂ هردو جهان ڏي سر نوائيندا هلو

آسمان روپوش تن آسان فرشتن کي اي "فيض"
عزم انساني اڳيان نادم بڻائيندا هلو



عذاب آتشِ دوزخ سزاءِ مردم آزاري
جزاءِ خدمتِ خلقِ خدا جنت جي سرداري

شبِ تهذيب کي روشن ڪيم. ماه تدبر سان
ضَميرِ مهر پرور جي ڏسو يارو! ضيا باري

دل دهقان ۾ آهي، جذبہءِ ذوقِ عمل يارب!
عيان هر گوشہءِ گندم ۾ آهي محنتِ هاري

ڪئي صنعت گرن تقليد آ نقاش فطرت جي
مقامِ احترام آهي هنرمندي و فنڪاري

ڪري سو سبز هو دشت و بيابانِ تمدن کي
اچي جو موج ۾ اي همنشين! درياءِ بيداري

زمين ڇا ڇا نئين پيدا ڪري، محنت ڪري ڪوئي
ڪڻڪ، جوئر، چڻا، ڄانئيو، مٽر، تر ٻاجهري ساري

عيان هر شاخ گل ۾ قطره خون رگ گلچين
ٿئي ٿي جانفشاني سان بيابانن ۾ گلزاري

نہ شيخان حرم ۾ آ، نہ پيران ڪليسا ۾
ضمير بندهءِ حُر ۾ نهان آ جذب خوداري

گرفتِ پنجءِ حرص جهان ڪان رک پري هن کي
دلِ عشرت طلب جي لحظ لحظ ڪر نگهداري

رموزِ صوفي و ملا فريب و طرزِ طاغوتي
بظاهر حق پرستي ٿا ڪرن، پوشيده عياري

رسومِ خانقاهي، پريت رهبانيت توبہ!
قباءِ بزرگي ۾ ڪارفرما آهہ مڪاري!

اڳي پرزه ڪري جولانيءِ قلب و نظر همدم!
اگر ڪوئي ڪرڻ چاهي، جهان بيني جهان داري

فلڪ روپوش، تن آسان فرشتن کي خدا بخشي
نہ آهي فطرتِ انسان ۾ بي ذوقي و بيڪاري

دل بيدار محشر ۾ ٿئي مون تي نہ فريادي
غضب آ خوابِ غفلت ۾ گذاريم زندگي ساري

نہ درياءِ محبت ۾ ڪئي تو صاف دل ڌوئي
ڦرين ٿو بي وضو احرام ۾ ڪعبہ جي چوڌاري

ميسر بازوءِ حيدر نہ آ عزمِ حسينيت
ڪري ڇا رزم آرائي يزيديت سان احراري

جلال بادشاهي ڪان بلند آ حال درويشي
شهنشاهي فقيريءَ جي ڪئي آ ناز برداري

ڪوئي سمجهي نہ سمجهي معنيٰ ۽ اشعار اي همدم!
ڇڏي طرزِ بيان پنهنجي نہ چوندس شعر بازاري

نہ وڃ ڪعبہ، نہ ڏي سجده، نہ پا احرام، رندي ڪر
نہ ڪر اي "فيض" تون هرگز گناهِ مردم آزاري



## بلبل خوشنوا

برنگ گلشن صد رنگ هو رنگين بيان بلبل
بيانَ اهلِ چَمن آهي کيو هي داستان بلبل

تلاش آشيان ۾ آ وري برق تپان بلبل
نہ آهي شاخ گل ۾ کو نشانِ آشيان بلبل

نقاب خاک ۾ جنهن دم ٿيو آهين نهان بلبل
چمنَ زادا رهن ٿا لحظہ لحظہ نوحہ خوان بلبل

وئين معدوم ٿي ملکِ عدم ۾ صورت عنقا!
سبک دوشي رهي ٿي دوش تي بارِ گران بلبل

ڏنو آسودهء خواب گران کي اذن بيداري
کري شور و نواَ و نالہ و آه و فَغان بلبل

سر محفل چيو هي خوشنوايان چمن همدم
هيو سنڌي زبان جو شاعرِ جاَدو بيان بلبل

بہ عهد ابر باران شاهد گل رقص ۾ آيو
بہ ذوقَ نالہَ فرسائي رهيو جو نغمہ خوان بلبل

کيو اذکار جنهن جي فتنہ خون ريز جو ملکن
جهان ۾ تاجور آهن اهي ننگِ جهان بلبل

اگر شور محشر جو مچايو ڪجھ نہ ٿيو حاصل
ڪٿان آٿن ڀلا زاغ و زغن تنهنجي زبان بلبل

ڪمين گاھ دهر ۾ آه، ميادِ اجل هردم
اهي تو گهاٽ ۾ سپ جي جَهلي تيزَ و ڪمان بلبل

زمين تي پيي رهان ٿو گردشِ گردون ڪان سرگردان
خراب آهي ٿيو شايد دماغِ آسمان بلبل

قناتِ سبزهءِ بيگانہ آهي پردهءِ مسڪن
خزانَ ئي خودَ بهار آهي تہ ڇا خوفِ خزان بلبل

مبارڪ گلشن هردو جهان جي جلوه آرائي
هتي باغِ جهَان بلبل هُتي باغ جنان بلبل

لطيف و رومي و اقبال و غالب و حافظ و خسرو
خوشا خلدِ برين ۾ صحبتِ شيرين لبان بلبل

گلستان ٿو رهي خونِ شهيدِ ناز سان رنگين
رقم هر برگِ گل تيَ داستانَِ خونچڪان بلبل

رهيو هر نقشِ هستي صورتِ بازيچهءِ طفلان
جهان ۾ حرفِ بي معنيٰ حيَاتِ جاودان بلبل

مخاطب آهيان مان گرچه خاص و عام سان ليڪن
مزو نڪته طرازيءَ جو وٺن ٿا نڪته دان بلبل

ٿيو "فيض" شهنشاهه تغزل لب ڪشا جنهن دم
ڪليو گويا درِ گنجينءِ دُرِّ گران بلبل



## حقيقت _ فيض

نگاهِ مهر صنم لشکر حفاظتِ فيض
حريمِ دامَنِ جانان حريمَ حرمتِ فيض

پر آئي شامِ تمنا ڏٺم جو صورتِ فيض
خوشا نصيبَ صبح دم کيم زيارتِ فيض

هزار فتنهء محشر به ناز سرو روان
نگارِ حور شمائل آ حورِ جنتِ فيض

حديثِ عارضِ، ڪافر جمال ذڪر خدا
خيالِ جنتِ رخ آه خلدِ راحتِ فيض

گداءِ خاڪ نشين رازدار عرش برين
ولي به چشم، ولايت ڏسيَ ولايتِ فيض

نمازِ عشق ادا ٿي به نقش پاءِ صنم
دل و جگر جي لهو سان رهي طهارتِ فيض

گداءِ ڪوءِ صنم شهنشاهِ ڪشور عشق
متاعِ دردِ محبت اگنجِ دولتِ فيض

نديم چشمِ زمانہ آ گرد آلوده
ڏسي ڇا خاڪ ره و منزلِ حقيقتِ فيض

خدا شناس و خودي آشنا و خود آگاھ
نصيب بادهءِ عرفان بہ فيضِ صحبتِ فيض

ڪشاده دل و شگفتہ مزاج و طبعِ فيض
سراپا صورتِ آئينہ صاف نيتِ فيض

حريف تاجِ شهان طرهءِ ڪلاه فقير
عصاءَ دست برنگِ ڪليم حڪمتِ فيض

الم غذاءِ شڪم رزقِ روح ذڪر خدا
نمڪ و نانِ جوين تي مدار قوتَ فيض

تونگرانہ لباس و قلندرانہ جلال
يگانہ اهلِ جهان ڪان آ درِ خصلتِ فيض

هي بي مراد رهيو آ هميشہ مستغني
جهان و اهل جهان ۾ نہ غرض و غايتِ فيض

بہ بندگانِ خدا برگزيده بندهءِ حق
زبانِ بندهءِ شيطان تي آ شڪايتِ فيض

سبحہ بدست صبح و شام مستِ فڪر صنم
نہ آه دخلِ فرشتہ ميانِ خلوتِ فيض

گهرين جو راحتِ عقبيٰ ڇڏي ڏي حرص جهان
رهي ٿي دلنشين هر لحظ هي نصيحتِ فيض

ازل کان شاعر فطرت کي قاسم قسمت
ڪيو هو ملڪءِ شعر و سخن وديعت فيض

ٿيو هو صدف زبان کان بذوق در فشان
جو آيو موج ۾ هو دجلءِ طبيعتِ فيض

مدح خوانِ محمد آ هر زبانِ خدا
ميانِ جنتِ فردوس آ عمارتِ فيض

بہ پيشِ يار آ گلگون ڪفن ۾ داد طلب
قديم قصہءِ رنگين آ شهادتِ فيض



## ڪهڪشان روشن

برنگ مهر تابان آ دماغِ باغبان روشن
چراغ لاله وَ گل مان ويو ٿي گلستان روشن

هجوم سنبل و سر و سمن کان، لاله و گل کان
جهان ۾ واديءِ مهراڻ آ جنت جيان روشن

جلائي همنشين! هر قطره خونِ رگ جان کي
ڪيم اشعار جي فانوس سان قَصرِ زَبان روشن

سيه طالع ڪري خوفِ خزان ڇا موسم گل ۾
هجومِ برق کان همدم، ويو ٿي آشيان روشن

وجودِ رهبري ۾ ڪار فرما روحِ دجالي
بڪارِ رهزني ڪر ڏار هاءِ رهبران روشن

طواف ڪعبهءِ دل سان ڏيان ٿو داغ کي بوسه
برنگِ سنگِ اسود ٿو رهي داغِ نهان روشن

ته ظلمات همدم! چشمهءِ آب حيات آهي
بهَ زيرِ ڪاڪلِ شب گون دهانِ مه و شان روشن

رکيو ڇا هو جهانِ تيره و برباد ۾ يارب!
ضياءِ نورِ آدم ڪان زمين و آسمان روشن

ڪري مزدور و دهقان ٿو تمدن جي خداوندي
رهي ٿو شهر و بر ۾ جوهرِ محنت ڪشان روشن

رهي هر قطرهء خونِ جگر ٿو نوڪِ مزگان تي
الم جو داستان آهي برنگِ ڪهڪشان روشن

ڪٿي آ تختِ فرعوني، ڪٿي آ تاجِ نمرودي....
جهانِ رنگ و بو ۾ آ مآلِ خسروان روشن

نہ ٿي اي مدعي! مغرور دو روزه خدائي تي
بپيشِ بندگانِ حق زوالِ خسروان روشن

بجاءِ جامِ عشرت ٿو پيان زهرِ غمِ دوران
ڪيو هن دور ۾ آ شيوهءِ سقراطَ مانَ روشن

گناهہ بي گناهي جي سزا يارب! قفس خانہ
حديث يوسف زندان گزين آ هر زمان روشن

گروهِ سر فروشان، وطن ۾ تيءِ وجي شامل
جهانَ ۾ کو ڪرڻ چاهي اگر نام و نشان روشن

جوانانِ وطن جي تن پرستي تي فلک خندان
اجا پِي قصرِ عشرت خانۂ چنگيز خان روشن

رکي ظلمت ڪده ۾ قوم کي خود غرض ليڊر، ڏس
ڪيو صد رنگ بلبن سان رکو پنهنجو مکان روشن

ديارِ پاڪ جنت سنڌ فردوس برين آهي
رهيَ تو روز و شب رنگِ بهارَ بي خزان روشن

دهان "فيضِ" دريا دجلۂ شير و شڪر آهي
برنگ طوطيءِ شيرين زبان طرزِ بيان روشن



اي هم زبان زبان تي ذڪر و بيان رهي
قائم هميشه سنڌ ۾ سنڌي زبان رهي

پهچي سلامتي سان ڇا منزل تي قافلو
رهزن جو همنشين مير ڪاروان رهي

صد حيف هجي ليڊر ايمان فروش تي
مان سر فروش تي اگر هو بدگمان رهي

ملان قرآن فروش کان بهتر آ بت فروش
ڪعبہ جو اي خدا اگر هو پاسبان رهي

هن ناخدا جي آسري مون کي نہ ڇڏ خدا
جو حوصلہ تي خنده زن بحر روان رهي

واعظ هوس پرست کي ڇا حق سان واسطو
حاجت روا ڪري اگر ڪو مهربان رهي

ليڊر کي ڪلب سئنيما عيش و نشاط کان
فرصت ڪٿي آهي جو منهنجو نگهبان رهي

اي انقلاب ظلم و تشدد اڏائي ڇڏ
هن جي نہ بو بناس زيرِ آسمان رهي

مون سان نہ ڪر تون ذڪر، ڪرامت جناب شيخ
طبعِ سليم تي نہ هَي بارِ گران رهي

پير و فقيه و رند و اميرو پڇو پڇو
تي دل نہ قهر و غضب ڪان آتش فشان رهي

اي انقلاب سازش و فتنہ ڪان باز اچ
ڪو دم ديارِ پاڪ ۾ امن و امان رهي

هر دم ٿيان ٿو "فيض" تشدد جو مان شڪار
چو نہ پو منهنجي عرش تي آه و فغان رهي



## نظم دهر آشوب

نہ پيرويءِ محمد نہ حمدِ رب جليل
نہ ياد حڪم الاهي نہ جلوه جبرئيل

هي عقل و شڪل و شباهت، هي قد و قامت و ڏيل
درندگانہ خصائل و آدميءِ شڪيل

ڪري ٿو لعنتي شيطان جي حڪم جي تعميل
چوي ٿو پاڻ کي انسان آدميءِ ذليل

نہ ياد رتبہءِ آدم نہ قول روزِ الست
نہ پاسِ اسوهءِ احمد نہ شيوه هاءِ خليل

يقين محڪم و حسن عمل نہ خلق عظيم
نہ اهلِ قلب نہ اهلِ نظر نہ مردِ عقيل

چمن ۾ غزل سرائي ڪرن ٿا زاغ و زغن
نوا ڪرخت زبان تلخ شهر هاءِ شڪيل

براهِ گمرهي گمراه ڏاهري دهري
نہ خضر راه نہ قبلہ نما نہ سنگ ميل

نہ منڪران خدا کي آ ياد قهر خدا
نہ قومِ لوط جي ذلت نہ موت لشڪر فيل

خلاف خانهٔ اڪبر هي نعرهٔ دجال
ڪريَ ٿو بندهٔ شيطان بہ ابلهي تاويل

وطن پرستي جي پردي ۾ دشمنيءِ دين؟
ٻڏي مرو اي جَهولو! بہ آب سنڌو و نيل

شريف ننگ زمان ۽ شرير فخر جهان؟
اصيل آه ڪمين ۽ ڪمين آه اصيل

مزاج محتسب وقت مصلحت آميز
رهي ٿو رهنِ مئي زاهد جو جبہ و اڪليل

ڪتاب و سنت و توحيد جي هي شرحِ غلط
نہ عارفانہ آ دعويٰ نہ عالمانہ دليل

غضب جو مسجدِ اقصيٰ ۾ دور شرب يهود
قهر جو ڪعبہءِ اول بدستِ اسرائيل

هي ڪير شب کي ٿو روشن ڪري بہ ماهِ مبين
هي ڪير روز جلائي ٿو چرخ تي قنديل

گل شگفتہ ثبوت وجود حسن بهار
جهان پرتو آئينہءِ جمال جميل

هي مجرمانه حڪايت و مخلصانه گلا
قلندرانه هدايت و مشفقانه اپيل

ٻڌو جو منهنجي نصيحت چراغ راهِ سلوڪ
اچو جو صحبتِ درويش آگهي جي دليل

ڪريو جو خدمت خلق خدا آ وجهِ نجات
پڙهو جو صوم وَ صلواة اهم مرڪز تحصيل

هلو جو باب حرم ڪان آ راهِ خلدِ برين
ڏيو جو ڪوثر و تسنيم صلهٔ هاءِ سبيل

رهو جو صورت خلدِ برين آ خطهٔ پاڪ
ڏسو جو شهرِ مدينهٔ آ عرش جي تمثيل

حذر جو ماده پرستي ۾ آ تنزل روح
ڪيان ٿو همنشين ڪوتاه قصه هاءِ طويل

چيم جو اهلِ جهان کي سروشِ غيب چيو
ڪئي مون حضرتِ يزدان جي حڪم جي تعميل

پڙهو جو درس هدايت آ نظم دهر آشوب
ٻڌو جو گفتگوءِ "فيض" دشمنِ تجهيل



## شڪوه

ته دامِ شب تاريڪ آ مهر زميِنداري
ستارو چرخ تيَ چمڪي پيو تنهنجَو تو اي هاري!

وڏيرا فڪر فردا ۾ هميشه ٿا رهن حيران...
ڦرن ٿا چيلهه تي هٿڙا ڏيئي ڪوٽن جي چوڌاري

گلستان ٿي ويا آهن هزارين دشت ويرانه
وسي ٿو هر طرف سبحان الله ابرِ غفاري

ته دامِ تشدد جي هٿا، آهن نجات آور
جوَ صيادِ ازل صياد جي ڪئي آ گرفتاري

سياست جو ستارو آهي فانوس، قفس خانه
گران نازڪ بدن تي آ سلاسل جي گران باري

امير ڪاروان بڻجي لٽي ويا ڪاروان رهزن
ڏسوَ اهلِ جهان! هي شعبده بازن جي طراري

برو چنگيزيت ڪان غارتِ در پرده آ همدم!
ٿئي بي پرده و نابود شل پيرن جي مڪاري

خدا آهيان خودي جو عزم و ايمان جو، محبت جو
كري مخلوق تي خالق هميشه ٿو نگهداري

تعاليٰ الله شراب ڪهنہ آهي دستِ ساقي ۾
ڪرن ٿا رندِ، تشنہ ڪامِ ديرينہ پيي ميخواري

نہ مان دربار منعم ۾ ويم حال غريبي ۾
رکيو شانِ خداوندي، خدايا! منهنجي خودداري

تعجب جو مقام آهي جو مئي نوشي حرام آهي؟؟
حلال آهي شراع شيخِ ۾ انسان جي خونخواري؟

خرد زندانِ، دولت ۾ هجي، دل دام وحشت ۾
خودي جي ڇا ڪندو هو حرص جو ماريو نگهداري؟

جڏهن کان سلسلو جاري ٿيو پاڻي فروشي جو
نہ ڪم آئي مون کي طغيانيءِ شاهي و بيگاري

اٿر ڪامورا گردي تي نہ ٿيو آ مارشل لا جو
اڃا پيي مرتشي يارو! ڪرن ٿا خوب زر خواري

وِيو نڪري دل آتش ڪده ڪان خوف آ يارب!
جلائي آسمان کي طور جي بدلي نه چنگاري

ضياءِ نور حق آهي فروغ لاله و گل ۾
سمايل آدمي ۾ آهه غفّاري و جباري

رهي انسانيت يارب، نه گهرجي پاڪداماني!
مزاجِ آدميت آ خطاڪاري گهنگاري

نواءِ موسوي آهي سراسر شاعري منهنجي...
ڏيان خوابيده انسان کي ٿو مان پيغامِ بيداري

فرشتن، ماه، تارن کي ٿيو غم بي زباني جو
ڪئي صدفِ زبانِ "فيضِ" دريا جو گوهر باري



(بموقع زرعي اصلاحات جيڪب آباد)

## بصورت هجو

خوش خرام آهي خامہ خوش گام
يعني پيلِ دمان آ مستِ خرام

رند پابند چرخ نيلي فام
گردشِ جَام گردشِ ايام

هڪ صحيفي تي تو ڪيان ارقام
هڪ حقيقت بہ بهر خاص و عام

ڄو حجامت ۾ تي ويو ناڪام
تو ڪري شغلِ شاعري حجام

نثر ڪي پي هو نظم سمجهي تو
ڏس هوس پيشہ جو خيالِ خام

حُسن معنيٰ، نہ خوبيءِ الفاظ
مسڪنِ شعر بي در و بي بام

ڇا فصاحت آ، ڇا بلاغت آ
ڇا خبر هن کي ڇا هي حُسنِ ڪلام؟

حرف ڪاٽي تو دست ۾ ڇا هي؟
قلم آ، استرو آ يا صمصام

خضر گم ره ڪي راه ڏيکاري
درس شيطان ڪي تو چوي الهام

شعر فرسوده گويا ناموزون
ڪوئي معنيٰ نہ موضوع و افهام

بخت ڪم بخت ڪي ڪٿي آهي
نوڪرون ڪائي تو پيو هر گام

شعر هن جي تي خنده زن شاعر
شوق شهرت ۾ تي ويو بدنام

هر پلي ڪي برو پلو تو چوي
هن جو ٿيندو ڪڏهن بُرو انجام

نگه ناپاڪ ۾ نظر آيو
مردِ عارف پيو موردِ الزام

رند نوشن تا بادهءِ عرفان
بوالهوس نوش روغنِ بادام

چشم شپره تي آ سيه چشمو
ڇا ڏسي مهرِ چرخ نيلي فام؟

طوطيءِ خوش بيان ڏسي همدم!
شهر زاغ و زغن ۾ آ ڪهرام

سر بلند دوجهان ۾ درويشي
شورِ شهرِ سگان ٿيو ناڪام

هر متعصب بقول ختمِ الرسل
دوزخ حسد ۾ آ بي آرام

پاس الله آ، نہ عشقِ رسول
دلَ ۾ شر و فساد جاَ اصنام

عشق ڇاهي؟ ۽ معرفت ڇاهي؟
ڇا خبر هن کي آهہ ڇا اسلام

بندگانِ خدا تي رحمتِ خاص
بندگانِ زمان تي لعنتِ عام

بادهءِ شاعري ڪجا ساقي!
هن کي ناهين نصيب دُردِ جام

ڇا هي تازو ڪندا خرافاتي؟
شيوهءِ "فيض" و حافظ و خيام



## طرحي نظم

"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

اج ڪري ٿو درد دل پنهنجو بيان بہ التجا
من ٻڌي آه و فغان ڪوئي اچي بهر خدا
آ مخاطب قوم سان اڄ شاعر رنگين نوا
جو ڪري ٿو ناز هو پنهنجي بري ڪردار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

بي سرو سامان ٿي پيدا سر و سامان ڪر
صدق دِل سان ملڪ ۽ ملت تي جان قربان ڪر
آ خدا تنهنجو محافظ تون ذرا ايمان ڪر
ناز ڪر اخلاق جي تلوار جو هر دار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

مان پڪاريان ٿو ڪري واڪا توکي اي نوجوان
ڇو ٿيو آهين شڪستن جو رڳو تون نوحہ خوان
ڪاهلي ڇڏ ڪار ڪر تون ٿي وطن جو پاسبان
رحم ڪر نادان خدا لڳ پنهنجي حال زار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

منهنجي غيظ و غضب کان ڏڪي ٿي دريائن جي دل
آسمانن ۽ زمينن جي ۽ طوفانن جي دل
هان ملائڪن فرشتن چنڊ ۽ تارن جي دل
ناز آهي مون کي پنهنجي قوتِ جرار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

هفت ڪشور زور بازو سان ڪيم پَل ۾ ختم
ضرب هڪڙي سان متايم قيصر و ڪسرا و جم
مان اهوئي انقلاب آهيان اميرن لاءِ سم
آه منهنجو ڪرم بس لاچار ۽ نادار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

مان آهيان طوفان مثل هڪ لاجواب انقلاب
بس وٺندس تاج دارن کان مان ديرينہ حساب
مان غريبن ۽ غلامن کي ڏيندس زرين خطاب
ناز آ مون کي پنهنجي دستِ سخا ايثار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

مان اميرن جي ڪندس زرّين قبا کي تار اڄ
محل ماڙين کي ڪندس ان جي مان ڪنڊر وار اڄ
آه بس منهنجي اڳيان هن جي قوتِ بيڪار اڄ
ڇا ڪندو هو ناز اڄ پنهنجي مڏي تلوار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

مير و سلطان نشہ دولت کان اڄ بيدار ٿي
عيش و عشرت جي سرو سامان کان بيزار ٿي
ورنہ ويندين صفحهءِ هستي کان مٽجي گار ٿي
جوش ۾ آ خون ڌهڪان تيار آ تڪرار ٿي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار ٿي"

مان سليماني ڪندس ٿيندس هوائن تي سوار
منهنجي لاءِ ڪاروان آ آسمان تي بيقرار
رازدان فطرت جو آهيان ۽ انهيءَ جو پيشڪار
آه مون کي ناز پنهنجي بي ريا سرڪار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"

ظلم و استبداد جي خالق کي مان ڪندس ختم
"فيض" هن معصوم آزادي کي مان ڏيندس جنم
ظالمن لئہ موت جو پيغام آ منهنجو نظم
ناز آ پنهنجي زبان تي پنهنجي هن گفتار تي
"هو اڳي اهڙو زمانو ناز هو تلوار تي"





اي دل غم ديدهءِ شب هاءِ هجران غم نہ ڪر
ڪڏهنَ ٿيندو نيٺ روزِ وصلِ جانان غم نہ ڪر

گر ميسر ناهين عيش و ساز و سامان غم نہ ڪر
راحتِ جنت نصيبِ غم نصيبان غم نہ ڪر

ساغر لالہ لبان ٿيندو لبن سان هم ڪنار
خندهءِ گل کي ڏسي اي چشمِ گريان غم نہ ڪر

ڪشتگانِ هجر کي آ صحبتِ جانان نصيب
اي دلِ شوريده و غمگين و حيران غم نہ ڪر

گر نگار نازنين کان گرم آغوشِ رقيب
ڇا عجب جو ٿي وڃي هڪ رات مهمان غم نہ ڪر

نا خدا ناهين خدا آهي توڪل برخدا
ڪشتيءِ عمر روان ڪر نذر طوفان غم نہ ڪر

هر فناديده کي حاصل آ حياتِ جاودان
پل مٽائي گردش گردونِ گردان غم نہ ڪر

دوست دشمن ٿي ويا مخلوق بيگانہ سڀي
بي سهارن جو سهارو لطفِ يزدان غم نہ ڪر

نا اميدي ڪفر و مرض و وحشت دنيا حرام
گوهرِ مقصودِ گهر صبر و رضا ڪان غم نہ ڪر

ڪم نہ ٿيو رزق گدا هرگز بغوغہِ سگان
ڇا بگاڙيندو پلا شورِ رقيبان غم نہ ڪر

ٿي وڃي پيوستہ تر شايد نگاهہِ چاره گر
صورتِ گل پل رهي چاڪِ گريبان غم نہ ڪر

سينہءِ دل آ شڪستہ تر شڪستِ شيشہ گر
صورتِ آئينہ افشان رازِ پنهان غم نہ ڪر

ٿي ويا شهزادگانِ آرزو آخر شهيد
ڪربلا آ دشتِ دل هر چند غم ڪان غم نہ ڪر

قطرو دريا ۾ فنا ٿي ويو تہ دريا ٿي ويو
درد بي درمان آ دارو و درمان غم نہ ڪر

كاش كو انصاف محشر ۾ ٿئي ورنہ اي دل!
كشتہء دل قاتل تين دست و گريبان غم نہ كر

هو جفا جو، بيوفا و دوست كش، دشمن نواز!
جان جان پي "فيض" گر آ دشمنِ جان غم نہ كر

دل اگر رنج و غبار ياس كان آهي ملول
"فيض" جا اشعار پڙهہ كر وردِ قرآن غم نہ كر.



## نظم

عمر ساري گذاريم سجده ريزي گريہ غم ۾
نہ تابِ بندگي آهي الاهي هاڻي بيدم ۾

رهيم ساري عمر حيران پريشان طلبِ تسڪين ۾
عيان آهي شڪستہ زندگي هن حَالِ درهم ۾

متاعِ بندگي يا رب ڏيان غلمان و حورن کي
ڪندس سودو نہ هي هرگز پوي جنت جهنم ۾

سزاءِ سجده خيزي ڏس مليو آهي فرشتن کي
گلا سنجي ڪيائون بيوجه مذڪورِ آدم ۾

هي بک هڙتال آهي احتجاجن اصل ۾ روزو
گهري آسودگي تو اي خدا عالم دو عالم ۾

هو شيطان ميزبان يزدان ڪان روزِ زوز ٿيو جو بند
نڪي مون لوڪ ڪان ڪاڏو حيا هو چشم نادم ۾

برهمڻ ڪان گؤن شالہ ۽ ملان دين جو دنبو
مزي سان ٿا پيا ڪائن خوشي شادي ۾ ۽ غم ۾

ملان ھو بانگ ۾ مصروف ويا کائي اڳي طالب
رنو مسجد ۾ ساري رات ھو حلوي جي ماتم ۾

گھٽو ڌوتم صفا ھرگز نہ ٿيو دردِ تھي مي کان
وٺي پوءِ ريشِ قاضي کي وڌو ساقي مون قلزم ۾

ٿئي نہ سرد دوزخ ابر رحمت رک پري ھن کان
رھيل اشکِ ندامت جَو آ طوفان چشمِ پُرنم ۾

اگرچہِ "فيض" بي مقدور ٿيي پورو قلندر ھو
کٽي کاسو گدائيءَ جو نہ ويو دربارِ منعم ۾



## قطعات

تزوير جي تلوار کان قرآن کي بچايو،
الحاد جي قزاق کان ايمان کي بچايو،
ڪافر ڪان نہ آ خوف مسلمان کي هرگز،
مڪار مسلمان کان مسلمان کي بچايو!

مسلمان کي مسلمان سان لڙايو
برادر خون برادر جو وهايو،
اهو فتنو ڪيو انسان برپا
جو شيطان کي تصور ۾ نہ آيو.

عطا غلام علي کي مقام قبل گهي،
خميده تاج شهي آ بہ پيش ڪج ڪلهي،
بہ بارگاه قلندر آ شهنشاه گدا،
ڪليم گنج دوعالم دعاءِ دست تهي.

بہ باغ معرفت پروردهءِ ناز
تون آهين اي قلندر لعل شهباز،
مئي عرفان ڏي پير طريقت
نهارن ٿا هي رندان قدح باز.

## گمشدگي عصا

اي رهزنان زمانہ عصاءِ "فيض" ڏيو،
ڪريو نہ حيلہ بهانہ عصاءِ فيض،
گداءِ بي سرو سامان سان هي سلوڪ غلط،
هٿن فرشتہ نہ طعنہ عصاءِ "فيض" ڏيو!

## ماهہِ رمضان

مئي گسارو لبن تي جام ڪريو!
ورد پير مغان جو نام ڪريو!
فاقہ مسّتي و مئي پرستي سان
ماهہِ رمضان جو احترام ڪريو!

## اناالله

اهلِ دل فتنہءِ دجال کان آهن آگاهہ
دورِ حاضر جي سياست پئي عياذا بالله
ڪلهہ ٿيا عزم و يقين قتل بتيغِ اوهام
اڄ وري جذبہءِ ايمان پئي اناالله

## دجال

رسائڻ ٿا گهرن روزي زر و مال
خدا ٻڌجي ويا گويا هي ڪنگال
معاذ الله جو سمجهن ٿا گمراه؟
پيغمبر مارڪس رزاق دجال

## پيوند

ڪٿي ڪي ڪرين ٿو پيو اطلس سان جو پيوند
تسليم ڪندو تنهنجي هنر کي ڪو عقلمند
ڪارل جي خرافات ۾ فرمان الاهي؟؟
مان زهر هلاهل کي پيلا ڪيئن چوان قند

## بغاوت

پرورده فرنگ کي پرور سان بغاوت
بيمار هوس تو ڪري اسلام کان پرهيز
افسوس جو رهزن کي پيو تو رهبر سمجهين
خالد جي لبادي ۾ آهي جلوه گر چنگيز

تــاثرات

## مير رحيم داد خان مولائي شيدائي بلوچ

### تاريخ دان و تاريخ نويس

مان هيچمدان شعر و شاعريءَ جي حرف (ش) کان بہ غير واقف آهيان، ليڪن مان هن صحبت ۾ پنهنجي قومي محبوب شاعر شيرين مقال جي بذلہ سنجيءَ تي جيڪو تبصرو پيش ڪريان ٿو سو محض تاريخي نقطہ نظر کان آهي. اها حقيقت آهي تہ مان شاعري ڪونہ ڄاڻان، مگر شاعريءَ جي تواريخ کان واقفيت رکندڙ آهيان ۽ سخن سرائيءَ جي قوانين کان واقف آهيان، ڇاڪاڻ تہ علم تواريخ ۾ شاعري پڻ هڪ دلچسپ سونهري باب آهي. جيسينَ حضرت فيض بخشاپوريءَ جي سخن سنجيءَ تي ڪجھ لکان، ان کان اڳ هي لازمي امر آهي تہ سندن تعارف اهل ذوق اڳيان اختصار سان پيش ڪريان.

اسان جو قومي شاعر حضرت فيض بخشاپوري بلوچي رند قبيلن مان ممتاز ڏومڪي قبيلي جو هڪ چمڪندڙ ستارو آهي. جيتري قدر شاعريءَ جو تعلق آهي بلوچي تواريخدانن جي حيثيت ۾ مان واضح الفاظ ۾ عرض ڪريان ٿو تہ ڏومبڪي ڪي اسان بلوچ قبائل ۾ امراءُ القيس جو درجو آهي جنهن جي علم النصاب جي اشعار مان ايشيا ۽ يورپ جون ادبي مجلسون بلوچي جي حسب و نسب کان واقف ٿيون ۽ اهو شعر سنہ ١٨٤٠ع ۾ جنرل ايشياٽڪ سوسائٽي بينگال ۾ شايع ٿيو هو. ڏومبڪي ممتاز قبيلي تي

ڏومبڪي نالو دريا، ڏومبڪ (DOMBAK) ڪري پيو جو ايران ۾ آهي.
هن ممتاز قبيلي مان وقت بوقت بلند مرتبہ شعراءِ ڪرام پيدا ٿيا،
جن شعر و سخن جي واديءَ ۾ قوم ۽ سلاطين عظام کان خراج
تحسين وصول ڪيو. مثلن شاعر شيرين سخن حضرت جام درڪ،
بيگلر بيگي غازي مير محمد نصيرخان جي دربار ۾ ملڪ الشعراءِ
جو مرتبو رکندو هو. سندس اشعار مان حسن و عشق جا شعلا اهڙي
انداز ۾ شررٻار ٿين ٿا جو سامعين خودبخود آتش بجان ٿي وڃن ٿا.
علاوه ازين شاعر دودا ڏومبڪي چوي ٿو تہ اسان بلوچن قصراءِ ايران
جي پنجن پيڙهين جي پروش ڪئي آهي.

افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ طوالت جي خوف کان مان شعراءِ
ڪرام جا اشعار گوهر نما پيش ڪرڻ کان عاجز آهيان جو مضمون
طول و طويل ٿي ويندو. الغرض تہ ڏومبڪي قبيلي کي قدرت پاران
شاعري ورثي ۾ مليل آهي.

دور حاضره ۾ حضرت فيض بخشاپوري بيان ڪيل ممتاز
قبيلي جو هڪ روشن چراغ ۽ گوهر ناياب آهي جنهن لاءِ هن بلوچي
شاعر تي شيدائيءَ کي فخر آهي.

حضرت فيض بخشاپوريءَ کي ايام طفلي کان شعر و شاعريءَ
سان اُنس هو ۽ اڳتي هلي اهو جوهر جيڪو هن قوم کي قدرتي ذات
۾ مليل آهي سو پاڻ مرادو چمڪڻ لڳو ۽ هن وقت سواءِ ڪنهن
مبالغہ جي اهل ذوق مان جنکي شعر و شاعريءَ سان ٿورو بہ تعلق
آهي، سي تسليم ڪندا تہ حضرت فيض سنڌ جو غالب آهي. سندس
ڪلام مان خوش بياني شيرين اللساني، رواني، سلاست، شعلہ
بياني، بلند پروازي، فڪر ۽ فراست معلوم ٿي سگهن ٿا. خاص
طرح سندن لفظن جي بندش مان ائين ٿو معلوم ٿئي جڻ ڪو ماهر
وينجهار سمجهي سوچي "ٽڪون" مڙهي ٿو ۽ سندس اشعار پڙهڻ

سان خود بخود سامعين جي دلين ۾ عشق و محبت جا ولولا جاڳن ٿا. جيئن سانوڻ جي رعد جي رڙ کي ٻڌي طائوس بيخوديءَ جي عالم ۾ نچڻ لڳندو آهي.

حضرت فيض بخشاپوري جي فصيح و بليغ ڪلام مان اڪثر سهل ممتنع تي منحصر آهي. جيڪڏهن سندس ڪلام جو هندستان جي چوٽي جي شعراءِ ڪرام سان موازنہ ڪيو ويندو تہ سندس فصاحت، بلاغت، نزاڪت، نظامت، لطافت ۽ سلاست جو خودبخود اهل دل فيصلو ڪري سگهندا. اردو شاعرن مان سودا، مير، مومن، انشا ۽ غالب وغيره حضرات ان زماني ۾ ٿي گذريا آهن. جڏهن اسلاميہ حڪومت جو آفتاب عالمتاب نصف النهار تان لنگهي غروب ٿيڻ تي ۽ سندن اشعار مان حسن و عشق، جنون نواز مان ۽ سوز و گداز ڪانسواءِ پيو ڪجهہ نظر نٿو اچي، اهڙيءَ طرح حضرت فيض بخشاپوري جنهن ماحول مان لنگهي رهيو آهي، سو ماحول مسلسل بحران ۾ مبتلا آهي. اجا تہ اميد جون شعاعون نظر ڪونہ ٿيون اچن. ايترو چوڻ صحيح ٿيندو تہ مملڪت پاڪستان جي بلند مقام شعراءِ ڪرام جي صف مان جيڪڏهن حضرت فيض جي نالي کي نظر انداز ڪبو تہ هڪڙو خال نظر ايندو ۽ اها ڪمال بي انصافي ۽ ستم ظريفي چئبي. هن صحبت ۾ ثبوت لاءِ مان بيان ڪيل اردو شعراءَ جا چند اشعار پيش ڪريان ٿو. سندن ڪلام جو مختصر مواد تہ حضرت فيض جي اردو ڪلام کي في الحال ڇڏي سندس سنڌي ڪلام جا اشعار نمونہ طور عرض رکان ٿو ڇاڪاڻ تہ سندس هي مجموعہ صرف سنڌي ڪلام تي مشتمل آهي. اميد تہ پڙهندڙ پاڻ فيصلو ڪري شاعر کي داد ڏيندا.

**غالب**

شوریدگی کی هاتھ سی سر هی و بال دوش
صحرا مین ای خدا کوئی دیوار بھی نھین

حضرت فيض بخشاپوري جا ڪي شعر پيش ڪريان ٿو:

**فيض**

آهي دراز داستان غم نہ ڪر حساب
روزِ حساب اي خدا مهمل نہ ٿي وڃي

هو بي قرار آهي خيال رقيب ۾
توکي قرار ڇو دلِ مضطر نٿو اچي

ڪندس جبين کي خاڪ مان هن تي جهڪي جهڪي
اي ڪاش مون کي يار جو ڪو نقشِ پا ملي

خانۂ عشق کي نہ ڪر آباد
تنهنجو خانو خراب ٿي ويندو

ڪيم جو بيان داستان روئي روئي
رئاريو مون سارو جهان روئي روئي

پڇي ويس شور دنيا کان قبر ۾ شور محشر هو
نہ هت مون کيَ قرار آيو نہ هت مونکي قرار آيو

گذري ويا کي ورهيہ ويو "فيض" گذاري
فارغ نہ آهي خلق اجان نوحہ گري کان

مچا يم شب هجر ۾ شور محشر
جڳايو مون سارو جهان روئي روئي
صف نوڪ مزگان تي صف بستہ تارا
شبِ غم ڪيم ڪهڪشان روئي روئي

**ميرتقي**

جو اس شور سی "مير" روتا رهی گا
تو همسایہ کاهی کو سوتا رهیگا
سرهانی "مير" کی آهستہ بولو
ابهی تسک روتی روتی سوگیا هی
لیتا هی کوئی نام تیرا چشم بھر آ وی
اس زندگی کرنی کو کهان سی جگر آ وی

**مومن**

تم میری پاس هوتی هو گویا
جب کوئی دوسرا نهین هوتا
کل جو مسجد مین پهنس گئی "مومن"
رات کاٽي خدا خدا کرکی

**انشا**

نہ چھیڑ ای نگهت یاد بهاری راه لگ اپنی
تجهی اٹهکیلیان سوجهی هین هم بیزار بیٹهے هین

**غالب**

کعبہ کس منھن جی جائوگی "غالب"
شرم تم کو مگر نھین آتی
موت کا ایک دن معین ھی
نیند کیون رات بھر نھین آتی
چھوڑونگا مین نه اس بت کافر کا پوجنا
چھوڑی نہ خلق گو مجھی کافر کھی بغیر

**سودا**

کیفیتِ چشم اس کی یاد ھی "سودا"
ساغر کو میری ھاتھہ سی لینا کہ چلا مین

**فیض صاحب**

قاتل کٹي ويو هو رقيبن کي خوش کرڻ
مقتل ۾ لاشِ "فيض" کي سر هو نہ دوش هو

زاهد شراب عشق گر هڪ بار پي ڏسين
وسري وڃئي خيالِ شرابِ طهور جو

تاب سخن نہ آ مونکي بيتاب دل نہ ڪر
خط تو لکان صنم کي ڪوئي نامہ بر ملي

لٿيو هو عشق، حافظہ فڪر دين و ڪفر
ڪعبو هيو ڪو ياد نہ دير و ڪنشت هو

چڏيو ڪڏهن نہ هن در و ديوار بت ڪده
خانہ خراب "فيض" وڏو بت پرست هو

بامِ فلڪ تي هن جي جنازه نماز هئي
پشتِ زمين تي لاش رکيل هو غيور جو

تصور ۾ جو پيمانو ڏٺو هن دست ساقي ۾
موذن بانگ ۾ پلجي چيو يا پير ميخانہ

ڪاٿي چڏيو هو زهر مون آڙاهہ رشڪ کان
هر روز هن کي غير جو مهمان ڏسي ڏسي

عالم تمام ٿي ويو حيران ڏسي ڏسي
زلف سياه رخ تي پريشان صبح صبح
مدت کان آهيان جستجوءِ يار ۾ گم گشت
بي خبر آهيان "فيض" هاڻي پنهنجي خبر کان

مان هن وقت ان ڪوشش ۾ آهيان تہ سنڌ سگهوريءَ جي هن شاعر جادو بيان . جنهن جو ڪلام مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿي رهيو آهي ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ داد سخن حاصل ڪري رهيو آهي تہ اهڙي حالت ۾ ضرورت آهي تہ سندن اردو ناياب گوهرن کي اردو رسالن ۾ وڏي آب تاب سان شايع ڪرايان. جيئن اردو دانن کي خبر پئجي وڃي تہ سنڌي شعراءِ ڪرام کي اردو زبان ۾ ڪيتري قدر دست رسي آهي ۽ سندن ڪلام ڪيتري مقبوليت ۽ درجو رکي ٿو. اهڙي ابتدا شروع ٿي چڪي آهي.

❊❊

## از:- جناب سيد مٺل شاھہ "مسڪين" ميرپور- ٿل

قدوه سخن طرازان استاد الغزل (طوطيءِ سنڌ) حضرت فيض بخشاپوري جا شعر ماسواءِ فن و شعريت جي شراب وحدانيت و معرفت و عرفانيت سان لبريز آهن جنهن جي سند و ثبوب لاءِ مان هن صاحب جو هڪ شعر پيش ڪريان ٿو:

سجدو ڪعبہ ۾ ڏنم، رتبو وڃايم ڇا ڪيم
خاڪ ۾ شان جبين سائي ملايم ڇا ڪيم

اميد تہ سخن طرازَ و صوفيہ حضرات مون سان شامل راءِ رهندا.

(فيبروري ١٢_١٩٥٨ع)

❊❊

## از:- جناب حاجي صوبا خان جمالي "آسي"

مخزنِ سخن و شيرين لسان طوطيءِ سنڌ جناب فيض بخشاپوريَ جي شيرين لسانيَ و رنگين بياني جي جيتري بہ تعريف و ثنا ڪجي ڪم آهي.

فيض صاحب سنڌي صنف غزل جو موجد آهي. هن کان بيشتر اگر هڪڙن شاعرن صاحبن غزل لکيا آهن مگر فني ڪمزوريون ڪافي هجڻ سبب غزل کي صحتياب نہ ڪري سگهيا آهن. فيض جا شعر اگر "غالب"، "خسرو" "مير" و "مومن" جهڙن استادن جي گوهر پاره اشعار سان پيٽيا وڃن تہ هر رنگ ۾ انهن جهڙا گوهر ثابت ٿيندا. مثال لاءِ ہہ شعر پيش ڪريان ٿو:

فرقت جا داغ مٽجي ويا وصلِ يار ۾
گويا ٿيو تباه گلستان بهار ۾

ناوڪ يار جو دل صد تار کان نڪتو
هر لَختِ جگر ديدهءِ خون بار کان نڪتو
(فيبروري ۱۴_ ۱۹۵۸)

❊❊

### از:_ جناب محمد رمضان صاحب "مجنون"

استاد الغزل طوطيءِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جا اشعار شراب عشق سان لبريز هجڻ جي باوجود بحر ادب وجهان معاني رڪندا آهن. هن هيچمدان وٽ مدح و ثنا لاءِ الفاظ ڪون آهن جو صحيح تعريف ڪري.

(جيڪب آباد مارچ ۲٦_ ۱۹۵۷)

❊❊

### از:_ جناب عبدالڪريم صاحب "تابان" سکر

غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جا اشعار اڪثر حضرت "غالب" ۽ حضرت مير صاحب وانگر ڪثير المعنيٰ نازڪ آفرين و پر اثر و درد وارداتي آهن. مثال لاءِ ٽي شعر پيش ڪريان ٿو.

خانۂ عشق ڪي نہ ڪر آباد
تنهنجو خانو خراب ٿي ويندو

صف نوڪ مزگان تي صف بستہ تارا
شبِ غم ڪيم ڪهڪشان رُوئي روئي

ڪعبو نہ بت ڪده بڻي نہ خلق بت پرست
تڏهين تہ گهر الله جي ڪافر نہ ٿو اچي.
(فيبروري ۴ـ ۱۹۵۸ع)

**هم سخن فهم هين غالب ڪي طرفدار نهين**

تڪلف برطرف:

حضرت فيض بخشاپوري جي شاعري کي سنڌي ادبيات ۾ هڪ امتيازي درجو ميسر آهي. قوانين عروض جي پابند هجڻ سان گڏ هن جي شاعري معرفت الاهي کان بہ خالي نہ آهي. نازڪ آفريني جي لحاظ کان هن صاحب جي تمامي اشعار تي غالبيت هاوي هجڻ جي باوجود مير تقي جي سادگي ۽ صفائي زبان ۽ مومن جون موحدانہ سرمستيون بہ موجود آهن.

ڪهتا هون سچ ڪہ جهوٽ ڪي عادت نهين مجهہ

**مير قيصر خان گلانہ ڏومبڪي**
(۵۸ـ ۲ـ ۱۸)

**جناب سردار مير غلام سرور خان صاحب چيف آف ڏومبڪي**

اسان ۽ اسان جي قوم شاعر شيرين نواءِ "فيض" بخشاپوري تي جيترو بہ ناز ڪريون سو هيچ آهي. تاريخ مان ثابت آهي تہ اسان جي قوم کي شاعري ورثي ۾ مليل آهي جو وقت بوقت هر زماني ۾

ڪون ڪو شاعر ٿيندو آيو آهي ۽ اهي شاعر پنهنجي وقت جا استاد الشعرا ٿيندا آيا آهن.

(جيڪب آباد مارچ ٢٨ـ ١٩٨٨ع)

### از:ـ جناب مولوي غلام محمد صاحب ڪولاچي ميرپور ماٿيلو

جيستائين مشاهدات و دانش جو تعلق آهي تيستائين هي ڏنو ويو آهي جو فصيح اللسان بليغ البيان غالب سنڌ حضرت "فيض" بخشاپوري کي فن غزل سرائي ۾ مقام يڪتائي حاصل آهي. هن جي انفراديت و استادَيت اِشعار ۾ نمايانَ آهي مثال طور ۾ شعر پيش ڪريان ٿو:

ڪٿي وڃ گور ڪان باد صبا خاڪ تن بيجان
ڪري ٿي ياد ديوانہ کي هاءِ خاڪِ ويرانہ

زخم شڪوه ڪش شوريده کي آخر ٿين ها چو
نمڪ آلوده گر هاءِ هجن ها سنگِ طفلان

### از:ـ جناب عبدالڪريم صاحب "گدائي"

جناب "فيض" بخشاپوري جي طرز شاعري حسين بندشن، ترڪيبن پاڪيزه جذبات جو هڪ بي پناهہ طوفان آهي جنهن جي اڳيان محبت جي پاڪ جذبي ڪانسواءِ پيا سڀ غربت جا جذبا ڪک پن ٿي وڃن ٿا. موصوف جي اردو خواه سنڌي شاعري ڪٿي ڪٿي تہ رندي و مستي جي اوجِ ڪمال تي وڃي پهچي ٿي. سندن شعر جي حسين بندش، استعارن، ترڪيبن، بلند پروازين ۽ قدرتي ۽ بي

پناھ آورد ۽ آمد کي ڏسندي بي ساختہ دل منجهان "فيض" بخشاپوري کي **"طوطيءِ سنڌ"** جو خطاب ڏيڻ بلڪل مناسب پيو نظر اچي. موجوده سنڌي شاعرن منجهان اهڙي بلند پايہ اردو شاعري ڪرڻ جو فخر جناب "فيض" بخشاپوري کي ئي آهي جو اسان سنڌين لاءِ يقيناً باعث فخر آهي.

**(۱۸_ اپريل ۵۸ع)**



رهنوردي ۾ جڏهن رهبر مليو۔ خضر سان گويا هو اسڪندر مليو
نام نامي پيو آ رهبر ڏائجيسٽ۔ علم جو گنجينه، گوهر مليو
صورت جام صبوحي صبح دم۔ رند باده مست کي ساغر مليو
خامهٔ "عابد" هو تيغ تيز تر۔ سينهٔ ڪافر ۾ هڪ خنجر مليو
جنهن "قلندر" تي لکيو راز و نياز۔ خوب تر مضمون موزون تر مليو
آهه "آصف" تي ستارن جو اثر۔ چرخ تي "محزون" جو اختر مليو
ڪيف ڪافي ۾ هو ڪافي جو نديم۔ دفتر مهراڻ ۾ "ذاڪر" مليو
آ سچو "سردار" اولاد علي۔ عاشق دلدادهٔ سرور مليو
مون ڏٺو شهباز تنهنجي سنڌ ۾ ـ ڪفر جو تعمير ٿيندي گهر مليو
تخت کان تختو گهڻو بهتر عارفانِ حق کي هي ڪشور مليو
قصهٔ ڪرب و بلا کي ياد ڪر۔ نوڪ نيزي تي هو ڪنهن جو سر مليو
موت کي ابن علي ماري ڇڏيو۔ هر زمان شبير زنده تر مليو
عاشقِ احمد آ محبوبِ خدا۔ روضهٔ رضوان ۾ هن کي گهر مليو
هن ڏٺو هي "فيض" باده مست پيو، حافظ و خيام جو همسر مليو

"فيض" هن جي فيض کان ٿيو فيضياب.
هڪ قلندر کي قلندر تر مليو.






نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلي، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 3919786 – 0344

3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# حرفِ تمہید

قلندر رلکیاری

انتخابِ کلام فیضؔ نذرِ قارئین ہے۔ مجھے حکم ہوا ہے کہ میں ان کے اُردو کلام کا تعارف پیش کروں۔ جونہی میں اس سلسلے میں قلم اُٹھانے کو سوچتا ہوں اپنی کم مائیگی کو سدراہ پاتا ہوں کہ کلامِ فیض کو گرفتِ آگہی میں لانا میرے بس کی بات نہیں۔ کلامِ فیض منتظر ہے کسی عمق بین مشاق نقاد کا کہ جو ان کے کلام کی گہرائیوں، گیرائیوں اور رعنائیوں سے غلاف اُتار کر اسے دیدارِ عام کے لیے وا کرے کہ ابھی تک ان کے تعارف پر ابہام، بے اعتنائی، بے التفاتی اور کسی حد تک فراموشی کی دبیز تہہ جمی ہوئی ہے۔ ان کے لائق خلف ان کی یاد میں سالانہ ایک تقریب مناتے ہیں پھر سال بھر اس موقعہ کا انتظار رہتا ہے۔ ان کا بقیہ کلام ان کی یاد میں لکھی گئی نظمیں، مضامین، سمعی و بصری مقناطیسی ہنوز پشیاں تحریر میں آنے اور شایع ہونے کی منتظر ہیں۔

گو کہ انھوں نے اُردو، فارسی و دیگر زبانوں میں بھی لکھا ہے اور خوب لکھا ہے لیکن ان کا اربابِ ذوق اور اساتذہ سے داد و تحسین حاصل کر چکا ہے۔ بالخصوص حکومتِ وقت نے ان کے حق میں تمغۂ حسنِ کارکردگی کا اجراء کر کے ان کے فکر و فن کے اعلیٰ

معیار کو تسلیم کیا ہے۔تاہم ان کے کلام سے کماحقہٗ ''فیضیاب'' ہونے کے لیے ان حالات اور اس ماحول سے باخبر ہونا ان کے کلام کا کماحقہٗ ادراک کرنے کے لیے ازبس ضروری ہے۔ وہ جس ماحول میں پلے بڑھے اس کو سمجھنے کے لیے پروازِ تخیل کو بروئے کار لانا ہوگا۔ انھوں نے سندھ و بلوچستان کے شمال و مغربی سنگم پر بلوچ قبیلے میں آنکھ کھولی۔ اطراف و اکناف میں جدید تعلیم و تمدن رائج ہونے کے باوجود ان کا علاقہ اس سے کم ہی آشنا تھا۔ ان کے قبیلے میں غیور بلوچ قبائل کی شہسواری و شمشیر زنی کی روایات زندہ و متحرک تھیں۔ گوکہ تیر اندازی کی جگہ بندوق بازی نے لے لی تھی۔ سخاوت و شجاعت کے اعلیٰ معیاروں کو چھولینا ہر جوانمرد کا خواب تھا۔ قبائلی زندگی ''سو پشت سے ہے پیشۂ آبا'' سپہ گری کی منہ بولتی تصویر تھے۔ کچھ شاعری ذریعہ عزت نہ تھی۔ گردونواح میں تعلیمی اداروں کا فقدان تھا، کہیں کہیں کسی مسجد کے پیش امام صاحب بچوں کو ناظرہ قرآن مجید پڑھا دیتے تھے کہ ادائیگی صوم و صلواۃ کے قابل ہوسکیں۔ اقامتی دینی مدارس یا سرکاری اسکول تھے بھی تو دور دراز علاقوں میں ان کی رسائی سے بعید اللہ اللہ خیر صلا۔

اسی ماحول کے پروردہ، جواں سال فیض اللہ ڈومکی، جوانمردوں کے مشاغل میں شمولیت اختیار کرتے اور اپنے ہم عصروں پر سبقت حاصل کرنے کے لیے کوشاں رہے، لیکن قسام ازل نے ان کی فطرت میں ایک مزید خوبی ودیعت کی تھی جو کہ اسی معاشرے میں شاذ تھی اور یہ تھی طالب علم اور طبع رسا۔

طبع موزوں نے انھیں شاعری کی طرف مائل کیا اور انھوں نے سندھی، اُردو، فارسی اور بلوچی شاعری کا گہرا مطالعہ کیا۔ سندھ میں جمعیت الشعراء سندھ کا طوطی بول

رہا تھا اور شاعری میں غزل کا دور دورہ تھا۔ برصغیر میں اُردو، اسلامی یکجہتی کی علامت کے طور پر اُبھر کر سامنے آئی۔ خصوصاً تقسیم کے بعد اُردو دان طبقہ کے سندھ میں آ کر بسنے کے بعد اس ضرورت کا احساس بڑھنے لگا کہ ہر دو طبقات کو قریب تر لانے کے لیے لسانی بعد کم کیا جائے اور تطبیع اُردو میں سندھی میں بھی عربی و فارسی الفاظ کا امتزاج ہونے لگا۔ لیکن اُردو کے ادباء و شعراء نے سندھی سیکھنے سے بے اعتنائی برتی اور مقصود بھی دوری کا شکار ہونے لگا۔ لیکن فیضؔ صاحب وضعدار شخصیت کے حامل تھے انھوں نے جو اسلوب بیان شروع کیا اسی پہ قائم رہے۔ نہ صرف یہ بلکہ لباس اور وضع قطع میں بھی تادمِ آخر مستقل مزاج رہے۔

مشرق میں فارسی شاعری نے خصوصاً غزل کی صنف میں عروج کی حدود کو چھولیا تھا۔ فارسی غزل کو ہی معیار تسلیم کرتے ہوئے گردونواح کی زبانوں نے بھی شاعری کے لیے اسی صنف کو تخلیق کا وسیلہ بنایا۔ فیضؔ صاحب فارسی شاعری کی تہہ تک غوطہ زن ہوئے تھے۔ اس حد تک کہ لگتا تھا کہ وہ فارسی کے ہی شاعر ہیں۔ وہ فارسی میں ہی شاعری کرتے تو اچھا تھا کہ اسی کے رنگ میں رنگے ہوئے تھے۔ ان کی تشبیہات و تلمیحات، علامات و استعارات سب فارسی ہی کے تھے لیکن مقامی رنگ کی آمیزش سے ان کی تخلیق دو آتشہ ہوگئی۔ مطالعے کے ساتھ ساتھ ان کا مشاہدہ بھی گہرا تھا۔ گرد و پیش کے حالات پر ان کی گہری نظر تھی۔ اس لیے ایک قادرالکلام شاعر کی حیثیت سے ان کے کلام میں آفاقی وعصری ہر دو قسم کے موضوعات ملتے ہیں۔

تصوف ان کا موضوع خاص ہے۔ ان کے کلام سے عیاں ہے کہ انھوں نے عرفان و سلوک میں خاصی پیش رفت کی تھی۔ ان کا کلام رہرو راہ سلوک کے لیے بھی

ایک پیش قیمت زادِراہ ہے۔

واردات قلبی کے اظہار کے ساتھ ساتھ آفاقی قدروں کی ترویج بھی آج کی اہم ضرورت ہے اوراس کے لیے فیض صاحب عمر بھر کوشاں رہے۔اصلاح اور انقلاب کے موضوعات آفاقی علامتی نظام میں خوب پروان چڑھتے ہیں۔وہ استعارات و علامات جن کی ابتدا مخصوص تہذیبی وثقافتی ماحول میں ہوئی تھی اساتذہ کے کیمیا اثر قلم سے انھوں نے ایک دائمی حیثیت حاصل کر لی اور انھیں اسی تناظر میں دیکھنا اور سمجھنا چاہیے۔

غزل کی شاعری میں سے ملی استعارات وعلامات کی ایک لمبی فہرست ہے۔ہر استعارے اور علامت کے پیچھے ایک روایتی ،ثقافتی اور تہذیبی پس منظر موجود ہے۔اس پس منظر کے مطالعے کے بغیر غزل کی شاعری نہ تو پوری طرح سمجھی جا سکتی ہے نہ ہی اس سے کماحقہٗ حظ حاصل کیا جا سکتا ہے۔فنونِ لطیفہ میں شاعری سب سے زیادہ نفیس، لطیف واعلیٰ ذریعۂ اظہار ہے جو کہ معاشرے میں لطیف جذبات عام کرنے کا سبب بن سکتا ہے۔لیکن اس کے لیے اور شاعری کی ترویج کے لیے اس کی تعلیم وتشریح بھی ضروری ہے۔اسی طرح کلامِ فیض بھی ہنوز کسی اعلیٰ شرح کا منتظر ہے۔

کلاسیکی و آفاقی استعارات وعلامات وموضوعات میں گلشن کا استعارہ بہت قوی ہے۔جس میں باغ و بہار، برق، نشیمن، گل خار، دام قفس، صیاد وبلبل آ جاتے ہیں جو کہ زندگی کی ہر کیفیت کا احاطہ کرتے ہیں۔ایک اور استعارہ میخانہ ہے جس میں میخانہ، مے، ساقی، ساغر، خم، میخوار، تشنگی، سیرابی، پیر مغاں وغیرہ کا ذکر آتا ہے۔معاملاتِ حسن وعشق میں رُخ چشم، ابرو، رخسار، خال، سراپا، قد، گیسو، بحر و دریا کے زمرے میں، موج، گرداب، کشتی، طوفان، ناخدا، ساحل، منزل کا ذکر ہوگا جب کہ عاشق بے

بس و بیچارہ کا بیان قید و سلاسل، دشت، آبلہ پائی، سنگ باری، دیوانگی، چاک گریبانی و مقتل سے لزیدہ ہوگا اسی سے وابستہ شیخ محتسب، مدرسہ، نصاب، سرمستی و منصوری کا بھی ذکر آئے گا چنانچہ شاعر کے ساتھ ساتھ قاری کے تخیل وادراک کا بلند ہونا بھی لازم ہے جو کہ ریاضت، مطالعہ اور رہنمائی سے حاصل ہوتا ہے۔ کلاسیکی استعارات کا تخلیقی و منفرد استعمال ہی کسی شاعر کے رتبے کا تعین کرتا ہے اور فیض صاحب کا مقام اس حیثیت سے بھی بہت ہی بلند و بالا ہے۔

گو کہ فیض صاحب کے مداحوں کا حلقہ نہایت وسیع تھا جن جوش ملیح آبادی، سراج الدین ظفر، بہزاد لکھنوی، ماہر القادری، احسان دانش، شورش کاشمیری، راغب مرادآبادی، کوثر نیازی، عبدالرحمٰن غور جیسے اساتذہ فن شامل تھے، لیکن اس مرد قلندر نے کسی کے داد و بیداد سے سروکار نہیں رکھا۔

قدیم لیکن مؤثر مثل کلامِ فیض پر صادق آتی ہے:

عطر آنست کہ خود بوید نہ کہ عطار بگوید

لہٰذا ان کے کلام کی نغمگی، شیرینی و سحر انگیزی کا انداز تو کلام پڑھنے سے ہی حاصل ہوگا، تاہم بطور تعارف ان کے کلام سے جستہ جستہ اشعار نذر قارئین ہیں۔

امام متغزلین حافظ شیرازی کے چشمے سے سیراب فیض کے باقی اشعار کے لیے تمہیدی الفاظ کا ترجمہ کچھ اس طرح ہوگا کہ:

میری زبان پہ ناز ہے سندھی زبان کو
دشت غزل کو رشک خیاباں کردیا

☆

دیکھا ہے زمانے میں مجھ سا بھی سخن گستر
ہر حرف غزل جس کا اک گوہر یکتا ہو



ہم شیوہ و ہم مشربِ رندانِ خراباتی
غالب ہو کہ حافظ ہو یا میر ہو سودا ہو



صد گو نہ ادب فیض خرابات نشیں کا
اس دور کا یہ حافظ و خیام ہے ساقی

حضرت فیض کو زندگی میں کوتاہ قد مخالفوں کا سامنا تھا۔ وہ انھیں نظر انداز نہیں کرتے۔ فرماتے ہیں:

کیا سنے فیض سا شیریں لب و سنجیدہ مزاج
نالہ زاغ و زغن اہلِ خرافات کی بات

مخالفوں کو آدابِ گفتگو سکھانے کے لیے فرماتے ہیں:

یہی ہے طرزِ تکلم تو پھر خطاب نہ کر
سلیقہ چاہیے رندوں سے گفتگو کے لیے

دنیا میں اربابِ علم و فن کے ساتھ لوگوں کے رویّوں کا ذکر کرتے ہوئے اس تلخ حقیقت کا ذکر ان الفاظ میں کرتے ہیں کہ:

تہمت تراش زیست میں، تعریف بعدِ مرگ
دنیائے بے ثبات کا دستور ہوگیا

ان کی روحانی اسرار و رموز سے آگہی اور واردات قلبی کے ابلاغ سے ان کا مجموعۂ کلام پُر ہے۔ جا بجا ایسے اشعار ملیں گے جو قاری کو روحانی دنیا کی طرف راغب کرنے کا ایک قوی وسیلہ بن سکتے ہیں۔ بالخصوص اس دور مادہ پرستی و خود بینی میں یہ کلام نو جوانوں میں روحانیت کا ذوق پیدا کرنے میں مدد و معاون ثابت ہوگا۔

ایسے کچھ اشعار نذرِ قارئین ہیں:

تجلی سے جلا طور کہاں؟ صبح محبت
آہ سحری سے میری آہ سحری سے

مجاز و حقیقت کے نازک رشتہ و توازن کو ان الفاظ میں بیان کرتے ہیں:

بتوں کی فکر میں تیرے خیال تک پہنچے
زوال ہو الٰہی کمال تک پہنچے

یا یہ کہ:

فلک پہ یہ جو خورشید جہاں ہے
ضیائے پرتوِ رُخاں ہے

علامت نگاری میں استعمال شدہ علامات کا حل بھی خود ہی پیش کرتے ہیں:

ساقی یہ مرے دست میں جو رطلِ گراں ہے
صہبا کی قسم وجہہ نجاتِ دو جہاں ہے

ولہٗ

اے خضر بقا خیز ہے جو چشمہ حیواں
شعلہ فگن ہے شوخ کے چاہِ زنخی سے

حضور کی ذات اقدس ہی منبع رشد وہدایت ہے اسے بیاں کرتے ہوئے کس حسن عقیدت سے اظہار کرتے ہیں:

انجیل جبیں، عارض قرآں خط توریت
یہ علم مدینہ ہمہ علم لَدُنّی ہے
احمد سے ذرا میم کا پردہ تو اُٹھا دو
آگاہ کرو شان رسول مدنی ہے

یہ ذہن نشین رہے کہ ان کا بیشتر غزلیہ کلام نعتیہ ہے اور جملہ نعتیں غزل کے رنگ میں رنگی ہوئی ہیں۔

ان کا یہ روح پرور کلام عرصۂ دراز سے ناپید تھا اب اس کی اشاعت تو تشنگاں علم وادب کی سیرابی کا سبب بنے گی۔ مزید یہ کہ میں متمنی ہوں علم وادب کے ادارے بالخصوص جامعات و اعلیٰ مدارس اس طرف متوجہ ہوں اور کلامِ فیض کو نہ فقط شامل نصاب کریں بلکہ اسے اپنے تحقیقی پروگراموں میں شامل کریں۔

مجھے اُمید ہے کہ غالب سندھ فیض بخشاپوری کا اُردو کلام قومی یکجہتی کی طرف بھی مؤثر پیش رفت کا سبب ثابت ہوگا۔

خوشہ چیں گلستانِ فیض
سیّد قلندر شاہ لکیاری

حیدرآباد
مؤرخہ ۱۵ر جمادی الثانی ۱۴۳۰ھ
مطابق: ______________

# غالبِ سندھ فیض بخشا پوری صاحب

جس طرح ایک مکمل تصویر بنانے کے لیے کوئی ایک رنگ ہی کافی نہیں ہوتا۔ اس طرح ایک عظیم شخصیت کے لیے بھی کوئی ایک قابلیت کافی نہیں ہوسکتی۔ کتنے ہی مختلف رنگ چاہئیں جن سے کمال اور بڑائی کی ایک شاندار تصویر کھینچی جاسکتی ہے۔ فیضؔ صاحب دماغی اور اخلاقی دونوں طرح کے وصفوں سے مالا مال تھے۔ فیضؔ صاحب کی دوکانِ سخن میں ایک جنس نہیں۔ وہ قادرالکلام شاعر تھے۔ ممتاز ادیب تھے، بے باک صحافی تھے، موحد اور عاشقِ رسول تھے۔ فیضؔ صاحب یوں تو ہر صفت موصوف تھے۔ لیکن وجہِ شہرت شاعری ہے۔ فیضؔ صاحب کی شاعری میں درد کی شدت، حرکتِ حیات کی سرعت، حرارت کی شعلہ سامانی اور جنون کی شورش کو نمایاں حیثیت ہے۔ جس میں لطف و راحت موجود ہے۔ خالقِ کائنات کی فیاضی علم و داب کے باب میں ان کے لیے بے انتہا تھی۔ بقول مصحفیؔ:

داغِ دلِ خون گشت سے پنجہ جو ملاتا
ایسا تو کوئی لالہ گلستان میں نہ پھولا

فیضؔ صاحب کی شاعری میں مرزا غالبؔ کا رنگ زیادہ ہے۔ اس لیے ادبی حلقوں میں وہ غالبِ سندھ کے لقب سے مشہور تھے۔ فیضؔ صاحب غزل گو شاعر تھے۔ مگر نظم کو بھی غزل کی طرح حسن و عشق کی داستان بناتے تھے۔ لیکن کیا مجال جو دلکشی اور دلربائی میں ذرا فرق آنے پائے۔ ان کے اشعار اس قدر شگفتہ اور پُر کیف ہوتے تھے کہ

جو لوگ ان کا مطلب نہیں سمجھتے وہ ان کے صوتی حسن سے لطف اُٹھاتے تھے۔

میں فیض صاحب کی شاعری پر زیادہ بحث کرنا نہیں چاہتا۔ کیوں کہ دوستوں نے فیض صاحب کی شاعری پر بہت کچھ ہے، میں صرف فیض صاحب کی شخصیت اور ان کی نجی زندگی کی چند جھلکیاں پیش کر رہا ہوں۔

مختصر یہ ہے کہ فیض صاحب سے میرے تعلقات بہت دیرینہ اور بے حد تکلفانہ، مخلصانہ اور عزیزدارانہ تھے۔ اور حقیقت یہ ہے کہ میں فیض صاحب کے بے پایاں خلوص اور محبت کا خاطر خواہ اعتراف اظہار بھی نہیں کر سکتا۔ فیض صاحب سراپا خلوص و محبت تھے۔ فیض صاحب کی شخصیت کی دلکشی، کردار کی پختگی اور انسانیت کی حرارت، نجی زندگی کی جھلکیاں ہیں۔ حق گوئی، بے باکی، جرأت اور شجاعت فیض صاحب کی فطرت کے نمایاں جز ہیں۔ جو دل میں تھا وہ زبان پر اور جو زبان پر تھا وہ دل میں۔ وہ مصلحت جانتا ہی نہ تھا۔ مصلحت کو منافقت کہتا تھا:

نہ مصلحت کے لیے زہر کو نبات کہا
سیاہ رات کو ہم نے سیاہ رات کہا

وہ عاشقِ رسولؐ تھا۔ اس کا دل عشقِ حبیبِ کبریاؐ سے سرشار تھا۔ وہ خود کہتا ہے:

فیض درماندہ گدائیت درِ رحمتِ تو
یا محمد بمن بے سروسامان مددِ

سرکارِ کائنات کا جب ذکرِ جمیل ہوتا تھا تو اس کی آنکھیں اشک بار ہو جاتی تھیں۔ اور گھنٹوں بدلتے رہتے تھے۔ کیسے نہ بدلتے۔ ذکرِ محبوب ہو اور زبانِ عاشق خاموش ہو۔ یہ کیسے ہو سکتا ہے؟ فیض صاحب دوستوں کے دلوں پر محبت کے ایسے

